# انسان سڀ ڀائر

مهاتما گانڌيءَ جي جيون ۽ ويچار ڌارا
سندس ئي وچنن ۾

ڊاڪٽر راڌاڪرشنن
جي مهاڳ سان

ترجمو ڪندڙ:
منوهرداس ڪؤڙومل



ساهتيه اڪاڊمي پاران ڇپايل
هندستان ڪتاب گهر بمبئي

*Insan Sabh Bhaur* Sindhi translation of *All Men Are Brothers* — a selection from the writings of Mahatma Gandhi as edited by Krishna Kripalani for UNESCO. Translated by Manohar Dass Kauromal and published by Hindustan Kitab Ghar, Bombay, on behalf of Sahitya Akademi, New Delhi (1964). Price Rs. 3.

حق واسطا:
ساهتيہ اڪاديمي
نئين دهلي.

ملڻ جا هنڌ:
١. ساهتيہ اڪاديمي
رئيندر ڀون، نئين دهلي-١.
٢. هندستان ڪتاب گهر
١٩-٢١ حمام سٽريٽ،
فورٽ، بمبئي-١.

ڇپرائيندڙ:
مالسنگ چوهڙمل
پاران هندستان ڪتاب گهر،
١٩-٢١ حمام سٽريٽ،
فورٽ، بمبئي-١.

ڇپيندڙ:
مالسنگ چوهڙمل
نؤراشٽر پريس،
٢٣-٢٥ حمام سٽريٽ،
فورٽ، بمبئي-١.

قيمت: ٣ روپيہ

# مهاڳ

ڪو اعليٰ اُستاد اتفاقي سمي پائي ٿو پيدا ٿئي. ڪيئي
صديون لنگهي وڃن، تڏهن مس ڪو ٿو اهڙو رهبر پرگهٽ
ٿئي. هنجي پرکڻ لاءِ هنجي زندگيءَ کي ٿي ڏسجي. هو
ڀهرين رهت رهي پوءِ ٻين لاءِ جيئرو جاڳندو مثال بڻجي ٿو
يعني ٻين کي ڏسيڻو ته ڪئن هو هنجي پيروي ڪن.
اهڙوئي اُستاد هئو گانڌي.

هنجي تقريرن ۽ تحريرن منجهان چونڊ ڪيل هي مضمون،
سري ڪرشن ڪرپالاڻيءَ نهايت گهڻيءَ خبرداريءَ ۽ باريڪ
بينيءَ سان ڪٺا ڪيا آهن جن مان پاٺڪ کي گانڌيءَ جي
ويچار ڌارا جي ڪي قدر ڄاڻ پوندي ته ڪئن هنجي ويچارن ۾
وڪاس ايندو ويو ۽ ڪئن ڪهڙا عملي طريقا اختيار ڪيائين.
گانڌيءَ جي جيون ڀارت جي ڌارمڪ روايتن جي بنيا
تي بَدل هئي جنهن ۾ ستيه جي لگن واري تيز کوج
جيوت جو سوايو سنمان ۽ قدر ڪرڻ، ازموهنا آستڪتا
آڌ ياتمڪ گيان وغيره خاطر سيڪڇهه تياڳ ڪرڻ وارا
آدرش اُپنائڻ تي خاص زور ڏنل آهي. ستيه جي لڳاتار
کوج ۾ ئي هنجي ساري ڄمار گذري؛ پنهنجي شبدن ۾ پاڻ
چيو اٿس، ”انهيءَ منزل مقصد تي پهچڻ واري تلاش منجهه ئي
پنهنجي جيون ۽ جياپو آهي.“

جتي جيون روپي وڻ کي جڙون پاڙون ڪينهن يا ٽُرُ
ميين جي ڪوتاهي اٿس، اُتي اُها جيون اُچاتري اُتراڌي
بي. ڪي ائين ٿا ميين ته جيڪي صحيح سمجهجي ۽
ڻجي اُهوئي ڪجي. اصل ۾ ائين ڪينهي. توڙي ڪٿي

جاڳ ڄڻيون ته صحيح ۽ سچ ڇا آهي لذهن ۽ اندريءَ جي
اڌا معنيٰ ڪانهي ته اسين ڪهڙو به اُنکي اپنائينداسين يا
صحيح ڪري ڪنداسين. اسان تي اڪثر زوردار من اُهڙو
غالب پون ٿيون، جنهنڪري اسان کان غلطڪاريون ٿيو
ٿيون وڃن ۽ اِن طرح اسين پنهنجي اندر واريءَ روشنيءَ
کي ڏوڪو ٿا ڏيون. ”هندو سڌانت انوسار اسين پنهنجيءَ
هاڻوڪيءَ اوستا ۾ پورا انسان نه آهيون؛ اسانجو هيٺيون
نشاني پاڻ اڃا پسون ورتيءَ وارو آهي؛ پر ساڌن وسيلي
پسون بديءَ کي جيتڻ سان، پاڻ ۾ جا وحشانيت آهي تنهن
کي ماري سگهون ٿا.“ غلطيون ڪندي آزمائش مان لنگهندي،
آخر ڪوچ، تپسوي ضابطي واري طريقي وسيلي ئي، منش
مشڪلات سان قدم به قدم، اُن راهه تي هلي، پورنتا کي
پهچي ٿو.

گانڌيءَ-جو ڌرم، عقل ۽ اخلاق وچڙيو هوندو هو.
ڪڏهن به سمجهه کان باهر ڪو عقيدو نه قبوليائين ۽ نه
ڪڏهن ويڪ ورت بربرتا تي عمل ڪيائين.

جيڪڏهن اسين نه فقط ٻڌيءَ دتاران پر پنهنجي سموريءَ
هستيءَ سان اُپاڻظيار کي محسوس لڳاسين ته لازمي آهي ته اسين،
ڌرم مذهب يا ملڪ فرقي يا قوم جي ڪنهن به ڀيدڀاوَ بنا
ساريءَ منش جاتيءَ لاءِ پيار محبت رکنداسين ۽ ڪُلَ انسان
ذات جي ايڪتا ۽ ميلاپ لاءِ يتن ڪنداسين.

”منش جاتيءَ جي اُنوت ۽ وهنوڪ تي رحمت محبت
منجهانئي منهنجا جملي ڪارج اُڀڻ اُسرن ٿا.“ ”پنهنجن
ڀاڻن، ڀڻن مائٽن ۽ ڌارين، ديسين ودسين، ڪارن ۽ گورن،
هندن اُنوا ڀارت جي ٻين مذهبن وارن ٻوءِ چاهي مسلمان،
پارسي آهن يا عيسائي يهودي، انهن مڙني منجهه ڪنهن
به ڀيدڀاوَ رکڻ منجهان آءٌ نه جاڻان؛ بلڪ آءٌ چوندس ته منهنجو

کي دلوي معاملن ۽ راڄنيتيءَ ۾ ڪا جڳهه نه ڪانهي ۽
مان اهين سان سهمت نه آهيان. اهين (ستيه ۽ اهنسا) کي
شخصي آڌار سڌار يا مڪتيءَ جو ساڌن ڪري مان نٿو
مڃان. مان نه روزاني جيوت ۾ انهيءَ رواج کي عمل ۾
آڻڻ لاءِ سمورو وقت تجربا ڪندو رهندو آهيان." "سچ نه،
مون لاءِ ڏوم ڪان ڌار تبل راڄ وهنوار يا ملڪي معاملا
محض گند سمان آهن جنهن کان سدائين وٺو وڃي.
راڄنيتيءَ جو واسطو آهي قومن سان ۽ جنهن سان قومن
جي بهبوديءَ جو تعلق آهي، اهو ڪارڻ اُن شخص جي
مکيه ڪارجن مان هڪ گيرجي، جو ڌارمڪ ياوئا وارو آهي
يعني ايشور ۽ ستيه جي راهه جو پانڌيئڙو. مون لاءِ نه ايشور
۽ ستيه ساڳيا هڪجهڙا حرف آهن جي پاڻ منجهي سگهن
ٿا. مونکي جيڪڏهن ڪو اچي چوي نه ايشور استيه يا
بڙا ڏيڻ وارو ايشور آهي نه اهڙي ايشور کي آءٌ پوڄڻ کان
انڪار ڪندس. تنهنڪري راڄنيتيءَ ۾ پڻ اسانکي ايشور جي
راڄ استاپن ڪرڻو آهي."

ڀارت جي سنتنترتا سنگرام ۾ به هُن انهيءَ ڳالهه تي زور
ڏنو نه اسانکي اهنسا ۽ ڪشت سهڻ وارا سيه ساڌن اپنائڻ
گهرجن. ملڪ جي آزاديءَ لاءِ مڙس ٿي بيٺو نه انهيڪري
نه هنکي برطانيه لاءِ نفرت هئي. اسانکي پاپ کي ننديو
آهي نه پاپيءَ کي. "مون لاءِ جيڏي ديش ڀڳتي ايڏي
انسانيت، مان ديش پريمي آهيان ڇاڪاڻ نه انسان آهيان،
۽ نيڪ ۽ دياوان. مان پنهنجي ديس ڀارت جي سيوا ڪندي
انگلستان يا جرمنيءَ کي نقصان نه پهچائيندس." هنجو
حشواس ... ڀارت سڪي حق ملڻ وجهڻ واري ڪارڻ
... سيانا ڪري سدن پلو ڪري
... ڪٿو جو نه فقط هند واسين کي

آزادي پڙ پيئي ۽ منش جاتيءَ جي اخلاقي سرمايہ ۾ پ
اضافو آيو.

موجوده اَٽو شڪتيءَ جي موجودگيءَ جي نسبت ۾
جيڪڏهن اسين دنيا کي بچائڻ ٿا چاهيون تہ اهنسڪ طرية
اختيار ڪرڻ جڳائيئون. گاندي چيو هئو، تہ ”جڏهن مون
پهرين ٻڌو تہ هڪڙي اَٽو بم هيروشما جو سارو شهر نيست
نابود ڪري ڇڏيو تڏهن منهنجي شرير جي هڪڙي ب
مشڪ نہ چري هئي؛ اَلٽندو پاڻ کي چيم، ”هاڻي بہ جي
دنيا اهنسا اختيار نہ ڪندي تہ إنسان ذات جو آپ گهات
يقيني آهي.“ آئيندي جي ڪنهين بہ جهيڙي جنگ ۾،
اسانکي پڪ ٿي ڪاهي تہ ٻنهي طرفن مان ڪو بہ جاڻي
ٻجهي اَٽو هٿيار ڪم نہ آڻيندو. اسانکي هاڻي اها طاقت
ملي آهي جنهن سان هڪڙي ٿي اوچتي ئي الله واري
جهٽڪي ۾ اهو سڀڪجهہ ناس ڪري سگهون ٿا جو ڪ
گهڻيءَ ڪِرڻ ڳوت سان صدين جي ڪوشش ۽ قربانيءَ سان
اَڏيو ويو آهي. پرچار جي سلسلي واريءَ لفظي لڙائي وسيلي
اسين اَٽو هٿيارن واري جنگاجنگيءَ لاءِ گويا ماڻهن جا من
تا اُتاريون ۽ تيار ڪريون. پڙڪائيندڙ گفتا، ڇڙ ڏياريندڙ
رايا اچ خوب پيا ڊوڙن ۽ ڦهلجن. اسين لفظن ذريعي پيا
ڇيڙ ڇاڙ ۽ اکرائي ڪريون؛ سخت فتوائون، چاڙت، ڪروڌ —
اهيئي تہ هنسا جا فريبي روپ آهن.

هانوڪي دردشا ۾ جڏهن اسين وگيان جي پيدا ڪيل
نين حالتن سان پاڻکي نهڪائي نٿا سگهون تڏهن اهنسا
ستيہ ۽ راز ساز جا اُصول اپنائڻ سواءِ ڪم نہ آهي؛ پر تنهن
هوندي بہ اُدم ڇڏڻ نہ گهرجي. جي راجنيتڪ اڳوانن جي
هوڏ هٺ اسانجي دلين ۾ ڀؤ تو پيدا ڪري تہ وري عام

پهر ۽ دنيا جي ماڻهن جو جاڳرت ورڳ انسان ۾ اميد ٿا جاڳائين.

هاڻوڪن تبديلين جي تيز رفتار سان، چئي ٿو سگهجي ته اڄ کان هڪ صدي پوءِ دنيا جي صورت الاجي ڪهڙي هوندي. وچار ۽ ويدنا جا وهڪرا ايندڙ وقت ڪهڙا هوندا تنهن جو اندازو اڳواٽ لڳائي نٿو سگهجي. وقت ڀلي ڪٿي به گذري مگر ستيه ۽ اهنسا جا اوچ اصول انسان ساڻ ٽٻهه هوندا ۽ انسانجي رهبري ڪندا ايندا. سمجهو ته اهي سالتبڪن ستارن مثل آهن جي هن دنگي باز ۽ کُهيل دنيا مٿان هڪڙي قسم جي پاڪ پوري سجاڳي رکيو ويٺا آهن. گانڌي جيان اسين شل الهيءَ اعتقاد ۾ اٽل رهون ته اُن لڏندڙ ڪڪرن مٿان سورج هڪيو آهي جو چمڪي رهيو آهي.

اسين هڪ اهڙي جُڳ ۾ گهاريون گذاريون ٿا جو پنهنجي شڪست، ناڪاميءَ ۽ اخلاقي اڌ گهڙپائيءَ کان آگاهه آهي؛ هي اهو زمانو آهي جنهن ۾ آڳاٽا اصولڪا نسبا نئين ختم ٿيندا پيا وڃن ۽ عام جاٿل سچائون نمونا اٿندا، ٿيندا ۽ ٽٽندا ٿا وڃن. تعصب ۽ ترشائي ۽ ڪوڙائپ ۽ ڪٽرپڻو جتان ڪٿان وڌندڙ آهن. اهو آثار ايندڙ اُن جنهن اوائلي اعظيم انساني سماج کي ڏڪايو ۽ مچايو، هاڻي پڌرو ڪندو ٿو نظر اچي. مثل حو من منجهائيندڙ مختلف ۽ عجيب روپن ۾ هڪبئي جي اُتڙ شخصيتن جا نمونا پيدا ڪيو وجهي، ڪو ٻُڌ يا گانڌي، ته ڪو نرو يا هٽلر. انسانکي فخر آهي جو انهاس جي مهان ۾ مهان صورتن منجهان هڪڙي صورت هئي جا انسانجي موجوده زماني ۾ انسان سان رهي گذر ڪيائين، ڳالهايائين ٻولهايائين ۽ سڀ جيون جي راهه ٻڌايائين. جڏهن ته ڪنهنڪي ۾ ابتدائي آزاري نٿو لنهڪي ڪري دپ داءَ ته

آهي ۽ هو ڪجهه به لڪائي ڇپائي نٿو، نه ٻوءِ ڪيس ڊپ
پؤ ٿيا جو. هو هر ڪنهن اڳيان سڌو سامهون ٿيو بيهي. هو ثابت
قدم آهي، جسم سڌو سنئون ۽ هنجي وائي صاف ۽ سڌي
سادي آهي. فيلسوف افلاطون گهڻو اڳي ڪين چٽي ويو
آهي، "سنسار ۾ ڪي ٿورڙا الهامي شخص ضرور هئا
آهن جن جي جاڻ پڇاڻ رکڻ اهڙو رتن مثل آهي."

نئين دهلي
۱۵ آگسٽ ۱۹۵۸

**سروپلي راڌاڪرشنن**

# فهرست

صفحو

سنسار کي سيکارڻ لاءِ مون وٽ ڪا به نئين
ڳالهه ڪانهي. ستيه ۽ اهنسا ايتروئي پراڻا
آهن جيترو پهاڙ.

مو. ڪ. گانڌي

## باب پهريون

### آتم - پرچيم

مراد اِها نہ آهيم تہ جنهن کي سچ پچ آتم ڪهاڻي چئجي سا ويهي لکان. ستيہ جي راهہ ۾ جي اَنيڪ تجربا پٽي ڪيا اَٿم فقط تنجي ئي ڪهاڻي بڌائڻ ٿو چاهيان. جڏهن تہ منهنجي سموري جيون اِنهن تجربن بنا بيو ڪي ڪين آهي، تنهن ڪري ائين برابر آهي تہ اِها ڪهاڻي آتم ڪٿا جوئي روپ وٺندي. پر جي هرهڪ صفحو اِن ڪهاڻيءَ جو رڳو منهنجي تجربن جي ئي بات بتائي تہ مونکي ويچار نہ ٿيندو. ا

راجنيتڪ کيتر ۾ منهنجا تجربا، هن وقت نہ فقط ڀارت اَندر پر ڪنهن حد تائين ساري "سڀيہ" سنسار ۾ پڌرا ٿي ويا آهن. منهنجي ليکي، انهن تجربن جي ڪا گهڻي ڪٿ قيمت ڪانهي؛ "مهاتما" جو خطاب جو اِن ڪارڻ مليو اَٿم تنهنجي قيمت تنهن ڪري ٿهائي گهٽ آهي. اڪثر اِهو خطاب مونکي نهايت ڏکوئيندو آهي. اِهڙي ڪا ساعت ئي ڪانہ سنيران جو چئجي ڪٿي تہ اِن خطاب مونکي ڪنهن قسم جي خوشي ڏني هجي. باقي اڌياتمڪ کيتر ۾ پنهنجا آزمودا اَتم جنجي جاڻ فقط مونکي ئي آهي؛ اِهي بيشڪ بيان ڪندس جو تہ راجنيتڪ کيتر ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ جا شڪتي ڪپي سا بہ اِتان ئي پڙبي اَٿم. جيڪڏهن اِهي آزمودا سچ پچ روحاني آهن تہ پوءِ اُنهن جي ورنن ۾ پنهنجي ساک ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانهي. اَلبتہ اِهي آزمودا منهنجي نمرتا نهنائي وڌائيندا. جيترو اُئي اِنهن کي وڏيڪ ويچاريان ٿو ۽ گذرئي تي نظرثاني ٿو ڪريان اوترو ئي

وڌيڪ جنءِ طرح پنهنجون مجبوريون محسوس ڪنٿون
ٿيون. ۲

آءٌ جيڪي حاصل ڪرڻ چاهيانٿو — انهن ٽيهن ورهين ۾
جيڪي ڪجهه حاصل ڪرڻ ڪاڻ پئي جتن ڪيا اٿم ۽
ترڦيو آهيان — اهو ته آتم اپئو آهي، اُلوا ايشور درسن،
اهيءَ جوئي نه ٿالو آهي موڪش پراپتي. اهيءَ مقصد جي پوئتان
پوڻ منجهه ئي مان پنهنجي جيون ۽ جيابو ٿو سمجهان. تقرير
خواه تحرير وسيلي جيڪي ڪجهه چوان ۽ ڪريان ٿو، راجنيتڪ
کيتر ۾ جيڪي جوکا سر ٿي کڻان ٿو، سڀ ساڳئي ئي مقصد
حاصل ڪرڻ لاءِ. مگر جئن ته مون هميشه انهن پئي سمجهيو
۽ مڃيو آهي ته جيڪي ڪجهه هڪڙي لاءِ ممڪن آهي سو
سڀني لاءِ ممڪن ٿي سگهي ٿو، تنهن ڪري مون پنهنجا
تجربا پنهنجي مٺڙ لڪ چپ ۾ نه، بلڪ کليو کلايو پئي ڪيا
آهن؛ ۽ مان نٿو سمجهان ته ان ڪري انهن آزمودن جي آتمڪ
ڪمت ۽ قدر ڪو گهٽجي ويو. ڪي اهڙيون به ڳالهيون ٿين ٿيون
جنجي ڄاڻ فقط پاڻکي ۽ آپاڻ ڪي ٿي هوندي آهي. اهي
ڏيڻ يا ٻڌائڻ جهڙيون بلڪل نه هونديون آهن. البت هي تجربا
جنجو هينئر ذڪر ڪندس سي اهڙا نه آهن، جيتوڻيڪ اهي
نه روحاني آهن يا ڪلي جنجي اخلاقي آهن، جو نه ڌرم جو
لت لبني يا ليڪ رهت ٿي نه آهي. ۳

انهن تجربن ۾ ڪنهن نه حد تائين پورنتا جي پراپتيءَ جي
دعويٰ آءٌ رکان، اهڙي نه ڳالهه ٿي ڪالهي. منهنجي حالت
۾ آن وگيانيءَ جهڙي جنهي جو پنهنجا تجربا بلڪل
نڪ ۽ باريڪ بينيءَ ۽ دور انديشيءَ سان رليندو آهي،
مگر انهن جي نتيجن جي آخرين هئڻ جي دعويٰ نه رکندو
آهي ۽ ان نسبت آئنده جي قرار لاءِ ڪڏهن به نه

هيڪندو آهي. مون ڳوڙهيءَ انتر ڪوجنا وسيلي، اندر
جهاتي پائي پنهنجو پاڻ خوب جاچيو آهي ۽ هرهڪ مانسـ
اوسٿا جي سوجهه ۽ ڄاڻت ڪئي اٿم. تڏهن به پنهنجـ
انومانن ۽ نتيجن بابت ڪڏهن ڪين چوندس ته اُهي آخرين
آپرانت يا اَڻ ڳس آهن. هڪڙي دعويٰ بيشڪ رکندس
۽ اُها هيءَ آهي ته مون لاءِ ته اُهي نتيجا بلڪل ٺيڪ ۽
صحيح ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ تنکي آءٌ بلفعل آخرين ٿي ڪري
ليکيندو آهيان. اگر اُنهن کي آئين ڪري نه سمجهان ته
اُنهن جي بنياد تي اڳتي ڪو قدم کڻي نه سگهان. پر هر قدم
تي، يا ته قبوليندس يا نامنظور ڪندس، اهڙي ٿي ترتيب
واري وات پٺي ورتي اٿم.

۴

منهنجي جيون سموري اڻ ونڊڻي يعني يڪي لاڳيتي پٺي
نبري آهي ۽ منهنجون مڙيئي مشغوليون تاڃيءَ پيٽي وانگر
ڳنڍيل پٺي رهيون آهن ۽ سڀيئي منش جاتيءَ لاءِ اٿاهه اڻ ڀاڳپندڙ
پريم منجهان ٿي ٿيون اُتپن ٿين.

۵

گانڌي آکه وارا ذات جا مڙيئي واڻيا (وئش) آهن ۽
يانئجي ٽو ته اصل پساري هئا. مگر ڳڌريل ٽن پيڙهين لاڪر
منهنجي پڙڏاڏي کانوٺي ڪيترن ئي ڪاٺياواڙ جي جدا جدا
ياستن ۾ ديوان يعني وڏا وزير ٿي پئي رهيا آهن. ... منهنجو
ڏاڏو ڏسجي ٿو ته اُصول جو پابند هئو. رياستي سازش
ٻبان پوربندر ڇڏي وڃڻ لاءِ مجبور ٿيو هو، اُتي پهرين
يوان هوندو هو جنهن کانپوءِ جهوناڳڙه ۾ اچي اَجهو ورتائين.
ي جي نواب کي کاٻي هٿ سان سلام ڪيو هئائين، اهڙي
هري بي اَدبي ڏسي ڪنهن ڪارڻ سمجهاڻي گهري جا
ريت ڏنائين: ”منهنجو ساڄو هٿ اڳيئي پوربندر جي
ڪم وٽ گروي رکيل آهي.“

٦

منهنجو پتا پنهنجي ذات تي عاشق هئو، پر هئو سچيار، بهادر ۽ درياه دل، باقي ٿورو ڪڙڪو سو هوندو هئو. ڪي قدر شايد نشاني لذت يا ڀوڳ ولاس جو قائل به هوندو، ڇاڪاڻ ته چاليهن ورهين کان مٿيرو هئو جو چوٿين شادي رچي هئائين. مگر ايترو ضرور چئبو ته هو ٿڙڻ ٻگڙڻ جوڳو ڪڏاهين نه هئو ۽ پريوار اندر توڙي ٻاهر پورن نيائي ڪري نامڃار ڪڏيو هئائين. ٧

منهنجي ماتا نسبت جيڪا ڳالهه منهنجي ذهن تي تمام جميل آهي سا اها ته هوءَ سنتباڻي هوندي هئي. هوءَ پوري ڌرمسٽ هئي. روزاني پوڄا ڪاران رسوئي کائڻ جو ڪڏهن به ويچار نه ايندو هوس. ...گهر ڪنبير سڪائون ۽ سنڪلپ ڪندي هئي ۽ ٻنا ڪنهن ٿاهه يا هبڪ جي تنکي نباهيندي هئي، بيماريءَ ۾ به اُن کي پوري ڪرڻ ۾ ڪڏهن پرواهي نه ڏيکاريائين. ٨

اهڙي ماءُ پيءُ جي ڪل ۾ پوربندر جي شهر اندر منهنجو جنم ٿيو هو. ...منهنجي ٻالاپڻ پڻ اتيئي گذري. اسڪول ۾ پڙهڻ وهاريائونم سا يادگيري اٿم. انگ ۽ ڪوڙا الست مشڪلات سان سکيو هوس. انهن ڏينهن جي وڌيڪ ڪجهه سانيرڪاڻ اٿم سواءِ ايتري جي ته مون سان گڏ ٻيا به ڇوڪرا پڙهندڙ هئا ۽ اسين پنهنجي ماستر کي هر طرح ڏکيو ٻنڌرو ڪولبندا هئاسين، ان مان صاف ظاهر آهي ته منهنجو ذهن ڍلو ۽ حافظو ڪڏو هوندو. ٩

مان تمام لڄارو هوندو هوس، جنهنڪري سنگ صحبت کان وونءُ ويندو هوس. منهنجا ڪتاب ۽ منهنجا سبق ئي منهنجا سنگتي هئا. گهنٽي وڄڻ سان اسڪول ۾ داخل ٿيڻ

۽ اسڪول بند ٿيڻ شرط ڊوڙي گهر پهچي وڃڻ — اها روز مره منهنجي عادت ٿي ويئي هئي. اسڪول مان جنسي پيچي ڊوڙ پائي ويندو هوس ڇاڪاڻ ته ڪنهين سان به ڳالهائڻ جي جرئت نه ٿيندي هئم. اهو به ڊپ ٿيندو هوم ته متان ڪو مون سان ڪل مسخري ڪري. ١٠

هڪڙو واقعو آهي جو هتي درج ڪرڻ جوڳو آهي: هاءِ اسڪول ۾ منهنجي پهرئين سال جي امتحان جو وقت هجي: مسٽر جائيلس، تعليم جو انسپيڪٽر، اسڪول جي تپاس لاءِ آيل هئو. هجيڻ جا پنج لفظ لکڻ لاءِ اسانکي ڏنا هئائين جنمان هڪڙو هئو 'ڪيٽل' (Kettle). مون ان لفظ جي غلط هجي لکي هئي. ماستر مونکي پنهنجي بوٽ جي نوڪ سان اشارو ڪيو ۾ مان اهڙي اشاري تي ڌيان ڇو نو ڏيان. اها ڳالهه مون کان زور هئي جو مان هنجي اشاري تي پنهنجي پر واري ڇوڪري جي سليٽ تي نگاهه وجهي هجي نقل ڪري وٺان ڇو ته مون ائين ٿي جاتو ٿي ته ماستر وينو ئي هئو نظرداريءَ لاءِ جئن اسين هڪبئي تان ڪاپي نه ڪريون. نتيجو اهو ٿيو جو مون کان سواءِ بين سيني ڇوڪرن سب هجيئون صحيح لکيون هيون: فقط مان ئي موڳو ٿر رهجي ويو هوس. ماستر پوءِ ٻئي وقت منهنجي موڙهلائيءَ بابت گهڻوئي ڪجهه چئي مونکي ذهن نشين ڪرڻ چاهيو ٿي پر هنجو سمجهائڻ بجهائڻ سب وٿرت ويو. ڪاپي ڪرڻ جو هنر پوءِ به آءٌ ڪين سکي ڪين سگهيس. ١١

هيءَ درج ڪندي ڏک ضرور ٿو ٿئي پر تڏهن به جاڻائڻ فرض ٿو سمجهان ته منهنجو وياهه ١٣ ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو هئو. منهنجي آسپاس منهنجي سنيال هيٺ ساڳئي عمر جا ڳيرو جڏهن آءٌ ڏسندو آهيان، ۽ پنهنجي شاديءَ تي ويچار

ڪندو آهيان تڏهن سچ پچ پاڻ تي رکي ڪائيندو آهيان ۽
هو مون واريءَ گتيءَ ڪان بچي ويا آهن تنهن لاءِ ڪين واڌايون
ڏيندو آهيان. اهڙيءَ بيهوديءَ لنديڻ جي شاديءَ جي ڀنيرائيءَ
بہ ڪو بہ اخلاقي دليل موٽڪي ڪونہ سجهي. ۱۲۰

مان لتو يالبان تہ اها جاڻ هئم تہ شادي جا ٿيندي آهي سواءِ
انهن ڳالهين جي تہ عمدا لتا پائڻ لاءِ ملندا آهن، ڍول شرنايون
وڄنديون آهن، جڃ سڃ جا جلوس نڪرندا آهن، خوب مجلسون
۽ طعام ٿيندا آهن، ۽ ڪا غيرواقف ڇوڪري کيل ڪوڏ لاءِ
گهر ۾ ملندي آهي. نفساني خواهش يا ڪام چيشٽا پوئيرو
پيدا ٿي. ۱۳

اوه! اها پهرين رات! هڪڙن ٻن معصوم ٻارن پاڻ کي جيوت
جي ساگر ۾ بلڪل بي سمجهيءَ سان اڇلائي ڇڏيو. منهنجي
ڀاڄيءَ موکي تہ بلڪل پوريءَ طرح سيکاري سمجهائي ڇڏيو
هئو تہ پهرين رات پاڻ ڪيئن هلجي. باقي اها خبر ڪانہ
اٿم تہ منهنجي پتنيءَ کي ڪنهن سمجهايو هئو. مون بہ ان
بابت ڪڏهن ڪونہ پڇيو اٿس نڪي هاڻي ٿو ڪائنس معلوم
ڪرڻ چاهيان ٿو. پاٺڪ يقين ڪري تہ اسانکي ان وقت هڪ
ٻئي سان ملڻ جي جرئت ٿي نہ ٿي ٿي. لاشڪ اسين ازحد
لڄارا هئاسين؛ مان هن سان ڪيئن ۽ ڇا ڳالهايان؟ اڳوات جو
مليل هدايت نامو مون لاءِ گهڻو ڪارگر ڪين ٿيو. درحقيقت
اهڙين ڳالهين ۾ سيکارڻ سمجهائڻ اصل ضروري نہ آهي. ...ڏيري
ڏيري هڪ ٻئي جي ڄاڻ سڃاڻ ٿيندي ويئسين ۽ هڪ ٻئي
سان ڇوٽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳاسين. هئاسين ٻئي هم عمر پر تہ بہ
پتيءَ جي اختياري هلائڻ ۾ موکي ويرمٽي ڪانہ لڳي. ۱۴۰

ايترو ضرور چوندس تہ مان هنيانئس تامشي ٻانور هولدو

هوس. اِسڪول ۾ ٻه هوءَ من ۾ وسندي هيم ۽ رات ٻو...
تي اسانجي ورائي گڏجڻ جا ويچار گهڙيءَ گهڙيءَ پ...
سنائيندا هئم. هنجي جدائي مون لاءِ اَسهه هئي. رات جو ب...
واهيات بيڪار ڳالهه ٻولهه ۾ ڪيس رنيائي دير تائين سمهڻ ن...
ڏيندو هئو سانس. اِهو ڪامي حرص ايترو ته مونکي ڳرڪائي
ويو هئو جو سچ پچ جيڪڏهن فرض ادائيءَ لاءِ پيار ۽ لگن
مون منجهه تيز نه هجن ها ته يقينن يا ته مرض ۾ ڦٻي وقتي
موت جو ٻڪ ٿيان ها يا منهنجي حياتي ٻين تي دائمي بوجو
ٿي پوي ها. مگر صبوح جو روزانا مقرر ڪم ڪاريون ڪرڻ
ضروري هيون ۽ ڪنهن سان ڪوڙ ڳالهائڻ جو ته سوال ئي
نتو اُٿي. اِها ٻوئين ڳالهه ئي هئي جنهن مونکي زندگيءَ جي
ڪيترين ئي ڪڏن کوٻن ۾ ڪرڻ کان بچايو.
١٥

مونکي پنهنجي لائقي لياقت لاءِ ڪو هرويرو ايڏو لحاظ سنمان
ڪونه هوندو هئو. پاڻ جڏهن جڏهن اِنعام ڪٿندو هوس ۽
وظيفا ملندا هئم ته نهايت عجب لڳندو هوم. باقي پنهنجي
چرتر ۽ چال چلگت تي سدائين چاري رهندو هوس. ڪو
ننڍڙو خسيس داغ يا عيب لڳندو هوم ته اَکين ۾ پاڻي اچي
ويندو هوم. اِها ڳالهه منهنجي سهڻ کان ٻاهر هئي جڏهن
...سچ پچ مان سمجهندو هوس يا ماستر کي ائين لڳندو هئو ته
...مان چيٽيب جو لائق آهيان. مونکي ياد آهي ته هڪڙي
...بيري بدني سزا به ملي هيم. مونکي اِن سزا جو ايترو خيال
... تيو جيترو اِن ڳالهه جو ته آءٌ سچ پچ اُنجو لائق هوس.
...ون ڏاڪاندو ڏايو رنو.
١٦

...ءِ اِسڪول ۾ پڙهندي ڌار ڌار وقتن تي جيڪي ٽورا
...ڳنتي هئم تن مان هڪڙا ٻه هئا جنکي گهرا دوست
...جي. اِلهن مان هڪڙي دوستيءَ جي لاتي ڪي ...

جيوت جو دکدائڪ واقعو ڪري ليکبو آهيان. اهو ٽالو گهٽڻي وقت هليو. هڪ سڌارڪ جي ڀاڱ سان اهو ٽالو جوڙيو هوم. ١٧

بعد ۾ ڇڪتاڻ نه مون ڀل ڪئي هئي. جنهن شخص کي سڌارڻ جي چاهنا هجي تنهن سان سڌارڪ کي ڪڏهن به گهاٽو رستو رکڻ نه گهرجي. سچي مترتا جا آتمائن جي ايڪتا جنهنجي سا دنيا ۾ درلڀ آهي. جتي سڀاءُ هڪجهڙا هوندا آهن تي بلڪل لائق پري ۽ جٽاءُ واري دوستي قائم رهي سگهندي. دوستن جو هڪ ٻئي تي اثر ضرور پوي ٿو، تنهن ڪري دوستيءَ ۾ سڌاري لاءِ گنجائش گهٽ ڪا ٿي رهي. منهنجو اهو رايو آهي ته خلاصين گهرين ياراڻين کان ڪنارو ڪرڻ کپي؛ ڇا لاءِ جو، انسان ڀيج کان پاپ وڌيڪ ترت ۽ سهجتي گرهڻ ڪري ٿو. ۽ جيڪو پرماتما سان پريت گنڍيندو سو يا ته ان اڪيلائيءَ ۾ رهي يا ساريءَ دنيا کي دوست بڻائي. شايد مان غلط هجان مگر گهري دوستي گنڍڻ واري منهنجي ڪوشش نسڦل وئي. ١٨

انهيءَ دوست جي پهلوانيءَ جي ڪمن جڏهن مون تي جادو ڪري ڇڏيو. وڏن مشاهدن ڏانهن ڏوڙي سگهيو تي سولي غير رواجيءَ طرح جوڙيو. آلاهي ۽ وڏي ٿيڻ ڏيڻ ۾ پڙ هوندو هئو. ڪبتري به بدلي سزا ملندي هيس نه سهي ويندو هئو. هو گهڻو ڪري پنهنجا پهلوانيءَ جا ڪم مون کي ڏيکاريندو رهيو. سياويڪ آهي ته جي خاصيتون يا لياقتون پاڻ ۾ نه هونديون آهن سي ٻين ۾ ڏسي عجب ۾ پئجي وڃبو آهي؛ منهنجو به ساڳيءَ طرح هن يار جون ڪارستانيون ڏسي عقل چرخ تي لي ويو. مان به جهڙا هن وانگر ٿيان، اهڙو زوردار چاهه مون ۾ به پيدا ٿيو پر مان دوڙي يا ٽپو ڏئي به مشڪل سان ٿي سگهيس. مان به هن جهڙو سگهارو جيئن ٿيان؟ ١٩

آءٌ ٻڍڙو ٿيندو هوندو هوس. ڇو ته، جنن پوتن ۽ نانگن جو ڏپ هميشه ستائيندو رهندو هوم، اهڙي قدر جو رات جو ڊرڪان ٻاهر نڪرڻ جي همٿ ئي ڪانه ٿيندي هيم. اوندهه ڏهڪائيندي هيم؛ اوندهه ۾ سمهڻ مون لاءِ ذري گهٽ ناممڪن ٿي پوندو هئو. جاڳڻ ته پائيندو هوس ته هڪڙي پاسي کان جن پوت، ٻئي پاسي کان چور ۽ ٽئين پاسي کان نانگ اچي رهيا آهن. ان ڪارڻ ڪوٺيءَ ۾ روشنيءَ کان سواءِ ڪڏهن به سمهي نه سگهندو هوس. ٢٠

منهنجي دوست ڪي منهنجن اِلهن مٿيني ڪمزورين جي ڄاڻ هئي. انهن ڪري مونکي چوندو هئو ته آءٌ جيئرا نانگ هٿن ۾ جهلي سگهندو آهيان، ڇو ته، جو مقابلو به ڪندو آهيان ۽ پوتن پريتن جي هستيءَ ۾ ويسهه ڪونهيم ۽ اهو اهڙو ٻل مون ۾ ماس کائڻ ڪري پيدا ٿيو آهي. ٢١

مٿينءَ سڀ ڳالهه جو منهنجي من تي پورو پورو اثر ٿيو... آءٌ اهو سمجهڻ لڳس ته ماس آهار فائدي وارو آهي ۽ مان سگهو سبر ۽ جريت همٿ وارو ٿي تڏهن ٿي سگهندس، ۽ جيڪڏهن سارو ملڪ ماس خور بڻجي پوي ته پوءِ انگريزن کي جيتڻ مشڪل ڪينهي. ٢٢

جڏهن به لڪچوريءَ جي محفل ۾ دل پوري ڪرڻ جو موقعو ملندو هوم تڏهن گهر ۾ رسوئي ونڻ جو ته سوال ئي ڪونه ٿي اٿيو. منهنجي ماءُ سياويڪ کائڻ لاءِ چوندي هئي ۽ سبب پڇندي هيم ته چونه تو کائڻ چاهيان ٻر مان چوندو هئو سانس ته ”اڄ بک ڪانهيم، منهنجي هاضمي سان ڪا ويڌن ٿي ڏسجي“. اِهي بهانا بنائيندي وويڪ جا ويڌ به پوندا هئم ۽ ڄاڻم ٿي ته ڪوڙ ٿو ڳالهايان، سوئي ماتا سان،

اهو نه معلوم هيم ته جي منهنجي ماءُ پيءُ کي خبر پئجي
وڃي ته مان گوشت کائڻ لڳو آهيان، ته هنن کي سخت
صدمو رسندو. اها ڄاڻ منهنجي دل کي چوري رهي هئي.
تنهن ڪري پاڻکي چيم ته جيتوڻيڪ ماس ورتائڻ بلڪل
ضروري آهي، ۽ ديس ۾ کاڌ سڌارڪ ۾ سڌارا آڻڻ به اهڙوئي
لازمي، پر ٺڳڻ ۽ ماءُ پيءُ کي هن طرح دوکي ۾ رکڻ ۽
ساڻن ڪوڙ ٻولڻ، ماس نه کائڻ کان ئي بدتر آهي. گهٽ ۾
گهٽ سندن حياتي هوندي ماس ورتائڻ جو سوال اٿڻ ئي نه
کپي. هنن جي چالاڻي بعد جڏهن پاڻکي آزاد سمجهندس،
پوءِ کليو کلايو ماس آهاري ٿيس، تيستائين پرهيز ڪرڻ
ئي جڳائيم.
ان فيصلي جي پنهنجي دوست کي خبر ڏنم ۽ ان ڏهاڙي لاڳو
وري ماس کي هٿ نه لاتو اٿم. ٢٣

اهو بار مونکي ڪڙي گهري ولشاليه ۾ وٺي هليو. اڳوات ئي
سندس ڪا سٺ سٺيل هئي ۽ ضروري هدايت ڏيئي اندر
گهمائي چڙهائيم. منهنجي ٻارن بوليل پيسا به اڳيئي پري
چڙهيا هئائين. ان طرح ڪڪرم جي منهن ۾ اڄلجي پيس پر
پرماتما پنهنجي اڻس ديا دئاران مونکي پاڻ (پاپيءَ) کان
بچائي ورتو. الهيءَ بدڪيءَ جي آڏي ئي مان جسي اندر
۽ گنگو ٿڃي پيس. وٺيا جي پاسي ۾ سندس بستري ئي
وڃي ويٺس مگر زبان مان ڪجهه اڪلئي ڪين. سياڻيڪ
هوءَ بي صبر ئي ويئي ۽ مٿي ئي بدسخن ڳالهائي، منهنجي
بي عزتي ڪري مونکي دروازو ڏيکاريائين. مون ان وقت
ائين محسوس ڪيو ڄڻ ته منهنجي جوانمرديءَ کي ڪنهن
گهايو آهي ۽ پاڻ ته غيرت وڃان ڌرتي ڄاءِ ڏئيرا هوند
پيهي وڃان. پڪوان ڪئي مونکي بچائي ورتو تنهن لاءِ
ٿڏهان لاڪر سندس شڪرانا مڃيندو اچان. زندگيءَ ۾ اهڙي

نموني جا چار پيا ٻ واقعا ياد اٿم جڏهن گهڻو ڪر
پنهنجي ڪوشش بلڪ خوش قسمتيءَ ئي ٻچائي ورتو
توانس نيتي وگيان جي درشنيءَ کان اِهي سڀ واقعا اح
خطائون ڪري ليکڻ کپن ڇاڪاڻ ته نفساني خواهش ته
۾ اوس هئي جا ٻري ڪم ڪرڻ جي ٻرابرئي ڄاڻڻ کپ
ساڌارڻ ريت ته جيستائين انسان سرير سان پاپ جو ڪم
ڪيو آهي تيستائين هو پاپ کان ٻچيل ئي سمجهبو. مو
رڳو اُنهيءَ ئي ڀاؤ ۾ پاڻکي دوش کان ٻچيل ٿي سمجهيو.

اُسان مان هر ڪو ڄاڻي ٿو ته روڪڻ يا مقابلي ڪرڻ جي
باوجود، انسان اَڪثر ڀُلوين اگيان هارجي ٿو وڃي؛ اسين
اِهو ٻه ڄاڻون ٿا ته ايشوري شڪتي اَڪثر دخل ڏئي ٿي ۽
ماڻهوءَ جي ملين ٻڏي هوندي ٻه ڪيس ٻچائي ٿي وٺي. اِهو
سڀ ڪجهه ڪئن ٿو ٿئي — اِنسان ڪيتري قدر خود مختيار
آهي ۽ ڪيتري قدر حالتن جو قيدي ۽ ٻڌو ٻانهو — ڪيتري
قدر آزاد اِڇا شڪتي پنهنجو ڪم ٿي ڪري ۽ تقدير ڪئن ۽
ڪٿي ٿي اَچي نروار ٿئي — اِهو سڀ ڳجهارت آهي ۽
ڳجهارت ئي ٿي رهندي.



پنهنجي پتنيءَ سان منهنجي اَڻبڻت جا ڪي ڪارڻ هئا؛
اِنهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته اُنهن مان هڪڙو ڪارڻ هو منهنجي
اِنهيءَ يار جي صحبت. مان پتني ڀڳت ٻه هوس ته شڪي
ٻه؛ ۽ اهو منهنجو يار پتنيءَ بابت شڪن سنديءَ آڳ کي
ڀڙڪائيندو هئو. مون ڪڏهن ان دوست جي سچائيءَ ۾
گمان نه آندو؛ هنجي چئي لڳي پنهنجي ڌرمپتنيءَ کي اڪثر
دک پئي رسايم؛ ان هنسا لاءِ گنهگار بڻيس جنهن لاءِ مون
ڪڏهن ٻه پاڻکي معاف نه ڪيو آهي. شايد فقط هندو پتني ئي
اهي سختيون سهي سگهي ٿي؛ ۽ اِهوئي سبب آهي جو مان

هميشه ناريءَ کي سهڻ شيلتا جو سؤروپ ڪري مڃيندو آهيان. ۲۶

شڪ گمان سنڌي مرض جي جڙ ڏهن اکڙ جي ويئي جڏهن هو حالت ۾ لسبنت ۾ اهنسا جو گيان مولڪي نبو. لنهن کان پوءِ ئي برهمچاري جي مهما سمجهه ۾ آيم ۽ اُيڙو نمر ئه پتني، پتيءَ جي ڪا ٻڌي بانهي ڪاله آهي پر ساٿياڻي ۽ سهائڪ، ئه جڙو اينرو پر هوءِ پتيءَ جي مڙيئي سکن ڏکن ۾ هڪ سريکي ڀائيوار آهي — ۽ پتيءَ واڱر جهڙي وات وٽيس نسا ولڻ لاءِ آزاد آهي. اح ۾ جڏهن ڪڏهن اهو شڪ شه ۽ بدگمانيءَ وار و اولداهو سمو ياد ايندو اٿم، ئه پنهنجي مورکائيءَ ۽ ڪامي ڪٺورتا سببان پاڻ کان جنسي ڀيان ايندي اٿم ۽ پاڻ لي افسوس ڪائيندو آهيان جو اُنهيءَ پنهنجي دوست لي اُنڌو اوند و هوس. ۲۷

جهن يا ستين ورهين کان ولي ويهذي سورهين سال تائين مان اِسڪول ۾ پڙهيس جتي سواءِ ڌرم جي بيو سيڪي سکياسين. ايترو ضرور چولدس ئه پنهنجي اُستادن مان اهو ڪجهه پراپت ڪري ڪين سگهيس جو بنا سدن ڪنهن ڪوشش جي مولڪي هو سبڪاري سکهن ها. پر ڏهن ئه اوسي پاسي هتان هُتان هرهنڌان ڪجهريون ڳالهيون پرائيندو رهيس. ”ڌرم“ شبد مان لنگ پاؤ ۾ ئه بلڪ وڏيءَ وسيع معنيٰ ۾ ڪتب آڻي رهيو آهيان، جنهنجو ارٿ آهي آتم اُيڙو يا پنهنجي سؤروپ جو گيان. ۲۸

باقي هڪڙي ڳالهه جنهنجي پاڙ مون منجهه اندر پختي ٿي ويئي سا هئي اهو اعتقاد، ئه سداچار ئي سيني ڳالهين جو بڻ بنياد آهي، جنهنجو ستسار وراڻي آهي ستيه. هاڻي

منهنجو هڪڙوئي مقصد ٿيو سٺيو، جو روز بروز مقدار ۾ وڌندو ويو ۽ منهنجي اُن شبد جي وصف وياڪيا ۾ سدائين ويڪري وسيع ٿيندي رهي آهي. ٢٩

اَڇوتپڻو هندو ڌرم تي هڪ وڏي ۾ وڏو داغ ڪري مان ليکيندو آهيان. ائين ڪونهي ته ڪو اِهو ويچار ڏکڻ آفريڪا ۾ جڏ جهد واري سمي ۾ حاصل ڪيل ڪڙن آزمودن منجهان مونکي ذهن تي ويٺو. ڪنهن وقت مان ناستڪ هوس، سو اِن ڪارڻ اِهو خيال اُٿيو ٿيو، ائين ٻه نه آهي. ائين سمجهڻ ٻه اهڙوئي غلط آهي ته ڪو عيسائي مذهب جي ساهتيه جي اڀياس منجهان مون پنهنجا خيال ورتا ۽ اَپنايا آهن. اهي منهنجا ويچار اُن سمي ڪان گهڻو اڳ جا آهن جڏهن مان انجيل يا انجي پوئلڳن جو نه واقف هوس، نه مٿن موهت.

آءٌ ٻارهن ورهين جو مس هوس جو اِهو خيال شروع شروع ۾ منهنجي دل مان ڦٽي نڪتو. اُڪا نالي هڪڙو مهتر هوندو هئو اَڇوت جو اسانجي گهر جا ”جاء ضرور“ صاف ڪرڻ ايندو هئو. مان پنهنجي ماتا کان اڪثر ڪري پڇندو هوس ته هنکي ڇهڻ غلط ۽ ناجائز ڇو ٿو سمجهيو وڃي ۽ هنکي ڇهڻ کان مونکي منع ڇو ٿا ڪريو. جي اتفاق سان لڳندو هوس ته چوندا هئا ته پنج اِشناني ڪري ڇڏ. سياڻپ ڇيو مڃي ائين ڪندو ته هوس پر ساڳئي وقت ڪلي ڪلي اعتراض وٺندي چوندو هوس ته ڌرم ته اڇوتپڻو بحال نٿو ڪري ۽ ائين هوندو سو ناممڪن آهي. آءٌ مائٽن جو نهايت فرمانبردار ۽ ڇپيوان ٻار هوندو هوس؛ مائٽن لاء مان اَدب هوندي، جيتري قدر روا هئو اَڇوتپڻي جي ڳالهه تي اڪثر اُنڊ ۽ ڇڪريون کائيندو هوس. مان پنهنجي ماءُ کي ...و هوس ته تون بلڪل غلط آهين جو اُڪا (ڀنگيءَ) ... پاپ جهڙو ڪم ٿي سمجهين. ٣٠

مشهد ناريءَ کي سهڻ شيلتا جو سرور ب ڪري مجبور
ٿيا ن.    ٢٦

شڪ گمان سندي مرض جي جڙ ٿڌهن اڪرجي وڃي جلڌهن
ترحالعه ۽ لسبعه ۾ اٿيسا جو گيان مولڪي ٿيو. ليڃن ڪان
پوءِ لي پر شمچارڻ جي مهما سمجهه ۾ آيو ۽ اليوڪسر ڌ پتني، پتيءَ
جي ڪا هڏي ٻالهي ڪاڌ آهي پر سالاٿي ۽ سڃاڪي ڌ
جڙو اهترو پر شوءِ پتيءَ جي مڙهي سڪن ڏکن ۾ ٿڪ سوڪي
ڀاليوار آهي — ۽ پتيءَ والڪر جيڙي واٽ وٽيس سا ولڻا لاءِ
آزاد آهي. اڄ ٻه جڏهن ڪڏهن اهو شڪ شبه ۽ بدگماني
وارو اولداهو سمو ٻاڌ ايندو اٿر، ڌ پنهنجي موڪالي ۽ ڪامي
ڪلور تا سبان پاڻ کان جيسي پيان ايندي اٿر ۽ پاڻ لي
افسوس ڪاليندو آهيان جو اٿهيءَ پنهنجي دوسعه لي آلڌو
اولڌ ر هوس.    ٢٧

ڇهين يا ستين ورهين ڪان ولي وهندي سورهين سال تائين
مان اسڪول ۾ پڙهيس جتي سواءِ ڌرم جي سڀو سيکي
سکياسين. اهترو ضرور چوندس ڌ پنهنجي استادن مان اهو
ڪجهه پراپت ڪري ڪين سکيس جو ٻنا سندن ڪنهن
ڪوشش جي مولکي هو سيکاري سگهن ها. پر ٿڌهن ٻه
اوسي پاسي ڇتان ڦرهندان ڪيترين ڳالهين پرالبندو
رهيس. ”ڌرم“ شبد، مان لنگ ياز ۾ ڌ هلڪ وڏيءَ وسيع
معني ۾ ڪتب آڻي رهيو آهيان، جنهنجو اوت آهي آتم
اپيو يا پنهنجي سرور ب جو گيان.    ٢٨

ٻالي ڪڙي ڳالهه جنهنجي ٻاڙ مون منجهه اندر پختي لي
وڃي سا هئي اهو اعتقاد، ڌ سداچار لي سڀني ڳالهين ج
بنياد آهي، جنهنجو سڀ سار وراڻي آهي سچ. هاڻ

منهنجو هڪڙوئي مقصد ٿيو سنيم، جو روز بروز مقدار ۾ وڌندو ويو ۽ منهنجي اُن شبد جي وصف وياڪيا به سدائين ويڪري وسيع ٿيندي رهي آهي. ٢٩

اَڇوتپڻو هندو ڌرم تي هڪ وڏي ۾ وڏو داغ ڪري مان ليکيندو آهيان. ائين ڪونهي ته ڪو اِهو ويچار ڏکڻ آفريڪا ۾ جڏ جهد واري سمي ۾ حاصل ڪيل ڪڙن آزمودن منجهان مونکي ذهن تي وينو. ڪنهن وقت مان ناستڪ هوس، سو اِن ڪارڻ اِهو خيال اُتپن ٿيم، ائين به نه آهي. ائين سمجهڻ به اهڙوئي غلط آهي ته ڪو عيسائي مذهب جي ساهتيه جي اڀياس منجهان مون پنهنجا خيال ورتا ۽ اَپنايا آهن. اهي منهنجا ويچار اُن سمي کان گهڻو اڳ جا آهن جڏهن مان انجيل يا انجي پوئلڳن جو نه واقف هوس، نه مٿن موهت.
آءٌ بارهن ورهين جو مس هوس جو اِهو خيال شروع شروع ۾ منهنجي دل مان ڦٽي نڪتو. اُڪا نالي هڪڙو مهتر هوندو هئو اَڇوت جو اسانجي گهر جا "جاءِ ضرور" صاف ڪرڻ ايندو هئو. مان پنهنجي ماتا کان اڪثر ڪري پڇندو هوس ته هنکي ڇهڻ غلط ۽ ناجائز ڇو ٿو سمجهيو وڃي ۽ هنکي ڇهڻ کان مونکي منع ڇو ٿا ڪريو. جي اتفاق سان لڳندو هوس ته چوندا هئا ته پنج اِشناني ڪري ڇڏ. سياويڪ ڇيو مڃي ائين ڪندو ته هوس پر ساڳئي وقت کلي کلي اعتراض ونندي چوندو هوس ته ڌرم ته اڇوتپڻو بحال ٿٿو ڪري ۽ ائين هوندو سو ناممڪن آهي. آءٌ مائٽن جو نهايت فرمانبردار ۽ چئيوان بار هوندو هوس؛ مائٽن لاءِ مان اَدب هوندي، جيتري قدر روا هئو، اَڇوتپڻي جي ڳالهه تي اڪثر اَٽڪندو ۽ چڪريون کائيندو هوس. مان پنهنجي ماءُ کي صاف چوندو هوس ته تون بلڪل غلط آهين جو اُڪا (ڀنگيءَ) سان لڳڻ کي پاپ جهڙو ڪم ٿي سمجهين. ٣٠

١٨٨٧ع سال ۾ مون مئٽرڪيوليشن امتحان پاس ڪيو. ٣١

مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانپوءِ وڏن چاهيو ٿي ته مان مٿي ڪاليج
۾ پڙهان. ڀائونگر ۾ هڪڙو ڪاليج هو ۽ ٻيو بمبئي ۾ ؛
جتي ته ڀاؤنگر وارو ڪاليج سستو، گهٽ خرچ وارو هو، مون
فيصلو ڪيو ته اتي وڃي پڙهان ۽ اتان جي ساملداس ڪاليج
۾ داخل ٿيان. ويس ته سهين پر اتي پاڻکي بلڪل منجهيل
پاتير. سڀ ڪجهه ڪٺن پئي لڳم. ابياس ۾ چاهه وڌڻ ته
پري رهيو پر پروفيسرن جا ليڪچر سمجهه ۾ ئي نٿي آيا.
ڪو انهن جو دوش ڪونه هو جو ته ان ڪاليج جا پروفيسر
اول درجي جا ڳڻبا هئا. مگر مان بلڪل ڪچو هوس. پهرين
ٽرم جي آخر ۾ گهر موٽي آيس. ٣٢

هڪڙو سياڻو ودوان برهمڻ جو ڪٽنب جو پراڻو متر ۽
صلاحڪار هو... سو منهنجي ونڪيشن واري وقت ۾ اسان
کي ملڻ لاءِ آيو هو. منهنجي ماءُ ۽ وڏي ڀاءُ سان ڳالهه
ٻولهه ڪندي منهنجي پڙهڻ بابت پڇيائين؛ جڏهن ٻڌائين
ته مان ساملداس ڪاليج ۾ پڙهندو آهيان، تڏهن چوڻ لڳو:
'زمانو بدلجي ويو آهي... مان جڪر چاهيان ته ڪس انگلنڊ
موڪليو. منهنجو پٽ ڪيولرام چوندو آهي ته بئريسٽر ٿيڻ
تمام سولو آهي؛ ٽن سالن اندر موٽي ايندو ۽ خرچ به چئن
پنجن هزارن روپين کان مٿي نه ايندو. ذرا ان بئريسٽر جو
ويچار ڪيو جو تازو انگلنڊ کان موٽيو آهي. هن جي رهڻي
ڪهڙي نه اوچ درجي جي آهي! "ديوان" جو عهدو ته هن
لاءِ کليو رکيو آهي. منهنجي زوردار صلاح آهي ته هن سال
اندر ئي موهنداس کي انگلنڊ موڪلي ڏيو.' ٣٣

منهنجي ماءُ ڏاڍو منجهي پريشان ٿي... کيس ڪيئن ڇڏايو

هتي نوجوان انگلنڊ ۾ وڃي بگڙي خراب ٿي پوندا آهن.
ٻئي کنهن کان وزائي ٻڌو هئائين ته اُتي ماس ضرور ورتائيندا
۽ کنهن ٻئي چيو هوس ته شرابخوريءَ ڏاران رهي ڪين
سگهندا. موں کان پڇڻ لڳي ته اِنهن ڳالهين جو ڇا ٿيندو؟
مون چيس: ”امڙ، ڇا تنهنجو مون تي وشواس ڪونهي؟ مان
توسان ڪوڙ نه ڳالهائيندس. مان قسم ٿو کڻان ته اِنهن چيزن
مان ڪنهنکي به ڪين ڇهندس. جيڪڏهن اِهڙو ڪو ڀؤ
ڇوڪو هجي ها ته ٿون ياڻئين ٿي ته جوشي جي مونکي
وڃڻ جي صلاح ڏئي ها“ ... مون پرن ڪيو ته مان ماس،
شراب ۽ عورت کي ويجهو نه ويندس. وچن ڏنم تنهن ڪانپوءِ
ِمس وڃي منهنجي ماءُ مڃيو ۽ موڪل ڏنائين. ٣٤

لنڊن پڙهڻ لاءِ وڃڻ جو اِرادو سچ پچ ڪيو ويو تنهن کان
اڳ مون لنڊن وڃڻ جي، دل ئي دل ۾ هڪ ڳجهي رٿا
رٿي هئي ته پنهنجو حرص پورو ڪندس ۽ ڏسندس ته لنڊن
شهر ڪهڙو آهي. ٣٥

اَرڙهن ورهين جي عمر ۾ مان انگلنڊ ويو هوس ... سڀ
ڪجهه نئون ۽ عجيب پئي لڳم ــــ اُتيجا ماڻهو، اُنهن جي
رهڻي، بلڪ سندن گهر. انگريزي اُٿڻ وهڻ جي ريت انوسار
ڪئن ورتجي تنهن ۾ آءٌ بلڪل نول هئڻ سببان پهري سجاڳ
هوندو هوس. ٻيو واداري اهنج جيڪو هئو سو ويشنوپڻي
واريءَ پرتگيا جو هئو. ٻوجن ۾ جيڪي ملندو هوم سو ڦڪو
اَلوڻو هوندو هئو جنهن ۾ نه هئو لوڻ، نه ساءُ. تنهن ڪري
مان ٻن ٻاهين جي وچم اچي ڦاٿس. انگلنڊ مونکي ياءُ ئي
نه پيو پوي. هوڏانهن هندستان موٽي وڃڻ جو به ويچار ڪوند
هوم. هاڻي آيو آهيان سو ٽي سال ضرور پورا ڪرڻا اَٿم،
منهنجي اندرئين آواز اِهو اُتر ڏنم. ٣٦

منهنجي گهرڌياڻيءَ جا ته حوصلا ئي خطا ٿي ويندا هئا ۽ منهنجي پونديءَ جي ته منهنجي ڪاڏي لاءِ ڇا رڙائي.... منهنجو دوست[1]، ورڪ ورڪ با دليل بحث ڪري مونکي چوندو هئو ته گوشت کاءُ، مگر مان همسنه پنهنجي پون پاڻڻ وارو غذر ڏيندو هئوساڻس. ۽ پوءِ سالت کٽي ڪندو هوس.... هڪ ڏينهن اهو متر مونکي بينٿم (فيلسوف) جو ”لاڀ جو سڌانت“ پڙهي ٻڌائڻ لڳو. مان منجهي پيس جو ٻولي منهنجي سمجهه کان ٻاهر هئي. هو ڪولي سمجهائڻ لڳو. مون چيس: ”ڪرپا ڪري مونکي معاف ڪر؛ اهي ڳوڙهيون ڳالهيون منهنجي سمجهه کان زور آهن. مان قبول ٿو ڪريان ته ماس کائڻ ضروري آهي، مگر مان وچن ڀنگ ڪري نٿو سگهان؛ اڪي ان بابت ڪو بحث مباحثو ٿي ڪري سگهندس.“ ۳۷

هر روز ڏهه ٻارهن ميل ڪهي وڃي ڪنهن سستيءَ ريسٽورنٽ ۾ روٽي کائي پيٽ پريندو هوس، پر ڪڏهن به سنتوش ڪونه ٿيندو هوم. اٿين رلندي راندي هڪ ڏينهن فئرنگڊن گهٽيءَ ۾ هڪڙو ويشنو ريسٽورانٽ نظر چڙهي ويو؛ اُن تي نگاهه پوندي ئي اهڙائي خوشي ٿيم جهڙي ٻار کي هڪ دل گهري چيز ملڻ تي ٿيندي آهي؛ اندر گهڙڻ کان اڳ دروازي وٽ هڪ شيشي واريءَ دريءَ ۾ ڏيکارڻ لاءِ ڪي پستڪ وڪري جا ڏٺم جن ۾ ”سالٽ صاحب جو ويشنوپڻي تي حجاتو دليل“ نالي وارو هڪڙو پستڪ به هئو جو هڪ شلنگ ۾ ورتم ۽ سڌو ٿي سڌو ڀوڄن شالا ۾ گهڙي ويس؛ انگلنڊ اچڻ پڄاڻا هيءُ پهريون ئي ڀيرو هئو جو ڍؤ تي من ماني رسوئي کاڌم. ايشور منهنجي اڄي سهاءِ ٿيو.

. سالٽ صاحب وارو پستڪ منڍ کان پڇاڙيءَ تائين پڙهيم

---

[1] ۱. متر جنهن سان هو رچمانڊ شهر ۾ مهيني لاءِ رهيو هئو. چڙ.

۽ اُن کان نهايت متاثر ٿيس. مان دعويٰ سان چوندس ته مان پنهنجي خوشيءَ ويشنو اُنهيءَ ڏينهن کان وٺي ٿيس جنهن ڏينهن اِهو ڪتاب مطالع ڪيم ۽ اهو ڏينهن سچ پچ سڀاڳو سمجهيم جنهن ڏينهن ماتا اڳيان پرتگيا ڪئي هئم. ان ڪيل پرتگيا ۽ ستيہ خاطر ئي مان هيل تائين ماس آهار کان پري رهندو آيو هوس مگر ساڳئي وقت دلي مراد اِها هوندي هيم ته هرڪو هندواسي ماس کور هجي ۽ اُنهيءَ سمي لاءِ واجهائيندو رهيس جڏهن مان به آزاديءَ سان ۽ کليو کلايو ماس ورتائيندس ۽ ٻين کي به اِن پڪش ۾ پاڻ سان شريڪ ڪندس. ٻرهاڻي جو ويشنو پڻو اختيار ڪيو هوم سو اڳتي لاءِ اُن جو پرچار ۽ ڦهلاءُ منهنجو مقصد ٿي پيو. ٣٨

هڪ ڌرم بدلائيندڙ جو پنهنجي نئين عقيدي لاءِ اُتساه هميشه گهڻو وڌيڪ ٿيندو آهي بنسبت اُنهيءَ شخص کان جو جائي جم کان پنهنجي ڌرم ۾ اِستت آهي. ويشنوپڻو انگلنڊ لاءِ اُن وقت هڪ نئون پنت هئو، ۽ ساڳي طرح مون لاءِ، ڇاڪاڻ ته جنهن مٿي ڄاڻايو اٿم، مان پڪو يقين وارو ماس کور ئي هوس جڏهن انگلنڊ ويو هوس، البت دماغي ۽ ذهنيءَ طرح بدلجي ويشنو پڻو پوءِ اُپنايم. ويشنو آهار لاءِ هڪ نئو مريد واري شوق ۽ سرجوشيءَ سان، مون فيصلو ڪيو ته پنهنجي رهڻ واري پاڙي، بيزواٽر منجهه ويشنو آهار جي ڪلب کوليان. سر ايڊون آرنولڊ جو اُتي رهندو هئو تنهن کي اُن ڪلب جو اُپ پرڌان ٿيڻ جي آڇ ڪيم، ڊاڪٽر اولڊ فيلڊ جو ”ويشنو“ نالي واري نڪرندڙ پترڪا جو سمپادڪ هئو سو پرڌان ٿيو، ۽ آءٌ ٿيس منتري. ٣٩

مان اُن ويشنو آهار سوسائٽيءَ جي ڪاروباري ڪميٽيءَ تي پڻ چونڊيس ۽ ڪا هڪڙي به ميٽنگ ڪين گسايم مگر جڏهن

ته زبان تي مهر لڳل هوندي هير... اُهين ته هو ته ڪو ڳالهائڻ تي دل ته سوڪندي هير مگر منهنجي پوندو هوس ته جا ڳالهايان ۽ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪهڙيءَ طرح ڪريان... انگلينڊ ۾ جو وقت هوس اهو حجاب منهنجو ڪين لٿو. پنگت ۾ ڪنهن ملاقات تي ته جي ويندو هوس ۽ اُتي رڳو ڇهه اُهه ماڻهو مڙيل هوندا هئا ته به زبان لڳي ويندي هئم. ٤٠

ايترو جو ڊس ته منهنجي لچاري سياڻي جي ڪري ڪن ڪٺي بعضي مون تي ڪليو به هوندو ۽ مونکي اُن ڪري ڪڏهن ڪو هرج ڪونه رسيو. حقيقت ۾ پاليان ٿو ته اهو سنڪوچ پاڻ مون لاءِ فائديمند ٿيو آهي. ڳالهائڻ ۾ هيڪ جنهن تي ڪنهن وقت خشي ٿيندو هوس سا هاڻي خوشيءَ جهڙي ڳالهه ٿو سمجهان. ان ڪري وڏي ۾ وڏو لاڀ اهو ٿيو اٿم جو لفظن جو صرفو سڪيو آهيان. ٤١

١٨٩٠ع سال ۾ پئرس ۾ هڪڙو شاهي نمائش ٿيو هو جنهنجي لئي جوڙي مڪمل تياريءَ بابت پڙهيو هوم ۽ پئرس ڏسڻ لئي به ڏاڍي دل هير سو سوچير ته ايڪ پند دو ڪارج جو ته ڪريان ۽ نمائش جي موقعي تي اُتي وڃان. پردرشنيءَ ۾ خاص ڪشش جهڙي چيز هئي ايفل منارو جو هڪ هزار فوٽ اُتاهون ۽ سچوئي لوه جو جوڙيل هئو. السد بيون ته ڪيترپون دلچسپ ڳالهيون هيون مگر اهو منارو مکيه چيز هئو خاص ڪري اِنهيءَ لحاظ کان جو اُن وقت تائين اِلين مڃيو ويندو هو ته ايڏيءَ اوچائيءَ واري اڏاوت سلامتيءَ سان ڪڙي نٿي ٿي سگهي. ٤٢

١- نماءُ جو ٻيو ڪجهه ياد ڪونه اٿم سواءِ اُنجي ته پسارو ٻ هئو جنهن ۾ ين ين گوناگوني پداوت موجود هئا.

باقي ايفل مناري جي سا چٽي يادگيري اٿم جو ته ٻه ٽي
پيرا اُتس چڙهيو هوس. مناري جي پهرئين طبقي تي هڪڙي
ريسٽارنٽ هئي جتي سيا سارا ست شلنگ ڪاڏي تي اجايا
وڃايا هئم. فقط انهيءَ لاءِ ته قسم ڪڻڻ جهڙو ٿيان ته ايڏي
اوچائيءَ تي مون به مانجهاندو يا پيهريءَ جو ناشتو ڪيو هئو.
پئرس جون ٻيون گرجائون اجا ياد اٿم؛ تن جو نالو
۽ شان ۽ شالت ميءِ وايومنڊل وسرڻ جا نه آهن. ناٽر ڊيم
جي حيرت انگيز اڏاوت ۽ انهي اندرئين اندر جي باريڪ
سندر سنگتراشيءَ واري سجاوت وسرڻ مشڪل آهي. اُن
وقت ائين ئي محسوس ٿيو هوم ته جن انهن ايشوري شاهي
ديوالين تي لک خرچيا آهن تنکي دلين اندر پريوءَ لاءِ
پريم ضرور هوندو.



ايفل مناري بابت ٻه اکر چوندس. چٽي نٿو سگهان ته اڄ
اِن مان کهڙو ڪارج سرندو هوندو پر ان وقت گهٽڻ انهي
گهٽائي پئي ڪئي ته ڪن واڪاڻ. مونکي ياد ٿو اچي ته
ن انجو قدر پئي گهٽايو تن منجهان مکيه ماڻهو ٽالسٽاءِ هئو.
نجو چوڻ هو ته ايفل منارو اِنسان جي اياڻپ جو يادگار
ي نه ڪ هنجي سياڻپ جو. هنجو دليل هئو ته تماڪ
يني نشيذار چيزن منجهه بدترين نشو آهي جا لاءِ جو
ڪ چڪڻ جو علتي اُهي اُهي گناه ڪرڻ لاءِ چڪجي ۽
صنجي ٿو جنجي ڪرڻ لاءِ هڪ شرابي ڪڏهن به ساهس
ڪندو. شراب ماڻهوءَ کي پاگل ٿو بڻائي مگر تماڪ هنجو
ب ۽ بڌي گم ڪيو ڇڏي جنهن ڪري هو هوائي قلعا
ڏي. اِهڙي ئي اثر هيٺ هڪڙي ماڻهوءَ جي رچنائن
ان هئو اِهو ايفل منارو، جنهن ۾ ڪا ڪلا، ڪا ڪاريگري
بيٺي ڪاڻ. ائين به ڪين چٽي سگهبو ته اِن مناري
جي ڪنهن به طرح ڪا سونهن سوڀيا سچ پچ ...

هئي. ماڻهو مڙلڊا هئا اُهي ڏيدار لاءِ ۽ مٿس جرڻي ويندا
هئا ڇا لاءِ جو هڪ نئين ڳالهه هئي ۽ طول شڪر ۾ ڀڪالو
ناللاط. اهو منارو لماءِ جو گويا هڪ رولشو راللايڪو لي
پيو هئو. جيئين اسين ڀالڪ آهيون، ليسين راللايڪن ڏالهن
ڇڪجون ٿا. هن لوهي مناري ۾ ان حنبشه کي اڳرڀيءِ
سڌ لي ڪم ته اسين مڙني ٻار آهيون جي ڪرڏن ۽ ڪالي
ڪچ لي موهجبو وجون. انهن منارو آڏ ڀيدڙ ۾ اڻڙي مطلب
سڌ ڪرڻ جي دعوئل رکندو هولدو. ٤٤

مون پنهنجا امتحان پاس ڪري ورتا ۽ ١٨٩١ع سال جي جون
مهني جي ڏهين تاريخ ٻئرسٽريءِ جي سند حاصل ڪم
۽ ٻارهينءِ تاريخ يعني ٻئي ڏينهاڙي هاءِ ڪورٽ جي باداشه
۾ نالو داخل ڪيائون. ٻارهينءِ تاريخ مان سمنڊ جي رستي
وطن ورپس. ٤٥

منهنجي وڏي ڀاءُ کي مون ۾ وڏيون اميدون هيون. ڏن
دولت، نانءُ ناموس لاءِ اُجا هن ۾ ٻوڻل هولدي هئي. وڏي،
دل وارو هئو، اُدارتا ۾ وقتي حد ته ٿي ويندو هئو، وڻ
جو سڀاءُ جو سڌو ساده هو سو ڳهڻالي دوست ونس اچي مڙلڊا
هئا. اُنهنجي معرفت اُميد هئس ته مولکي جام ڪيس (مقدما)
ولي ڏيندو. هو سمجهي ويٺو هئو ته منهنجي وڪالت جو
ڏندو زور سان هلندو ۽ اُنهيءَ اُميد ۾ گهرو خرچ ڳالهي ڳکو
لڳ لڳو لنهنجو سالڪو ڪرڻ ڪيائين ۽ هوڏانهن ڏندو منهنجو
سلو هلي لئهن لاءِ اڳواٽ ميدان تيار ڪرڻ ۾ به ڪم ڪاڏ
جڏي هتائين. ٤٦

مگر ٻمٽي ۾ جئن ٻنهن مهينن کان وڌيڪ ٽڪڻ مون لاءِ
ناممڪن هئو، سو ڏندو ٻئي ڏاهو حيون جي ٻوراليءَ لاءِ
اُميد اڀري هلي ڪاڏ.

منهنجي جيوت جو آرنڀ اِجهو ائين ٿيو. بئريسٽريءَ جو پيشو جنهن چالو ڪرڻ لاءِ هليو پئي مونکي سنئون نه لڳو، اُن ۾ هو ڏيکاءُ گهڻو، ڄاڻ ٿوري. مونکي ائين محسوس پئي ٿيو ڄڻ ته منهنجو ذميواريءَ جو احساس مونکي چٿاڙي رهيو هئو. ٤٧

نااميد ٿي بمبئي ڇڏيم ۽ راجڪوٽ آيس جتي پنهنجي خالي آفيس کوليم. هتي منهنجو گذر چڱو موچارو ٿيندو هئو. درخواستن ۽ عريضن جي مسودن لکي تيار ڪرڻ مان ئي سراسري ٽي سؤ روپيه درماه ڪمائيندو هوس. ٤٨

تنهن وچ پوربندر جي هڪ ميمڻ فرم (ڪوٺيءَ) وارن وٽان منهنجي ڀاءُ کي هيٺين آڇ لکجي آئي: "ڏکڻ آفريڪا ۾ اسانجو ڌندو ٿو هلي جتي وڏي فرم آهيون ۽ اسانجو هڪ زبردست مقدمو گهڻي وقت کان ڪورٽ ۾ هلندڙ آهي: چاليهن هزارن پائونڊن جي دعويٰ ڪئي اٿئون. بهترين بئريسٽرن ۽ وڪيلن جون خدمتون حاصل ڪري چڪا آهيون: جيڪڏهن اوهين پنهنجي ڀاءُ کي موڪلي ڏيندؤ ته هو هت نه فقط اسان لاءِ پر پنهنجي ليکي به ڪارائتو ٿيندو. اسانجي وڪيل کي هو اسان کان بهتر نموني حقيقت سلجهائي سمجهائي سگهندو، اُن سواءِ دنيا جي هڪ نئين ڀاڱي کي ڏسڻ جو موقعو پڻ ملندس ۽ نون واقفڪارن سان ڄاڻ سڃاڻ به ٿيندس." ٤٩

تنهن جو مطلب هئو ته آءٌ بئريسٽر جي حيثيت ۾ اُتي ڪونه ٿي ويس بلڪ فرم جو ملازم ٿي. مگر ڪنهن به هندستان ڇڏي وڃڻ چاهيم ٿي، نئين ملڪ ڏسڻ جو هرکائيندڙ وجهه به ملي وير ۽ پڻ نون آزمودن پرائڻ جو. اِهو پڻ سوچيم ته پنهنجي ڀاءُ کي اُتان هڪ سؤ پنج پائونڊ موڪلي گهرو خرچ ۾ مدد ڏيئي سگهندس، سو ڪنهن به ريڙه پيڙه کانسواءِ اها آڇ ڪئي قبوليم ۽ ڏکڻ آفريڪا اُسهڻ لاءِ تيار ٿيس. ٥٠

ڏکڻ آفريڪا وڃڻ ويل وڇوڙي جو اهو درد معلوم ڪونه ڪيم
جو انگلنڊ اسڻ وقت محسوس ڪيو هوم. ماتا ۽ پتاري ته
گذاري ويٺي هئي. وڏي ڳالهه ته دنيا جو ۽ سمنڊ پار سفر
جو ڪافي علم آزمودو به حاصل ٿيو ۽ پڻ راجڪوٽ کان
بمبئي وڃڻ ته جهڙي ننڍڙي ڳالهه هئي.

هاڻي هن دفعي پنهنجي پتنيءَ کان جدائيءَ جو درد جاڳي ستائي
رهيو هيو. انگلنڊ کان موٽڻ بعد ٻيو ٻار به پيدا ٿي چڪو هيو.
اسان اڃا ڪين ٿي ڇٽي سگهياسين ته ڪو اهاڻو پيار
ڪام چيشٽا کان آجو آزاد هيو. البت آهستي آهستي ان ۾ پورتا
اچي رهي هئي. يورپ کان موٽڻ پڇاڙي ٻارن ۾ گڏ تمام ٿورو
رهيا هئاسين ۽ جنن ته هاڻي آءٌ سندس سبڪار بندڙ پڻ ٿيو
هوس، جاهي وقتي بپرواهه به ڪٿي هوندو هوس، تڏهن به
ڪي سڌارا ڪرڻ ۾ سندس واهرو هوس، ان ڪري اسان
ٻنهي ويجهڪ وقت گڏ رهڻ جي ضرورت پئي محسوس ڪئي
ٻيو ته ته سڌاري جي ڪار به کي چالو رکڻ خاطر. مگر ڏکڻ
آفريڪا جي ڪشش مسان جدائي سهڻي پئي: ٥١

نٽال جو بندر ڊربن آهي جنهن کي پورٽ نٽال به چون.
عبدالله سيٺ مونکي وٺڻ آيو هيو. جنهن ٿي جهاز ڌڪي سان
لڳو ۽ ماڻهن ڏاڪڻن تي لهارا جي جهاز تي پنهنجي مترن
کي وٺڻ آيا هئا، ته مونکي ڏسڻ ۾ آيو ته هندواسين جي
هتي گهٽي آبروءَ ڪانه هئي. عبدالله سيٺ جي جاڻن سڃاڻن
وڏ ماڻهيءَ جو دم رکندي جنهن نه لڳ سان سانس ورتا هئا تي
ڪجهو سو منهنجي نگاهه کان لڪي نه سگهيو ۽ ان مونکي
نهايت رنج رسايو. عبدالله سيٺ ته اهڙي ورتاءَ تي هري واو
هيو. مون ڏانهن به ماڻهن ڪي قدر حيرانيءَ ۽ هرکو وجهان
پئي نهاريو جو پوشاڪ ۾ مان ٻين هندواسين کان نيارو پئي
لڳس. لنو ڪوٽ ۽ پگڙي پهريل هيم. ٥٢

أتي پهچڻ پڄاڻا ٻئي ڪي اُنهن ڏينهن سيٽ مونکي در
جي ڪورٽ ڏيکارڻ وٺي هليو جتي ڪيترن ئي ماڻهن س
واقفيت ڪرايائين ۽ پنهنجي وڪيل جي پر ۾ آڻي وهاريائي
مئجسٽريٽ مون ڏانهن گهور ڪري نهاريندو رهيو ۽ آ
چيائين ته پڳڙي لاهي ڇڏ. مون ائين ڪرڻ کان انڪار ڪ
۽ ڪورٽ ڇڏي هليو ويس.

٥٣

أتي آئي پڄاڻا ستين يا اُٺين ڏينهن دربن ڇڏي آءٌ پريٽوريا
هليو ويس. ريل ۾ فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ مون لاءِ ورتي ويئي
هئي... گاڏي مارزبرگ (نيٽال جي راڄڌاني) ۾ نوين بجي رات
جو پهتي. هن اسٽيشن تي رات لاءِ هنڌ بسترا پهچائي ڏنا
ويندا هئا. هڪڙو ريلوي نوڪر آيو ۽ اچي پڇائينم ته اوهان
کي بسترو کپي ڇا. مون چيس، ”نه، مونکي پنهنجو آهي“،
جنهن تي هو هليو ويو. مگر اُتي ئي هڪڙو مسافر اچي چڙهيو
۽ مون ڏانهن خوب چتائي نهارڻ لڳو؛ هن ڏٺو ته مان ’ڪالا‘
آدمي هوس؛ ان ڪري هو پريشان ٿيو. جهٽ لهي ساڻ
هڪ ٻه ريلوي عملدار وٺي آيو. سڀ شانت رهيا مگر ٻيو هڪ
عملدار آيو ۽ مون وٽ اچي چيائين، ”هليا اچو، اوهانکي
پوئين گاڏي ۾ چڙهڻو پوندو.“

”پر مونکي ته فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ آهي“ مون وراڻيو.

”سو ڇا.“ ٻئي اُتر ڏنو، ”چوانءِ ٿو اوهين پوئين گاڏي
۾ وڃي ويهو.“

”مان ٻڌايانو ٿو ته دربن ۾ مونکي هن گاڏي ۾ چڙهڻ
ي اجازت مليل آهي ۽ مان ضرور انهيءَ ۾ ئي ويندس.“

”نه، اوهين نٿا وڃي سگهو“ عملدار چوڻ لڳو، ”هن
ي مان لهڻو پوندو، نه ته مان پوليس سپاهيءَ کي سڏيندس
ڏکي باهر ڪڍندو.“

”اوهان کي جيڪي وڻي سو ڪريو. مان پاڻمرادو ڪنهن
ڪان انڪار نٿو ڪريان.“

پوليس وارو آيو ۽ مونکي هٿ کان وٺي ٻاهر نيڪالي
ڏنائين؛ منهنجو سامان نه ٻاهر ڪڍيو ويو. مون پڻ گاڏي
۾ وڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ گاڏي هلي وئي. مان
ويٽنگ روم ۾ وڃي ويٺس ۽ فقط هڪ ننڍو ٿيلهو پاڻ سان
گڏ اندر کڻي آيس، باقي سامان اُتي پيو رهيو جتي پيو
هوم جو ريلوي اسٽيشن وارن پنهنجي حوالي ڪري رکيو.

سيارو هئو ۽ ڏکڻ آفريڪا جي اُتاهين تي سيارو سخت
لڳندو آهي. مارزبرگ هوندي به اوچائيءَ تي آهي ۽ هتي ٿڌ
ڪري اُتي ڏاڍي غضب جي ٿڌي پئي. منهنجو اوورڪوٽ
به سامان اندر بند هئو. اٿو ڪپڙي وٺڻ جي همت ڪانه
ٿي. متان وري بي عزتي ٿيان، سو ويهي رهيس ۽ سيءَ ۾
ڏڪيس پئي؛ ڪمري ۾ روشني به ڪانه هئي. اڌ رات
ڌاري هڪڙو مسافر اندر آيو ۽ شايد مون سان ڳالهائڻ ٿي
چاهيائين مگر منهنجو ڳالهائڻ لي من ور ٻولي ٿي.

مان پنهنجي فرض ادائيءَ لي ويچار ڪرڻ لڳس ۽ مان
پنهنجي اڌڪارن لاءِ لڙان يا واپس هندوستان وران، يا بي عزتي
جي واقعي جو سانگو يا ويچار نه ڪري پريٽوريا پهچان ۽ اتي
ڪيس پورو ڪري پوءِ هندوستان ڏانهن موٽان؟ پنهنجي
ذمواري نڀائڻ کانسواءِ لي الٽي پنهنجي ديس واپس ورڻ
ڪانئرپڻي جو ڪم ٿيندو. هيڪا سختي سهڻي لي پيم سا
ماڳ جڙيڪ ۽ معمولي هئي — فقط رنگ جي بيماري واري ڪري
مرض جو چهنو. مون لي سگهي نه جڙ ان روڳ جي پاڙ
پٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ اهڙي ڪارروائي جي دوران ۾
سختيون سهان. البت جيترين اهڙين بيماري لاءِ فقط اوتري قدر
داد گهران جيتري قدر رنگ جي بيماري واري ڪنهن دفع
ڪرڻ لاءِ هجي.

تنهنڪري پريٽوريا ڏانهن ويندڙ ٻيءَ هٿ وسي
گاڏيءَ ۾ وڃڻ جو فيصلو ڪيم. ۵۴

پهريون قدم جو مون کنيو سو اهو هئو جو پريٽوريا ۾ س
هندواسين جو هڪ ميڙ سڏايم جنهن ۾ ٽرانسوال اندر س
حالت جي تصوير اڳيان رکي مان. ۵۵

نهيءَ ميڙ ۾ منهنجي ڪيل تقرير ڪٿي چئجي ته عام خ
ٻيان منهنجي زندگيءَ ۾ پهرين تقرير هئي. مان پنهنجي وش
جي ڇڳيري تياري ڪري ويو هوس جا هئي وڻج واپ
۾ سچائيءَ سان هلڻ بابت. مان هميشه واپارين کان ٻڌند
هوس ته ڏنڌي ۾ سچائي ممڪن نه آهي. مگر مان ائير
ڪين سمجهندو هوس، نڪي هينئر به ائين ٿو مڃان. هاڻي
به واپاري دوست اٿم جي اِنهيءَ ڳالهه تي زور ڏيندا آهن
ته واپار ۽ سچائيءَ جو پاڻ ۾ ڪوڙوئي نٿو لڳي. هو چوندا آهن
ته ڏنڌو واپار وهنواري ڪم آهي ۽ هو ڏانهن سنيه، ڌرم
مارڳ جي راه آهي ۽ هو دليل ڪندا آهن ته وهنواري ڪم
هڪڙي ڳالهه آهي ته ڌرم بلڪل ٻي. هنن جو پڪو رايو آهي
ته ڏنڌي ۾ خالص سچ اسنڀو آهي جنهن جو ذڪر ڪرڻ ئي
بيسود آهي، ۽ سچ ڳالهائجي جتي نهي ۽ نهڪي اچي. مون
پنهنجي تقرير جي دوران ۾ اِنهي نقطي نگاهه تي زوردار
حجت اُٿاري ۽ واپارين منجهه پنهنجي فرض ادائيءَ جو
احساس جاڳايو جو ٻٽو يا به پڪشو چئجي. سچيار رهڻ جي
ذميواري هڪ ڌاريئي ديس ۾ تهائين وڌيڪ ۽ وڏي سمجهڻ
گهرجي ڇالاءِ جو ڳاڻ ڳٿين هندواسين جي چال چلگت پاڻ
جهڙن لکها وطنين جي حال چال جو پيمانو ٻڻجي پوندي. ۵۶

فوٽ پاٿريءَ يا پيادا پٽ تان هلڻ جي باري ۾ اُتي جيڪو

چڏيو آهي ته ڪنهن به شخصي اُهنج ايذاءَ لاءِ ڪورٽ
دانهين نه ويندو آهيان. تنهن ڪري هن حالت ۾ ٻڻ قاعدي
جي ڪارروائي ڪرڻ جو ارادو ڪونه اٿم.“
٥٧

مٿيئن واقعي هندوستاني ٻئنڪ واسين لاءِ منهنجي ويدنا وڌائي
ڇڏي... ان ڪري اُنهن جي دکي حالت بابت گهڻو اپياس
ڪيم، نه ڇڙو اخبارن ۾ پڙهندي ۽ ٻڌندي، پر شخصي آزمودن
وسيلي به. مونکي ڏسڻ ۾ آيو ته ڏکڻ آفريڪا ديس ڪنهن
به سؤمان پسند هندواسيءَ جي رهڻ جوڳو ڪين هئو. منهنجو
من تنهن ڪري ڏن بڏن وڌيڪ ان سوال جي ويچار ڪي لڳو
رهيو ته اِهي حالتون ڪيئن سڌرن.
٥٨

پريٽوريا ۾ جيڪو هڪڙو سال رهيس تنهن ۾ پنهنجي زندگيءَ
جو هڪڙو نهايت اَمل آزمودو پرايم. هتي ئي عام اُپڪار لاءِ
ڪم سکڻ جا وجهه مليم ۽ اُن ڪم لاءِ مان پنهنجي لائقي ۽
لياقت جي ٻڻ ڪٿ ڪري سگهيس. هتي ئي منهنجي اندر
جي ڌرمي ڀاوَ زنده شڪتيءَ جي صورت ورتي ۽ هتي وڪالت
جي ڌنڌي ۾ ٻڻ سچي ۽ چڱي ڄاڻ پرايم.
٥٩

مونکي اِهو اَنڀؤ ٿيو ته وڪيل جو صحيح ڪرتب اِهو آهي
...ل ٿي پٽر ٿي ليڪي جيان اهڙو اُڪري ويو جو ويهن ورهين
قتل ڌرين کي پاڻ ۾ ملائي ٺاهه ڪرائي. اِهو سبق منهنجي
...ب وڪالت واري عرصي ۾ منهنجي وقت جو وڏو حصو
...ين ڪيسن ۾ خانگيءَ طرح ٺاهه ڪرائڻ ۾ ئي نبريو.
...يءَ ڪري مون کي ڪين وڃايو— پئسو نه نه؛ آتما نه
... نه.
٦٠

... جي صاف ۽ سچي مراد سدائين پوري ٿيندي آهي.
...جي آزمودي مان مون گهڻو ڪري ڏٺو آهي ... .

صحيح ۽ سچو اڪرندو آهي. منهنجي دل ۾ خواهش اڃا
پئي رهي آهي ته غريبن جي سيوا ڪريان جنهن ڪري ٿي
غريبن وٽ وڃي ساڻن گڏ رهي ۽ انهن سان انهن جهڙو ٿي
سگهيو آهيان. ٦١

وڪالت شروع ڪندي اڃا ٽي يا چار مهينا مس ٿيا هئم
۽ ڪانگريس[1] به اڃا ٻالپڻ ۾ هئي جو (هڪ ڏينهن) هڪڙو
تامل ڪُلي ڦاٽل ڪپڙن ۾، پٽڪو هٿ ۾، مهڙ وارا ٻه
ڏند ڀڳل، وات رت لڙندو ڏڪندو ۽ رُئندو منهنجي اڳيان
اچي بيٺو. سندس گوري مالڪ مٿس سخت مارڪٽ ڪئي
هئي. منهنجو ڪلارڪ به تامل واسي هئو تنهن موڪلي هن
بابت سموري حقيقت سڻائي؛ بالاسندرم ان مظلوم ملاڪيءَ
جو نالو هئو جنهن ڊربن جي هڪ ٻرسڻ يورپين رهواسيءَ
وٽ اقرارنامو لکائي نوڪري پئي ڪئي. سندس مالڪ سائس
ڪاوڙيو هئو ۽ غصي ۾ اچي خود ضابطو وڃائي ويٺو ۽ نوڪر
بالاسندرم کي سخت مار ڏني هئائين جنهن ۾ هن جا ٻه ڏند
به ڀڄي پيا هئا.

مون هن کي ڊاڪٽر ڏانهن موڪليو. انهن ڏينهن ۾ فقط
گورا ڊاڪٽر ئي موجود هئا. مونکي ڊاڪٽر کان سرٽيفڪيٽ
کپندو هئو ته بالاسندرم کي ڪهڙي قسم جو ايذاءُ رسيو هئو.
مونکي سرٽيفڪيٽ ملي ويو ۽ انهيءَ دم زخمي ماڻهوءَ کي
ماجسٽريٽ وٽ وٺي ويس جنهن اڳيان سندس قسمنامو به
پيش ڪيم. ماجسٽريٽ ڪاغذ پڙهي غصي ۾ ڀرجي ويو ۽
ڌڻيءَ لاءِ سمن جاري ڪيائين. ٦٢

بالاسندرم جي ڪيس جو هر ڪنهن اقراري پورهيت ٻڌو

---

[1] نتال قاعدي ساز اسيمبليءَ ۾ هندواسين کان ووٽ جو حق کسڻ لاءِ جيڪو بل پيش ڪيل هئو تنهنجي خلاف ڏنڊ [illegible] نتال انڊين ڪانگريس ٻرپا ڪئي هئي.

هئو؛ اقراري مزدور مونکي پنهنجو سچڻ ڪري ميڙ لڳا.
مون انهيءَ ناتي جي خوشيءَ سان آجيان ڪئي؛ منهنجي
دفتر ۾ اصل باقاعدي شاهي قطار اقراري پورهيتن جي لڳڻ
شروع ٿي ويئي ۽ مونکي به انهنجي دک سک ڄاڻڻ جو
بهترين موقعو ملي ويو. ٦٣

پنهنجن همجنس پاڻن جي ذليل بڻجڻ تي ڪئن ڪي انسان
اُن ۾ پنهنجو ناموس ۽ وڏائي ٿا سمجهن سو مون لاءِ هميشهه
هڪڙو راز بڻي رهيو آهي. ٦٤

مون ڏنو ته مان جاتي سيوا ۾ سراسر مگهن ٿي ويو آهيان
جنهنجو ڪارڻ اِهو هئو جو مون منجهه آتم آليو لاءِ خواهش
اُتپن ٿي هئي. مون سيوا ڌرم اپنايو هو ڇا لاءِ ته پريوءَ جي
پراپتي سيوا دئاران ئي ٿي سگهندي ۽ اها سيوا مون لاءِ ڀارت
جي ئي سيوا هئي جا رڳي گهري، رڳي طلبي ملي ويئي، البت
تنهن لاءِ رُچي به هئم. مان ڏکڻ آفريڪا ڏانهن ويو هوس
سئر سفر لاءِ، ڪاٺياواڙ جي منصوبن کان ڇوٽڪاري پائڻ ڪاڻ
۽ پنهنجي آجيوڪا هٿ ڪرڻ خاطر؛ مگر جئن مون متي
چيو آهي، مون پاڻکي ايشور جي کوج ۾ لڳل ۽ پنهنجي پاڻ
سڃاڻڻ لاءِ مٿو هڻندو ڏنو. ٦٥

مشڪل سان ڪڏهن ڪئي ڪو اهڙو ماڻهو مليو هوندم جو
برطانوي وڌان سان اهڙو وفادار هوندو جهڙو آءٌ هوس. هينئر
ٿي ڄاڻ پويم ته منهنجو سچيه لاءِ پيار ئي انهيءَ راج ڀڳتيءَ جو
بنياد هئو. مون لاءِ ڪڏهن به ممڪن نه ٿيو آهي جو وفاداري
ته ڇا، ٻي ڪنهن به سدگڻ جو سانگ رچايان. نيٽال
۾ هرهڪ ميٽنگ جنهن ۾ آءٌ حاضر هوندو هوس، انگلنڊ
جو قومي گيت ڳايو ويندو هئو. مونکي تڏهن خيال ايندو
هئو ته ڳائڻ ۾ مان به شريڪ ٿيان؛ نه ته ڪو انگريزي راج

حي عيبن اوڻاين کان اڻ واقف هوس ۽ منهنجو خيال هئو ته
اهو راڄ لٽي ڦٽي قبولڻ جوڳو آهي. انهن ڏينهن ۾ مان پابندو
هوس ته برطانوي راڄ، سڀ ڳالهيون ڳڻي، رعيت لاءِ مفيد لي
سمجهڻ کپي.

رنگ ڀيد وارو ڪتر جو ڏکڻ آفريڪا ۾ ڏسڻ ۾ آيو سو
مون سمجهيو ته برطانوي روايتن جي بلڪل ورد آهي ۽
ائين وسهڻ لڳس ته اهو ڪتر مڪاني ۽ عارضي هئو. تنهن
ڪري مان بادشاه سان وفادار رهڻ ۾ انگريزن سان ريس
ڪرڻ لڳس. سچيت اور چائيءَ سان انهيءَ قومي گيت جو
سر سکي ورتم ۽ جڏهن به اهو ڳائيندا هئا، تڏهن مان به
ڳائڻ ۾ شامل ٿيندو هئو سان. راڄ ڀڳتيءَ جي اظهار لاءِ جڏهن
به ڪو موقع ملندو هئو ته بنا ڪنهن گوڙ شور يا ڏيکاءَ جي
خوشيءَ سان اُن ۾ ڀاڱو وٺندو هوس.

زندگيءَ ۾ ڪڏهن به مون اُن وفاداريءَ جو غير واجبي
فائدو نه ورتو، انهيءَ ذريعي ڪڏهن به خود غرضيءَ وچان
ڪو مطلب نه سڌ ڪرڻ چاهيم. وفاداري مون لاءِ گهڻي
ڀاڱي هڪڙي قسم جي فرض ادائي هوندي هئي جا مان
ڪنهن به اجر عوضي ملڻ جي اميد کانسواءِ بجاءِ آڻيندو
هوس. ٦٦

حبل ثانين ڏکڻ آفريڪا ۾ آئي ٿي ورهيه ٿيا هئم، مان ۽
انهيءَ ماڻهو هڪ ٻئي سان چڱا واقف ٿي ويا هئاسين.
١٨٩٦ع سال ۾ ڇهن مهينن لاءِ گهر وڃڻ جي اجازت ورتير
ڇو ته ڏٺر ته اُتي گهڻو وقت رهڻو پوندم. وڪالت جو ڌنڌو
به منهنجو چڱوني هلي جمي ويو هئو ۽ سڀي ڪري ويو
هوس ته ماڻهن منهنجي اُتي هجڻ جي ضرورت محسوس
ٿي ڪئي. تنهنڪري وطن وڃڻ لاءِ دل ٻڌم ته موٽي
پتنيءَ ۽ ٻارن کي وٺي اچان ۽ هتي اچي جمي وڃان. ٦٧

پنهنجي پتنيءَ ۽ ٻارن ساڻ هيءُ منهنجو پهريونئي سامونڊي
سفر هئو. ... جنهن وقت جي آءٌ ڳالهه ٿو ڪريان، اُن وقت
مان مڃيندو هوس ته سڌريل (سڀيه) نظر اچون تنهن لاءِ
اسانجي پوشاڪ ۽ اُٿڻ وهڻ جيتري قدر ٿي سگهي يورپي
نموني جهڙوئي هئڻ گهرجي؛ چاڪاڻ ته مان سمجهندو هوس
ته اِنهي نموني اسانجي ڪجهه هلندي ۽ زور ٿيندو ۽ بنا
هلنديءَ ڇنديءَ جي، جاتي شيوا ڪرڻ ممڪن نه هئي. ...
تنهنڪري مون پنهنجي پتنيءَ ۽ ٻارن لاءِ پوشاڪ جو نمونو
مقرر ڪيو. ... پارسي تن ڏينهن ڀارت واسين منجهه وڌيڪ
تهذيب يافته ليکبا هئا ۽ تنهنڪري جنهن صورت ۾ عين
يورپي نمونو اَڻ ڄاڻندو لڳوسين، اسان پارسي نمونوئي
اَپنايو. ... ساڳئي ... ڪي قدر وڌيڪ ناراضپي سان،
پي دليو ٿي، ڇو ... جو استعمال به اختيار ڪيائون.
جڏهن اِ ... ۽ نشان پنيار...
...نجي ... ڪانٽا ـــ ، متوالائي
ٻ وڃڻ ... ڏنائون.
ي ريت
جاڻ ٿي

حڪم لاءِ جيڪي سبب هئا تن مان هڪڙو سبب تہ اهو
گورن جو گوڙ هئو، جنهنڪري جنجي ڪٺي تہ جهاز ۾ چڙهي
۾ روڪي ڇهارڻ جي سچي پچي مراد اها هئي تہ مسافرن
يا ايجنٽ ڪمپنيءَ تي دٻاءُ جو زور آڻي ڌڙڪو ڏاب
ڪري مجبور ڪجي ته هو موٽي هندوستان وڃن هليا.
هاڻي تہ اسانکي ۽ ڌمڪيون ملڻ لڳيون جي "واپس تہ
وينديؤ تہ اوهانکي ٻيڙيا ڌڪو ڏيئي سمنڊ ۾ اڇلايو ويندو
۽ جي موٽي وڃڻ لاءِ رضامند ٿينديؤ تہ موٽڻ لاءِ ڀاڙو پڻ
پڻ ملندو." مان پنهنجي مسافر سائين کي همٿ ڏيئي ملپس
۽ ڪين همٿايم ۽ دلداري پئي ڏنم.
٧٠

آخرڪار هڪڙو آخرين نامو سيٺيني مسافرن تي ۽ پڻ موٽي
تعمل ڪيو ويو جنهنم اسانکي جهو ويو تہ جي جان بچائڻ
تا چاهيو تہ آڻ مڃيو. جواب ۾ مان ۽ ٻيا سيڀئي مسافر الهي
ڳالهہ تي قائم رهياسين تہ اسانکي پورٽ نيٽال ۾ لهڻ جو پورو
حق هئو ۽ هر پرڪار جو حوڪو ڪٺي ۽ نيٽال ۾ داخل ٿيڻ
وارو پنهنجو پڪو ارادو جاڻايوسين.
ٿيويهن ڏينهن گذرڻ پڄاڻا، جهازن کي بندر ۾ گهڙڻ جي
موڪل ملي ۽ مسافرن کي لهڻ جي اجازت وارا حڪم پاس
ڪيا ويا.
٧١

اڃا لٿاسين مس تہ ڪن ڳيرو جوانن موٽکي سڃاڻي ورتو ۽
"گانڌي، گانڌي" ڪري پڪارڻ لڳا. اٽڪل اڌ درجن ماڻهو
ڊوڪيندا آهيءَ هند آيا ۽ واڪو واڪاڻ ۾ اچي سر ملاياتون. ...
جٿن ٿورو اڳيرو وياسين، ماڻهن جو انبوهہ وڌندو ويو تان
جو نوبت الي اچي پهتي جو اسانجو اڳتي وڌڻ ناممڪن
ٿي پيو. ... پوءِ تہ انهن ماڻهن موٽتي پٿرن، سوٽن ۽ ڪين
ٻيد. ٻوڇاڙ ڪٺي ڪئي ۽ ڪنهن منهنجي پڳڙي لاهي

ڪسي ورتي ۽ پيا هٿا جي موٽڪي لتون هڻڻ ۽ ڪٽڻ لڳ
مان بيهوش ٿي ويس ۽ هڪڙي گهر جي اڱڻ واري ڪٽهڙ
کي جهلي بيهي رهيس ته ساهه پٽيان. مگر اِهو ناممڪن ٿي
پيو. هو وري به وڌي آيا ۽ موٽڪي نوٽشا هڻڻ ۽ ڪٽ
سٽڻ لڳا. پوليس سپرنٽينڊنٽ جي استري جا موٽڪي
سياڻندي هئي، اِتفاقي اُتان اچي لنگهي. هيءَ بهادر زال
توڙي اُن وقت اُس به ڪانه هئي، ۽ اُبوهه ۽ منهنجي وچ
بيهي رهي جنهن تي غصيليءَ خلق جي جوش ۽ ڇتائيءَ
تاپر آئي، جو ته ماڻهن لاءِ مسز اليگزينڊر کي ايذاءُ رسائڻ
بنا، موٽڻي مارڪٽ ڪرڻ مشڪل ٿي پيئي.

72

مرحوم مسٽر چيمبرلين، جو اُن وقت پيلڪن لاءِ سيڪريٽري
آف اسٽيٽ هئو، تنهن ساموئلڊي تار وسيلي نيٽال سرڪار
کي هدايت ڪئي ته منهنجن حملو ڪندڙن تي مقدمو داخل
ڪريو. مسٽر ايسڪامبيءَ موٽڪي گهرايو ۽ جيڪي ڏک موٽڪي
لڳا ۽ ايذاءُ رسيا هئا تن لاءِ ڏک ظاهر ڪيائين ۽ چوڻ لڳو:
”اوهانجي سرپر کي ذرو به ايذاءُ رسي تنهن تي مان خوش
رهي ڪين سگهندس ... جيڪڏهن اوهين حملو ڪندڙن کي
سڃاڻي سگهو، ته مان هڪدم اُنهن کي گرفتار ڪرائي رجوع
ڪرايان. مسٽر چيمبرلين جي به اِچا اِها آهي ته مان ائين ڪريان.“
مون کيس هيٺيون جواب ڏنو:
”مان ڪنهن تي به قاعدي جي ڪارروائي ڪرڻ نه ٿو
چاهيان؛ ٿي سگهي ٿو ته منجهائن هڪڙي يا ٻن کي سڃاڻي
سگهان، مگر اُنهن کي سزاياب ڪرائڻ مان فائدو ڪهڙو
نيندو؟ تنهن کانسواءِ حملي ڪندڙن کي ڏوهه ٿي نٿو ڏيان.
هنن کي خبر ڏني ويئي هئي ته هندستان ۾ نيٽال جي گورن
بابت ڪي وڌاڪ وارا بيان پڌرا ڪري مون اُنهن کي گلارو

ڪيو آهي. جيڪڏهن انهن رپورٽن تي ويساهه ڪيو اٿن ته
پوءِ جي هو ڏمريا آهن ته ڪهڙو عجب آهي. ڏوهه اڳوڻن
جو، ۽ مون کي معاف ڪجو جي ائين چوان، ته اوهانجو به آهي.
ماڻهن جي ڪنهن طرح رهبري ڪري سگهو ها، مگر اوهان
به رائٽر جي رپورٽن تي ويساهه ڪيو ۽ ڄاتو ته مون ضرور
وڌاءُ ڪيو هوندو. مان ڪنهن کي به سزاياب ڪرائڻ نٿو
چاهيان. مون کي يقين آهي ته جڏهن سچ ظاهر ٿيندو تڏهن
اهي ماڻهو پاڻيهي پنهنجي هلت تي پشيمان ٿيندا.“ ٧٣

جهاز تان لهڻ واري ڏينهن جئن ئي پيلو جهنڊو هيٺ لاٿو
ويو، ”نيٽال اڊورٽائيزر“ اخبار جو عيوضي مون کان خبرچار
وٺڻ لاءِ ملاقات ڪرڻ آيو. ڪيترائي سوال پڇائين ۽ جواب
۾ منهنجي خلاف جيڪي تهمتون هيون ان مان هرهڪ کي
رد ڏيئي غلط ثابت ڪري سگهيس. ... اها خبرچار ڏيڻ
واري ملاقات ۽ حملي ڪندڙن تي قاعدي جي قدم کڻڻ
کان منهنجو انڪار — انهن ٻنهي ڳالهين اهڙو ته گهرو اثر
پيدا ڪيو جو ڊربن جا يورپي لوڪ پنهنجي هلت تي ڏاڍا
پشيمان ٿيا. اخبارن مون کي نردوش ظاهر ڪيو ۽ فسادي
ميڙ کي ننديو ۽ سزاوار ٺهرايو. اهڙيطرح اها بي قاعدي مليل
سزا اصل ۾ مون لاءِ يعني لوڪ ڪش لاءِ نعمت ثابت ٿي.
ڏکڻ آفريڪا جي هندي سماج جو نالو چڙهي ويو جنهن
منهنجو ڪاريه سولو ڪري ڇڏيو. ٧٤

منهنجي وڪالت جي ڏاڍي چڱي پسنديءَ جهڙي ترقي
ڪئي، پر تنهن مان به آءٌ راضي بلڪل نه رهيس. ... مان اها
به پيئن رهندو آيس، جو ته مون پئي واجهايو ته ڪو ٻڪو
سدائين هلندڙ پرأپڪاري ڪم هٿ ڪريان. ... تنهنڪري
ڪڙيءَ لنديءَ اسپتال ۾ سيوا ڪاريه لاءِ ڪجهه وقت ڪڍڻ

لڳس، جنهنجي معنيٰ ته هرروز صبوح جو ٻه ڪلاڪ ڏيند
هوس جنهن ۾ اسپتال ڏانهن اچڻ ۽ واپس گهر وڃڻ وارو وقت
ٻه اچي تي ويو. اِنهيءَ ڪاري مونکي ڪجهه شانتي بخشي
۽ چت کي قرار. منهنجو ڪم هولڊو هئو مريضن جي حالت
معلوم ڪري، ڊاڪٽر اڳيان حقيقتون پيش ڪرڻ ۽ اسخا ولي
دوا ٺهرائي مريضن کي ڏيڻ. ان ڪاري مونکي بيمار ۽ دکي
هندواسين سان گهاٽيءَ لڙه وچڙ ۾ آندو؛ انهن مان گهڻا ته تامل،
تيليگو لوڪ ۽ اتر هندستان جا رهواسي اقراري پورهيت هئا.
جڏهن بوئر لڙائي لڳي ۽ بيمارن ۽ زخميلن سولجرن جي سيوا
ٽهل ڪرڻ ڪاڻ مون ٻنهجون خدمتون آڇيون تڏهن اهو
آزمودو مونکي ڏاڍو ڪتب آيو.
٧٥

منهنجي پوئين ٻار ڄمڻ وقت منهنجي ڪويا سخت ۾ سخت
آزمايش ٿي؛ گهر ۾ وير جا سور اوچتوئي اوچتو اچي ٿيا.
ڊاڪٽر هڪدم هٿيو حاضر ڪرڻ هئو ۽ دائيءَ کي وٺي
اچڻ ۾ ڪجهه وقت لڳو. توڙي ڪٽي هوءَ ڏاڍي ئي هجي
ها ته به وير ڪرائڻ ۾ مددگار ٿي ڪانه سگهي ها. ٻار جو وير
سلامتيءَ سان مان ٿي ڪرائي ڳڏريس.
٧٦

مونکي پورو يقينو آهي ته ٻارن جي پوري پرورش خاط
ماڻن کي ٻالڪن جي تات ليپاڄ ۽ سنڀال جي وهنواري ڄاڻ
ضروري هئڻ گهرجي. ان وشه جي ڄاڻي اڀياس جا فائد
قدم تي مان ڏسي چڪو آهيان. منهنجي ٻارن جي سراسريءَ
بت اها سٺي صحت رهي ٿي ڪين ها جهڙي اڄ آهن،
ڪڏهن مان اِنهيءَ وشه جو اڀياس نه ڪريان ها ۽ اهو
عمل ۾ نه آڻيان ها. اسين اِنهيءَ ڀرم جا پالڻ آهيون ته
کي پنهنجي جيوت جي پهرين پنجن سالن اندر ڪجهه به
طو نه آهي؛ اُلٽو حقيقت اها آهي ته پهرين پنجن سالن ۾

ٻار جڏهن ڪي سکي سمجهي ٿو سو ٻوءِ صورت ۾ ڪڍي نٿو سگهي. ٻار جي سکيا گرڀ ۾ئي شروع ٿئي ٿي. ٧٧

جيڪو جوڙو اهي ڳالهيون ڀلي ڀت سمجهندو سو ڪم جيترا جي ڀلائيءَ لاءِ سنجوڳ ڪڏهن ڪين ڪندو. ڪندو ٿڏهن جڏهن اولاد جي چاهنا هوندن. اِها پاليا ٿو ته اُئين ميڻ چاهڻيءَ جي حد ليکي ته اِستري پرش ميلاپ ڪڏهن سنتر ڪم آهي ۽ اهڙو ئي ضروري جيڙو سمجهڻ ۽ کائڻ. هن سنسار جي هستي جڻڻ يا پيدا ڪرڻ جي ڪارڻ ئي تي مدار ٿي رکي، ۽ جڻڻ ته هيءَ جڳت اُپائڻهار جو کيل ڪيتر آهي ۽ هنجي ليج لٽاڻي جو ٻرلو آهي، جڻڻ يا پيدائش جو ڪارڻ زبر ضابطي هيٺ، اِنهيءَ لاءِ ته سنسار جو واڌارو باقاعدي ترتيب وار ٿئي. جيڪو اِها ڳالهه محسوس ڪندو سو ضرور ڪڻن ۾، ڪيڙيءَ ۽ ويت پنهنجي ڪامواسنا تي قبضو ڪندو ۽ اولاد جي شريڪ، مالسڪ ۽ آلمڪ بهبوديءَ لاءِ جيڪا ڄاڻ آهي سا ميسر ڪندو ۽ اُنهيءَ ڄاڻ جو لاڀ ٻين کي ڏيندو. ٧٨

خوب بحث مباحثي، لک لوڪ ۽ پنج ڪيڙ کالبوءِ مون ١٩٠٦ع سال ۾ (برهمچريه پالنا جي) پرتگيا ڪئي، اُنهيءَ وقت تائين پنهنجي پتنيءَ سان مون پنهنجا وچار نه ونڊيا هئا، پرتگيا پرن ڪرڻ وقت ئي ساڻس صلاح ڪئي. هنکي ڪوبه اعتراض ڪونه هئو. مگر مونکي ٻاڻ پڄاڙيءَ جو پڪو په ڪرڻ ۾ ڪيڏي ڪٺنائي معلوم ٿي. مون ۾ ڪيترل ٻل هوني ڪونه، سوال هئو. ته ڪئن ڪامي ٽامش تي روڪ رکهان؟ پنهنجي اِستريءَ سان نشاني لڳ لاڳاپو ترڪ ڪرڻ اُن وقت هڪ عجيب ڳالهه پئي لڳي. مگر مون ۾ ايشوري شڪتيءَ تي ٠٠ سو رکي توڪل جو ترهو ڪندو ۽ لڪري پيس اِنهيءَ راه ۾.

مان جنھن ہوٽني ورتي، ويھن ورھين جي ڪيل ہرتڪيا تي
اطرثاني تہ ڪريان تہ خوشيءَ ۽ حيرت ۾ پئجي تہ وڃان.
خود ضابطي جو ڪڍھن گهٽ ڪڍھن وڌ ايباس ۽ عمل
۱۹۰۱ع سال کان هلندو تي آيو؛ مگر اھا آزادي ۽ خوشي
جا ہرتڪيا ڪرڻ کان ہرپير سا ۱۹۰٦ع سال کان اڳ ڪڏھن
بہ حاصل ڪين تي هير. ہرتڪيا کان اڳ ڪنھن نہ ڪنھن
وقت ہرلوين يا حرص هتان هارائڻ جو خطرو رهيو تي. ہر
هاڻي اهو ہرن ڪار جي جيڪ آڏو مون لاءِ گويا هڪڙي
پختي ڊال بڻجي پيئي. ۷۹

ہر جيڪڏهن مان چوان تہ انهيءَ ڳالھ ڪري منھنجي خوشي
ڏن بدن وڌندي تي ويئي تہ متان ڪو وسھي وھي تہ
اھا مون لاءِ ڪا سولي سترتي ڳالھ هئي. توڙي چاوليھاھين
ورھين جي عمر کان متي چڙھيو آهيان، تہ بہ مان ڏساندو
تہ اها ڪھڙي نہ ڪنن ڳالھ آهي؛ روز بروز وڌيڪ ۽
وڌيڪ ہروڙ پيئي پوير تہ اها جيوت ترار جي ڏار تي هلڻ
سمان آهي، بلڪ سدائين پھري سجاڳ رهڻ جي ضرورت
پل پل پيو محسوس ڪريان.

ان ہرتڪيا جي پاڙڻ منجھ ڀرين ضروري ڳالھ آهي
رسنا روڪ يعني جيب جي رس سواد تي ضابطو. مون ڏٺو
تہ رسنا تي پورن روڪ ان ہرتڪيا پالن کي آسان بڻائي تي
ڇڏيو ۽ تنھن ڪري مون خوراڪ سنبندي تجربا ڪرڻ شروع
ڪيا، نہ فقط ويشنو هئڻ جي نقط نگاه کان، ہرھڪ برهمچاريءَ
جي درشٽيءَ کان پڻ. ۸۰

مونکي خبر آهي تہ اڪثر اهو دليل ڏنو ويندو آهي تہ
جيڪي کائجي پيجي تو، تنھن سان آتما جو ڪوبہ واسطو
ڪونھي، چو تہ آتما ڪي کائي تي لڪي پئي تي؛ جيڪي

ٻاهران شريرَ اندر تہ داخل ڪجي سگهي، بلڪ جيڪي
اندران ٻاهر نہ ڪڍجي يا ظاهر ڪجي سو ضروري آهي
يعني اڻچوائتي نہ. لاشڪ ان دليل ۾ ڪجھہ وزن آهي مگر
اهڙيءَ دليلبازيءَ جي پرکڻ جاچڻ کي ڇڏي مان پنهنجو پختو
ويچار ظاهر ڪرڻ سان ئي فقط راضي رهي چوندس تہ جنهن
جڳباسيءَ يا طالبءَ کي پکوان جو پڙ آهي ۽ هنجي دروش جو
ابلاشي آهي، تنهن لاءِ ڪيترو کائجي ۽ ڇا کائجي، انهيءَ نسبت
جھل پل اهڙيءَ بالي ضروري آهي جهڙي ويچارن ۽ وائيءَ تي
روڪ ٿام. ٨١

مون ڀورن آرام ۽ آسايش واري جيوت ولبت ڪرڻ شروع
ڪئي ۽ اهو تجربو ٿورو وقت هليو. جيتوڻيڪ پنهنجي گهر
کي سامان سڙي سان پوري ڏاڍو سان سجايو هئم تڏهن بہ
اها سجاوٽ مونکي ڪنهن بہ طرح پنهنجي پابنديءَ ۾ نہ
آڻي سگهي، سو اهڙيءَ قسم جي زندگيءَ جي اڃا شروعات ئي
مس ڪئي هئم جو خرچ ۾ ڪتر وجهڻ لڳس. ڌوٻيءَ جي
ڏٺارڻي بہ ڳري هئي ۽ تنهن ڪانسواءِ وقت جي پابنديءَ لاءِ
بہ ڌوٻيءَ ساک ڪانہ ڪڍي هئي تنهن ڪري بہ ٽي درجن
قميصون ۽ ڪالر بہ پورا ڪين ٿي پيم. ڪالر روز بدلائڻا
پوندا هئا ۽ قميصون روزانو نہ تہ هڪ نہ ٻئي ڏينهن ضرور
مٽائيندو هوس. اهڙيءَ جي معنيٰ هئي ٻٽو خرچ جو مونکي
اجايو نظر ٿي آيو. تنهن ڪري ڪفايت خاطر ڪپڙن ڌوئڻ
جو سمورو ساج ٻاڻ وٽ موجود ڪيم. ڪپڙن ڌوئڻ جي
وشد تي هڪڙو ڪتاب بہ ڳڌم، اهو هنر اپاسيم ۽ پڻ پنهنجيءَ
پتنيءَ کي بہ سيکاريم. لاشڪ اهيءَ ڪري منهنجو ڪم وڌيو
پر چاڪاڻ تہ تئين قسم جو ڪم ڪنيو هوم تنهن ڪري خوشي
ٿي آئي.

ڀوريون ڪالر جيڪو پاڻ ڌوتم سو ڪاهن ڪين وسرندم؟

جيترو ضرور هئو تنهن کان وڌيڪ نشاستو ڪلف لاءِ
آڻي وينو هوس؛ نه استري پوري تپائي هيم ۽ نه وري
پوري داب سان. وهاڻي ته متان ڪالر سڙي نه وڃي. نتيجو
اهو ٿيو جو ڪالر ته برابر چڱيرو سوٽ ٿيو مگر اجايو زياده
ڪلف جو لڳل هو سو لاڳيتو پئي ڇڻيو. مان اهو ڪالر
ڪورٽ ۾ پائي ويس جتي ٻئريسٽر ڀائرن جي چٽر بازيءَ
کي چڱي ته دعوت ملي ويئي، مگر انهن ڏينهين به مان ٺٺوليءَ
ڏانهن لاپرواه رهندو هوس.



جهڙي طرح ڌوٻيءَ جي غلاميءَ کان مون پاڻکي آجو ڪيو،
ساڳيءَ طرح حجام جي محتاجيءَ کان به جند آزاد ڪيم.
جيڪي به ماڻهو انگلنڊ ويندا آهن سي گهٽ ۾ گهٽ ڏاڙهي
ڪوڙڻ جو هنر ته اتي ضرور سکندا آهن، مگر جيتري قدر
سڌ اٿم، ڪو به پنهنجا وار پاڻ لاهڻ ڪو نه سکندو آهي.
مونکي ته اهو به سکڻو پيو. مان هڪڙي گهمڙي پريٽوريا
۾ هڪڙي انگريز نائيءَ وٽ ويس. هن نفرت جي نگاه
سان منهنجا وار لاهڻ کان انڪار ڪيو. دل کي چوٽ ضرور
لڳي سو ڇا ڪيم جو هڪدم وارن ڪترڻ جي مشين گهني
آرسيءَ اڳيان بيهي پنهنجا وار پاڻ لاهي ڇڏيم. مهڙ وارا وار
ته جيڪيسو گهٽ وڌ ڪري لاهڻ ۾ ڪامياب ٿيس باقي
پٺ جا وار ڪاري وڌم. تنهن تي ڪورٽ ۾ دوست سڀ
کلي کلي ڪيرا ٿيا.

"گانڌي، اوهانجي وارن سان ڪهڙي ويڌن ٿي آهي؟
ڪوئن اچي ڪُتريو اٿن ڇا؟"

"نه! منهنجي ڪارن وارن کي گورو حجام هٿ لائڻ ۾
پنهنجي بي عزتي پيو سمجهي." مون چيو، "سو آڏا اُبتائي
سان، گهٽ وڌ ڪري پاڻ پنهنجا وار لاهي ڪٽڻ مون بهتر
ڀانيو."

ان جواب لي منهنجي مترن کي ڏڍو ۽ عجب ڪرڻ لڳو. گوري ڀائيءَ منهنجا وار لاهڻ کان انڪاري ٿي ڪا اُڀ ڪا ۽ ڪار ڪئي هئي. ڪارن آدمين جي سيوا ڪري ها ته سندس گراهڪيءَ کي ڌڪ لڳڻ جو هوڪو امڪان هوس. ۸۳

جڏهن بوئرن جي لڙائي لڳي ته شخصيءَ طرح منهنجي همدردي سڄائي بوئرن ساڻ هئي. مگر ان سمي مون الئن ٿي سوچيو ته اهڙين حالتن ۾ اڃا موليڪ ڪو حق ٿي ڪوبجي جو مان پنهنجن شخصي عقيدن انوسار ڪم ڪريان. ان بنسبت منهنجي جيءَ اندر جيڪو جهيڙو لڳو هئو تنهن جو ڏڪڻ آفريڪا ۾ منهنجي ستياگره واري اتهاس ۾ ڏري برزي ذڪر ڪيو اٿم ۽ آهو ساڳيو هتي ٻيهر دهرائڻ ته گهرجي. جن کي دلچسپي هجي ان کي منهنجي ڪونه آهي ته پلي ان اتهاس جا ورق ورائي ڏسن. هتي ايترو چوڻ ڪافي آهي ته چاڪاڻ ته آءٌ انگريزي راڄ سان وفادار هوس، تنهن ڪري اُن لڙائيءَ ۾ انگريزن ساڻ شراڪت ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيس. مون اهي پڻ سوچيو ته جنهن صورت ۾ هڪ برطانوي نگرواسيءَ جي حيثيت ۾ حقن حقوقن جي تقاضا ڪري رهيو آهيان تنهن صورت ۾ منهنجو اهو به ڪرتب آهي ته برطانوي سلطنت جي بچاءُ واري ڪم ۾ شريڪ ٿيان. اُن وقت مون الئن لي ٿي ميجو ته هندستان پنهنجي پوري آزادي انگريزي سلطنت جي معرفت ۽ اُن جي اندر ٿي حاصل ڪري ٿي سگهيو. سو مون پنهنجا سالي جيترا ڏني سگهيم گڏا ڪيا ۽ سٿري اسپتال لاءِ هڪ ٽولي دستو (اَمبولنس ڪور) ٺاهي گهڻي مشڪلات ۽ مشڪلات سان انهيءَ جون خدمتون سوئيڪار ڪرايم. ۸۴

اهڙيءَ طرح ڏکڻ آفريڪا ۾ هندواسين جي سوا ڪندي

هر منزل تي سنتيه جا لوان آرت اِشارا ٿيون لاءِ ظاهر ٿيندا ويا. سنتيه هڪڙي شاهي درخت جيان آهي جنهنجي جيترو وڌيڪ پرورش ڪبي اوترو وڌيڪ ۽ وڌيڪ ڦل ڏيندو. سنتيه رُوپي کاڻ ۾ جيترو اونهو وڃي کوٽها ڪبي اوترو منجهس پوريل جواهر جهجها لڀندا. اِهي رتن اَنيڪ ۽ پالت پالت پرڪارن جي سيوا ڪرڻ جي واٽن وسيلن جي روپ ۾ ملن ٿا. ٨٥

منش ۽ هنجو ڪرم ٻه نيارون ڳالهيون آهن. عام طرح چڱو ڪم ساراهڻ ۾ اچي ٿو ۽ بڇو ڪم ننديڻ جوڳو ٿئي ٿو مگر ڪم جو ڪرتا نيڪ يا بد، جهڙي جهڙي حالت هجي اُهيءَ موجب هُوءَ عزت لائق يا قياس جوڳو بڻي ٿو. ”پاپ کي ڌڪاريو، نه پاپيءَ کي“ اِها هڪڙي نصيحت آهي جا سمجهڻ ۾ لاشڪ سولي آهي پر اُن تي عمل ڪو ورلو ٿو ڪري، ۽ اُهيءَ ڪري وروڌ جي وِهُه دنيا ۾ پکڙجي ٿي وڃي.

اِها اَهنسا ئي آهي جا سنتيه جي کوج جو بنياد آهي. مان ڏن ٻه ڏن محسوس ڪندو پيو وڃان ته اِها کوج، جي اهنسا جي بنياد تي ٻڌل نه آهي ته وئرٿ آهي. ڪنهن هڪڙي سرشتي جي مخالفت ۽ مقابلو ڪرڻ ۽ اُتس حملو ڪرڻ بلڪل واجب ۽ مناسب آهي، مگر اُنجي رچيندڙ سان مقابلو ڪرڻ آهي گويا پنهنجي پاڻ تي حملو ڪرڻ ۽ پنهنجي آڏو اچڻ جي برابر. ڇاڪاڻ ته اسين سڀيئي ساڳئي ئي رنگ ۾ رڱيل آهيون، ۽ هڪڙئي ۽ ساڳئي ئي سرجنهار جا ٻالڪ آهيون، ۽ اُهيءَ اِستتيءَ ۾ اسان منجهه جيڪا ايشوري شڪتي موجود آهي سا ٻه بيحد ۽ لاانتها آهي. ڪنهن هڪڙي ٻه اِنسان جو اَپمان ڪرڻ آهي گويا اُنهيءَ لڪل ايشوري شڪتيءَ جي گهٽتائي ڪرڻ، ۽ اهڙي طرح

نہ ڇڙو اُنهيءَ ويڪتيءَ کي ٿو ايذاءُ رسائجي پر اُن سان گڏ ساريءَ دنيا کي پڻ. ٨٦

منهنجي جيون ۾ طرح طرح جا واقعا ٿيا آهن جن ڪي مونکي گهڻنئي مت متانترن ۽ جاتين جي ماڻهن سان گهاٽي لڳه وچڙ ۾ آندو آهي ۽ اُنهن مڙنئي منجهان جو آزمودو پرايو اٿر سو منهنجي اِن بيان لاءِ ڪلٽي ٿو ڏئي تہ مون مائٽن ۽ ڌارين، ديس واسين ۽ پرديسين، گورن ۽ ڪارن، هندن ۽ ٻين ڌرمن مذهبن جي هندواسين، چاهي مسلمان، پارسي، عيسائي، يا يهودي هجن، تن جي وچ ڪوبہ ڀيد ڀاءُ ڪونہ رکيو آهي. بلڪ مان اِئين چوندس تہ منهنجو هردو ڪنهين بہ اهڙي فرق ڀيد رکڻ لاءِ اسمرٿ پئي رهيو آهي. ٨٧

مان سنسڪرت جو ڪو ڳرو ودوان ڪين آهيان. مون ويد ۽ اُپنشد پڙهيا آهن پر ترجمن دوارا. تنهنڪري سياڻپ منهنجو اُنهن گرنٿن جو ابياس ڪو عالمانو ڪين چئبو. منهنجي جاڻ ڪنهن بہ طرح اونهي ڪين آهي. مون اُنهن شاسترن جو ابياس اِئين ڪيو آهي جئين ڪو هندو ويهي ڪري ۽ منهنجي دعويٰ آهي تہ مون اُنهنجو سچو ڀاءُ گرهڻ ڪيو آهي. ايڪويهن ورهين جو ٿيس تنهن وقت تائين ٻين ڌرمن مذهبن جو پڻ ابياس ڪري ورتو هوم.

اهڙو بہ وقت هيو جڏهن هندو ڌرم ۽ عيسائي مذهب جي وچ پئي دل هنيم ۽ ڏولائمان هوس. جڏهن من جو سڄان موٽي هٿ ڪيم تڏهن مون اُنڀو ڪيو تہ فقط هندو ڌرم منجهانئي مونکي مڪتي ملڻ ممڪن آهي. منهنجو وشواس هندو ڌرم ۾ تنهانبوءِ وڌيڪ اونهو، چٽو ۽ روشن ٿيندو ويو.

پر تنهن هوندي بہ مون اِئين ئي سمجهو تہ ايوڻٽو ڪنهن بہ حالت ۾ هندو ڌرم جو انگ ڪينهي؛ ۽ جي هجي ٿ تہ

پنهنجو هنڌ و ڌرم ئي گهوڙيوءِ اُهو مون لاءِ ته نه آهي.

هر قسم جي جيون ڪهاڻيءَ کي اُن جي ڪميءَ ۽ اڻ پورائي
سببان اتهاس کين چئبو. هن بابت گهڻو اڳيرو جيڪي
پڙهيو هوم سو هاڻ ٿو آءٌ وڌيڪ چڱو سمجهان. مان ڄاڻان ٿو
ته هن ڪهاڻيءَ ۾ جيڪي به ياد اُٿم سو سڀ کين ٿو درج
ڪريان. ڪير چئي سگهندو ته سچائيءَ خاطر ڪيترو لکڻ ۽
ڪيترو ڇڏي ڏيڻ گهرجيم؟ ۽ زندگيءَ جي خاص ڳالهين ۽
حالتن بابت جيڪا اڻ پوري هڪ طرفي گواهي مان ڏيان ٿو
تنهن جو قاعدي جي ڪورٽ ۾ جيڪر ڪهڙو ملهه ٿئي؟
جيڪي باب اڳيئي لکي چڪو آهيان تن بابت جيڪڏهن ڪو
گهر ڪان واندو آڏي پڇا ڪرينم ته شايد اُنهن تي گهڻي وڌيڪ
روشني پئجي سگهي پر جيڪڏهن ڪنهن ورونڌي نڪتچين
هتان آڏي پڇا ٿئي ته هو منهنجي ”دعوائن مان گهڻين کي
بي بنياد ظاهر ڪري“ پاڻ کي خوش ڪري سگهي.
مان تنهن ڪري گهڙيءَ ساعت حيران ٿي ويچار ۾ پئجي
ويندو آهيان ته اهي باب لکڻ کڻي بند ڪريان سو مناسب
ٿيندو يا نه. مگر جيسين اندرئين آواز جي منع نه ٿي اُٿم
تيسين مونکي جڳائي ته لکندو هلان. مونکي سالڪن جي
قؤل جي ئي پوئواري ڪرڻ کپي ته جيڪي هيڪر شروع
ڪجي سو تيسين نه ڇڏي ڏجي جيسين ڪ اُهو اخلاقيءَ
طرح ناجائز نه ثابت ٿيو هجي.



...الدين اوپينين“ جي شروع ٿيڻ پڇاڻا پهرئين ئي مهيني ۾
...نيڪي اهو اَنڀو ٿيو ته اخبار نويسيءَ جو مول مقصد ٿيڻ کپي
...شيوا“. اخبار نويسي هڪ وڏي شڪتي آهي، پر جهڙيءَ
ڏکڻ آفريڪا ۾ گانڌيجيءَ اُن ٽالي واري هڪ روزاني
...ار جاري ڪئي هئي.

طرح ڪا اُروڪ پاڻيءَ جي تيز ڌارا آسپاس ملڪ ٻوڙي ۽
فصل برباد ڪري ڇڏيندي آهي تهڙيءَ طرح ئي لغام قلم
ڌاه ڌوه ۽ بربادي‌ءَ جو ڪم ڏئي ٿو. جيڪڏهن قلم لئي
ڪنهن ٻاهرئين جو زور ضابطو آهي ته اهو بي لغام قلم کان
وڌيڪ زهريلو ثابت ٿو ٿئي. پنهنجي اَندرئين اَندر جي لئي
روڪ ٿام ڪارگر ۽ مفيد ٿي ٿئي. جيڪڏهن هي دليل درست
آهي ته دنيا اَندر گهٽيون اخبارون انهيءَ آزمايش مان پار
پئجي سگهنديون؟ مگر سوال آهي ته ڪمين اخبارن کي
ڪيرُ بند ڪري؟ ۽ اُول ته جج ڪير ٿيندو؟ جيئن نيڪي
۽ بدي عام طور ٻئي گڏوگڏ ٻبون لڳن ٿيون ڪارگر ۽ بيڪار
اخبارون به پيون هلنديون، باقي ماڻهو پنهنجي جولب پسندي
پاڻ ڪري. ٩٠

رسڪن جو ”اَنٽُ دِس لاسٽ“ ٻيربون ئي ڪتاب هئو جو
مون پڙهيو. پنهنجي تعليم واري وقت ۾ سواءِ درسي ڪتابن
جي ٻيا ڪتاب گهٽو ڪري ڪي به ڪين پڙهيا هئم ۽
مشغول جيوت ۾ گهڙڻ کانپوءِ مونکي پڙهڻ لاءِ بلڪل ٿورو
وقت بچندو هئو. تنهن ڪري گهڻي ڪتابي علم جي هئڻ
جي دعوي نٿو ڪري سگهان. تنهن هوندي به آءٌ پايانٿو
ته انهي مجبوريءَ واريءَ روڪ جي ڪري به مون گهڻو
ڪجهه ڪين وڃايو آهي. اُلٽندو ائين چئي سگهجو ته پڙهيم
ٿورو پنو. جنهن ڪريئي جيڪي ٿورو پڙهيم سو ٻخوبيءَ
هضمين سان هضمائي سگهيس. انهن ٿورڙن ڪتابن منجهان
هڪڙي ڪتاب جنهن منهنجيءَ جيوت ۾ تڪڙو ۽ سچو
پڇڙو ڦيرو آندو سو هئو ”اَنٽُ دِس لاسٽ“ ڪتاب. مون
انهيءَ ڪتاب جو پوءِ گجراتيءَ ۾ به ترجمو ڪيو هئو، نالو
ڏنو مانس ”سروودي“ (سڀ جو ڪلياڻ).

مان سمجهائيندو ته پنهنجن ڪن گهڻ گنڀير اعتقادن ۽ عقيدن جو عڪس رسڪن جي هن شاهڪار پستڪ ۾ پاتم تنهنڪري ئي اِن پستڪ منهنجي دل دماغ کي ايتري قدر پڪڙيو جو منهنجيءَ جيون ۾ ڦيرو اچي ويو. ڪوي اُهو آهي جو منش جي هردي ۾ جيڪو به ڀلائيءَ جو مادو لڪل آهي سو چڪي ٻاهر ڪڍي. سڀ ڪوي هڪجهڙو اثر نٿا وجهن ڇاڪاڻ ته هرڪنهن جو هڪ جهڙو ۽ هڪ جيترو واڌارو ۽ وڪاس ٿيل نه آهي. ٩١

مون ائين ٿي ڀانيو ته جوهانسبرگ ۾ مان جمي وسي ويو آهيان پر پوءِ مون ڏٺو ته مون لاءِ هڪ هنڌ ٽائينڪي زندگي ٽيڪي ڪانه هئي. اڃا ائين سمجهڻ لڳس ته هاڻ سامت جو ساهه پٽينداس ته هڪڙي اوچتي گهٽنا ٻٽجي آئي. اخبارن ۾ خبر آئي ته نيٽال ۾ زُولو قوم وارن جو فساد ٿي پيو آهي. منهنجو زُولن سان ته ڪو وير هوئي ڪونه ۽ ڪڏهن به ڪنهن هندواسيءَ کي ايذايو آزاريو نه هئائون. مونکي فساد بابت خود شڪ هئا پر اُن وقت مان ويساهي ٿي ائين مڃيندو هوس ته انگريزي سلطنت دنيا جي خير خوبيءَ واسطي ئي وجود ۾ آئي هئي. سلطنت جو برو چاهڻ ڪان ئي مورڳو روڪجي ويس ڇو ته مون ۾ وفاداريءَ جو سچو ڀاوُ موجود هئو. ”فساد“ جائز هئو يا نه هئو تنهن ڳالهه جو منهن جي فيصلي تي ته اثر گهٽو ڪري پوڻوئي ڪونه هئو. نيٽال کي پنهنجو والنٽيئر بچاءَ دستو موجود هئو ۽ تنهن لاءِ وڌيڪ ماڻهن جي ڀرتي ڪرڻ لاءِ واهه ڪليل هئي. مون اخبار ۾ پڙهيو ته ”فساد“ کي دٻائڻ لاءِ اِنهي فوجي دستي اڳيئي جنگي تياري پئي ڪئي. ٩٢

”فساد“ واريءَ سرزمين تي پهچي مون ڏٺو ته اِهڙو ته ڪجهه

اُلي هوئي ڪوڙ جنهنڪي 'ٻاغي' جي نالي سان سڏڻ صحيح ٿيو مقابلي جو نه ڀالوئي ڪوڙ هئو. انهي ٻکيڙي کي وڌاءُ ڪري فساد سڏيو ويو هئو، تنهن جو ڪارڻ اهو هئو جو هڪڙي زولو سردار پنهنجي ماڻهن کي صلاح ڏني هئي نه تازو ٿيل مڙهيل ڍل نه ڏيو ۽ انهي پوليس سارجنٽ ڍل اُگهڻ آيو هئو جيڪو انهي ڍل اُگاڙڻ آيو هئو. ڪئن به منهنجو هينئون زولن لاءِ ٿي ڪرڪيو ۽ هيڊڪوارٽر ۾ پهچي مان ڏاڍو خوش ٿيس ٻڌي ته اسانجو مکيه ڪرلب ٿيندو زخميل زولن جي ٽهل ڪرڻ. ميڊيڪل آفيسر جنهن کي اهو ڪم سپرد ٿيل هئو تنهن اسانجو آءُ آدر ڪيو، جيائين ۽ پلي آيا ۽ ٻڌايائين ته زخميل زولن جي ٽهل ڪرڻ لاءِ گورا لوڪ راضي نه هئا، هنن جا زخم وهندا ڏسي آءٌ منجهي پيو آهيان، ۽ انهن ٽردوش ماڻهن لاءِ اوهانجو مهل سر اچي رسڻ خدائي نعمت ٿو سمجهان. اسانکي پٽيون، جيوڙن مار دوائون وغيره سامان ساڻ ڏيئي وقت ٽپائو رٽيل اسپتال ڏانهن وٺي هليو. زولو آسانکي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا. گورا فوجي، جنهن جهنگلي اسانکي هنن کان ڏار ٿي ڪيو، تنهن منجهان ليٽا پيا پائيندا هئا ۽ پيا آسانکي اشارن ۾ سمجهائيندا هئا ته زولن جي زخمن جو شفابابي ڪم نه ڪريو. پر اسين هنن ڏانهن ڌيان ٿي ڪونه ڏيندا هئاسين جنهن ڪري ڏاڍو ڏمريا هئا ۽ زولن لي گندين گارين جو وسڪارو لڳائي ڏيندا هئا. ۹۳

جيڪي زخميل اسانجي حوالي هئا سي ڪي جنگ ۾ زخمي ٿيل ڪين هئا. انهن مان ڪجهه حصو شڪ ۾ جهلي قيد ڪيا ويا هئا. فوجي مهندار انهن کي ڦٽڪن جي سزا ڏني هئي ۽ ڦٽڪن لڳڻ ڪري ٿي سخت گهاوَ رسيا هئن جنجي ملم پٽي جا نه ٿي هئي سي پچي پيا هئا. پيا هئا زولن جا همدرد

ساٿي جن کي جيتوڻيڪ ”دشمن“ کان سينچاري ڪرڻ ڪا نيشان پٽا پهرايا ويا هئا تڏهن به غلطيءَ وچان سولجر متن گولي هلائي هئي. ٩٤

زُولو وڳوڙ نون آزمودن سان ڀرپور هئو جنهن منجهان مون کي خيال خوض لاءِ جهجهي خوراڪ ملي پيئي. بوئرن واريءَ جنگ ۾ به لڙائيءَ جي هيبت مون تي ايتري قدر ذهن نشين ڪين ٿي هئي جيترو ۽ جهڙو چٽو هن ”فساد“ جو ڏهڪاءُ ذهن تي ويٺم. هيءَ جنگ ڪين هئي جنسي آدم-شڪار هئو؛ اهو ڪو چڙو منهنجو رايو ڪين هئو بلڪ ڪيترن انگريزن جن سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو هوم تنجو به ساڳيو رايو هئو. هرروز صبوح جو بيگناه بستين منجهه قتاڪن جي قائڻ مثل سولجرن جي بندوقبازي ڪنن سان ٻڌڻ ۽ انهن جي وچم رهڻ سچ پچ اسان لاءِ وڏو ڪشت هئو. مگر آءٌ اهڙو ڪڙو ڍڪ بي ويس خاص ڪري ان ويچار کان ته اسانجي فوجي دستي جو ڪرتويه هئر زخمي زُولن جي ٽهل. باقي اها ته ڳالهه صاف ظاهر هئي ته جي اسين نه هجون ها ته زُولو بنا پرگهور پيا هجن ها. انهيءَ ڪم تنهن ڪري منهنجي وويڪ کي ڏاڍي شانتي بخشي. ٩٥

آءٌ جهڙوئي منتظر هوس ويچار، وچن ۽ ڪرم تنهي ۾ پورو برهمچاري ٿي رهڻ لاءِ، تهڙوئي فڪرمند هوس ته پنهنجو گهڻي ۾ گهڻو وقت ستياگره جدجهد کي اَرپيان ۽ پوترتائيءَ تي ڌيان ڏيئي پاڻکي لائق بڻايان. تنهن ڪري ضروري سمجهيم ته کاڌي پيتي ۾ ڪجهه وڌيڪ قيرقار ڪريان ۽ پاڻ تي وڌيڪ پابنديون وجهان. اڳيون قيريون گهيريون گهڻي قدر صحت صفائيءَ جي لحاظ کان ڪيون هيم پر اوان تجربا ڌارمڪ درشتيءَ کان ئي ڪيا ويا.

ڪي منتر آهن جن ڪي اهو آزمودو مليو آهي ته اُپواس
يوءَ جو تاثير جيڪو پيدا ٿئي ٿو تنهن ۾ پاڻ اُنهن جو و
يوڳ حرص اُتوا رس سواد جي ڪشش جاڳي تيز ٿي آهي
يعني ته رڳو اُپواس رکڻ وئرت وڃي ٿو جيسين ڪ اُن سان
آتم سنجم لاءِ اُتوت اُڪير شامل نه آهي. ١٠١

تنهن ڪري ائين چئبو ته اُپواس يا اُن جهڙو ڪو خود ضابطي
جو نمونو، آتم سنجم واريءَ مراد جي حاصلات لاءِ جيڪي
اُپاو يا وسيلا آهن تن مان هڪڙو آهي مگر اِهو سڀ ڪجهه
نه آهي، ۽ جي شريڪ اُپواس مانسڪ ورت سان گڏوگڏ نٿو
رکيو وڃي ته پڪ ٿي پڪ پاکنڊ ۽ مصيبت منجهه وڃي ڇيهه
ڪندو. ١٠٢

ٽالسٽاءِ ڪيٽ[1] تي، اسان اهو نيم ٻڌو هئو ته جيڪي اديايڪ پاڻ
نه ڪندا هجن سو ننڍن ياڳيرن کان نه ڪرايو ويندو ۽ تنهن
ڪري جڏهن ٻه اُنهن کان ڪم ڪرايو ويندو هئو تڏهن هميشهه
هڪڙو اديايڪ سهائڪ هوندو هئو ۽ سچ پچ ساڻن گڏ جي
...يهي ڪم ڪندو هئو جنهن ڪري جيڪي ٻه ننڍا سکندا هئا
...و سرهائيءَ ۽ خوشيءَ سان. ١٠٣

...سي ڪتابن بابت گهڻو ٿي پيا ٻڌون، پر تن جي مونکي
...ڏهن ٻه لوڙ نه ٿي. اهو ٻه ياد ڪونه اٿم ته جيڪي ڪتاب
سکهيا ٿي تن جو ٻه ڪو ڪڏهن گهڻو فائدو ورتم. ڍ بر
...ن ڇوڪرن کي ٻڌائڻ جي مان بلڪل ضرورت ڪانه

[1] ...الستاءِ ڪيٽ" ۽ "فينڪس ڪالوني" ٻه بينڪون يا آشرم
...ڪا جي ذڪر اُفريڪا ۾ گانڌيجيءَ برپا ڪيا هئا جتي هو
...هنجا سهيوڳي ساٿي خود ضابطي ۽ سيوا ڪاريه واري
...تيت ڪندا هئا.

سمجهندو هوس. مان سدائين سمجهندو آهيان ته سچو ڇڙو درسي ڪتاب ود يارٿيءَ لاءِ آهي ته خود اڏيائڪ آهي. ڪتابن مان جيڪي منهنجا ماستر سيکاريندا هئا سو ٿورو ڪو موليکي ياد آهي. باقي ڪتابن کانسواءِ پنهنجي روءِ سوءِ جيڪي موليکي سيکاريائون تنهنجي هيٺئون جئي سالير اَثر.

پار، آکين ڏٺاران ايترو ته، جيترو ڪين ڏٺاران ۽ گهڻت محنت سان گهڻو ڪجهه پاڻ ۾ جذب ڪري يا سکي وڃن ٿا. مان ڪوڏ سنيران ته ڪڏهن ڪو ڪتاب سڄوئي مند کان پياڙيءَ ٿائين پنهنجي ڇوڪرن سان گڏ پڙهيو هجيم. قسمين قسمن ڪتابن مان جيڪي ڪجهه پڙهي دل سان هنداپو هوم سو پنهنجيءَ بوليءَ ۾ هنن کي پڙهائيندو هوس ۽ آءٌ ڀانيان ٿو ته اهو گهڻو ڪجهه اڄا ٿائين جيت لي ڇڙهيل هولدن. جيڪي ڪتابن مان سکيا سو سڀ ياد ڪرڻ مشڪل آهي، باقي جيڪي والي ويٺن پڙهائيندو هئو سان، سو نهايت آسانيءَ سان زباني پڙهائي سکهندا هئا. ڪتاب مان پڙهڻ هنن لاءِ گهڻيءَ محنت جو ڪم هئو ۽ موليکي ڪنُ ڏيئي پڌڻ سندن لاءِ خوشيءَ جهڙيب ولدو هئي، خاص ڪري جڏهن پنهنجي وشه کي دلچسپ پڻائڻ کان جو ڪڏهن ڪين گسندو هوس ۽ سندن مغز کائي ڪڏهن ته ڪوڏ ٿڪايو مان. منهنجي پڙهائيءَ منجهان همتائجي، جي سوال هو پڇندا هئم تن مان موليکي سندن فيم ۽ ذهن جو گويا ماڻ ملي ويندو هئو. ۱۰۴

جهڙيب طرح ٻدلي سکيا بدلي ڪرڻ وسيلي ٿي ڏلي ٿي ويٺي تهڙيءَ طرح آلمڪ سکيا فقط اڏيالمڪ ساڏن ڏٺاران ٿي ممڪن هئي ۽ اڏيالمڪ ساڏن سمورو منحصر هئو سکاريندڙ جي جيون ۽ چرلر لي. اڏيائڪ کي من ۾ هميشه مريادا جو ڏيان رکڻ کپي، چاهي هو پنهنجي ڇوڪرن سان هميشه هئي. ۱۰۵

اِهو مون لاءِ واهيات ٿيندو جو پاڻ ڪوڙ ڳالهائيندڙ
چوڪرن کي سيکاريان ته سچ ڳالهايو. ڊ چڻو ماستر پنه
شاگردن کي دلير بڻائڻ ۾ ڪڏهن به ڪامياب ڪين ٿين
۽ آتم سنجم کان وانجهيل، پنهنجن سڪشڪن کي آتم س
جي ملهه جي ٻُوجهه ڏيئي نه سگهندو. مون تنهنڪر
جاتو ته مون سان گڏ رهندڙ چوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ مونک
دائمي آدرشي جيون جو مثال بڻجڻ گهرجي. اِهڙي طر
هو منهنجا اُستاد بڻيا ۽ مان سڪيس سندن شاگرد ٿي. پي
نه ته سندن ئي خاطر ته نيڪ رهان ۽ سنئون سوڌو. مان
جيڪر ائين ئي چوان ته ٽالسٽاءِ فارم تي رهي وڌندڙ ضابطو ۽
روڪٿام جي پاڻني وڌم سي گهڻي ڀاڱي منهنجي سنڀال
هيٺ رهندڙن ٻيرن جي ڪريئي هئا.
اُنهن مان هڪڙو اَڻ گهڙيو، بي لغام، اڌ نگو، ڪوڙ جو
عادتي، ۽ جهيڙاڪار هوندو هئو. هڪڙي ڀيري هو سخت
بگڙي پيو؛ مان به چڙي پيس؛ مون ڪڏهن به پنهنجن چوڪرن
کي سزا نه ڏني هئي مگر هن دفع مان غصي ۾ پرجي ويس. مون
هن سان دليلي بحث ڪري کيس مڃائڻ جي ڪئي پر هو پٿر
جهڙو نٽر ٿي بيٺو ۽ منهنجي مٿان پٽي وريو. آخر رولر کنيم
جو پرسان رکيل هئو ۽ ٻانهن تي نڪاءُ ڪيومانس. ڏک هنيم
هنکي پر ڏڪيس مان پٽي. مان ڀانيانئو، هن اِهو تاڙي ورتو.
هنن سيني لاءِ اِهو بلڪل ئي نئون آزمودو هئو. چوڪرو
جلائڻ لڳو، معافي ڏيڻ لاءِ ليلايائين. هو اِنهيءَ لاءِ ڪين ٿي
يو ته ڪو مار جي ڪري کيس ايذاءُ ٿي آيو. سترهن ورهين
و جانئو جوان جي چاهي ها ته ڏک جو ڏک هڻي ڪڍينم
پر مجبوريءَ وچان هن زبردستيءَ واري اُپاءَ ورڻ
ي جو مونکي دڙد رسيو هئو سو هن ڀانپي ورتو. اِنهيءَ
نا ڪانپوءِ وري ڪڏهن به هُو اي ڇيو ڪين ٿيو. مگر اُن
ت درازيءَ لاءِ آءٌ اڃا سوڌو پڇتائيندو آهيان. لاشڪ

انهيءَ ڏينهن مون هنجي اڳيان نه روحانيت، بلڪ حيوانيت ئي ظاهر ڪئي هئي.

مان هميشه بدلي سزا جو وروڌي ٿي رهيو آهيان. هڪڙي ئي موقعي جي يادگيري آهي جڏهن ٿي پنهنجن پٽن مان هڪڙي کي بدلي سيکت ڏني هير لنهن ڪري اڄ ڏينهن سوڌو ليرو ڪري ٿي ڪين سگهيو آهيان نه وڌيڪ آٽو ۾ صحيح هوس تڪي غلط. گهڻو ڪري اهو ڪم ناجائز هئو ڇاڪاڻ نه ڪاوڙ وچان ۽ سزا ڏيڻ جي مراد سان ڪيل هئو. جي اهو فقط منهنجي دک ۽ رنجش جو اظهار هجي ها نه بوءِ مان انکي پورو ۽ واجب ٺهرايان ها. مگر نيت ارادو هن حالت ۾ گڏيل سڏيل هئو. ١٠٦

جيڪون طرفان بدهلت جا معاملا اڪثر لنهن ڪالبوءِ ۾ ٿيندا رهيا مگر مون ڪڏهن ۾ بدلي سزا جي اوٽ نه ورتي. اهڙيءَ طرح منهنجي زير نگرانيءَ جيڪي ڇوڪرا ڇوڪريون هيون تنکي اڏيالمڪ سکيا ڏيڻ جي ڪوشش ڪندي، آئر شڪتي کي بهتر ۽ سجهه سمجهڻ لڳس. ١٠٧

انهن ڏينهن جوهانسبرگ شهر ۽ فينڪس (آشرم) جي وچير پيو اچڻو وڃڻو پوندو هوم. هڪڙي گهمري جڏهن جوهانسبرگ ۾ هوس تڏهن آشرم جي رهواسن مان ٻن پالين جي بدچاليءَ جي خبر مليم. ستياگره جڏ جهڏ ۾ پڏري هار يا ناڪاميابي جي خبر مونکي ايترو صدمو ڪين رسائي ها جيترو هن خبر، جا خبر نه هئي، بلڪ اوچتي آفت هئي جا منهنجي متان اچي ڪڙڪي. ساڳئي ڏينهن فينڪس پهچڻ لاءِ ٽرين پڪڙير. ١٠٨

مسافريءَ ۾ وات لي، منهنجو فرض ڇا هئو سو صاف نظر

آيو. مون محسوس ڪيو تہ سنياليندڙ يا اُستاد گهٽ ۾ گهٽ
ڪنهن حد تائين پنهنجي سنيال هيٺ صغير يا شاگرد جي
خطا لاءِ جوابدار ضرور هئو، سو هن متئين واقعي بابت منهنجي
جوابداري ڏينهن جي روشنيءَ جيان صاف نظر آيو. منهنجيءَ
پتنيءَ انهيءَ ڳالهہ جي باري ۾ مونکي اڳيئي آگاه ڪيو هئو مگر
آءٌ جو ويسهي سياءُ جو هوس سو هنجي چتاءَ کي بدواڻبڌو
ڪري ڇڏيو. مون سوچيو تہ گنهگار ڌرين کي منهنجي
دک ۽ رنجش ۽ پنهنجي اخلاقي گراوٽ جي گهرائيءَ جو
پورو پورو اُنيوُ ٿئي تنهن لاءِ فقط هڪڙوئي اُپاءُ مون لاءِ
هئو تہ ڪو پراسچت جو نمونو اختيار ڪريان. سو مون پاڻ
تي ستن ڏينهن جو اُپواس ڪٽي مڙهيو ۽ پڻ پرتگيا ڪيم تہ
سايا چار مهنا سالده ڏينهن ۾ فقط هڪ ويلو کائيندس. ١٠٩

منهنجي پراسچت هرڪنهن کي دک رسايو ۽ واتاورڻ صاف
ٿي پيو. هرڪو محسوس ڪرڻ لڳو تہ پاپ ڪمائڻ ڪهڙو
نہ ڦهر جو ڪم آهي ۽ اُها سنبنڌ واري ڳنڍ جنهن سان آءٌ
۽ چوڪرا چوڪريون آشرم جا بدل هئاسين سا وڌيڪ سچي
۽ پختي ٿي پيئي. ١١٠

مون پنهنجي زندگي ۾ ڪڏهن بہ اسٽيہ جي اوٽ نہ ورتي
۽... پنهنجي وڪالت جي ڪم جو وڏو حصو عام خلق جي
ڪم ۾ ۽ سندن فائدي خاطر هوندو هئو جنهن لاءِ ضروري
يسي مان ڪيل خرچ ڪانسواءِ پيو ڪجهہ بہ ڪين وٺندو هوس
ڪڏهن تہ اِهو ضروري عدالتي خرچ بہ پاڻ پنهنجو ڪري
رندو هوس. ... اڃا ود يارٿي ئي هوس تہ ٻڌندو هوس تہ
ڪالت وارو ڌندو ڪوڙ ڪٿڻ جو ڌندو آهي؛ پر مونتي
ڳالهہ جو پرڀاءُ ڪين پيو ڇاڪاڻ تہ مونکي ڪوڙ ڪماڪ
ن عهدي يا پئسي ڪمائڻ جو ارادو هوئي ڪونہ. ... ذڪرڻ

اڻويهڪا ۾ ڪيترائي ڀيرا منهنجي انهيءَ اصول جي آزمائش
ٿي هئي. اڪثر ڪري موئڪلي ڄاڻ هوندي هئي ته منهنجا
مخالفتي پنهنجن شاهدن کي سيکاري سمجهائي ايندا هئا ۽
آءٌ به جيڪڏهن پنهنجي اصيل يا هنجي شاهدن کي ڪوڙ
لاءِ همٿائيندڙ هجان ها ته ڪيس کٽي سگهجي ها مگر مان
هميشه اهڙيءَ ڏنار ۽ لالچ جو مقابلو ڪندو آيس. فقط
هڪڙو موقع ياد اٿم جنهن ۾ ڪيس کٽڻ کانپوءِ موئڪلي شڪ
پيو ته منهنجي اصيل موئڪلي ڦسلايو يا ٺڳيو هئو. منهنجي
اندروني سچي دلي خواهش هميشه اهائي هوندي هئي ته
منهنجو کٽڻ روا تڏهن آهي جڏهن منهنجي اصيل جو ڪيس
سچو ۽ صحيح آهي. مان ڪونه سڃاڻان ته ڪڏهن به پنهنجي
في ٺهرائڻ وقت، ڪيس کٽڻ جي حالت ۾ ڪا شرطي ٻول
ڪيم. منهنجي اصيل کٽيو چاهي هاريو، پنهنجي فيءَ ڪانسواءِ
ڪجهه وڌ يا گهٽ ملڻ جي آشا ڪين رکندو هوس.

هرهڪ نئين اصيل کي پهرين ئي چتائي ڇڏيندو هوس
ته ڪوڙي ڪيس هلائڻ جي يا شاهدن گواهن کي سيکاري
تيار ڪرڻ جي مون ۾ ڪڏهن به اميد نه رکي. نتيجو اهو
ٿيو جو منهنجو ايڏو نالو چڙهي ويو جو ڪي به ڪوڙا ڪيس
مون وٽ ڪين آيا. سچ پچ منهنجي اصيلن مان ڪي ته
اهين به ڪندا هئا جو صاف سچا ڪيس موئڪلي ڏيندا هئا
۽ شڪي ڪيس ٻين وٽ نيندا هئا. |||

پنهنجي ڌنڌي جي ڪم ۾، اها به منهنجي هڪ ريت ٿي
وئي جو پنهنجن اصيلن يا رفيقن کان پنهنجي اڻ ڄاڻائي
ڪڏهن به ڪين لڪائيندو هوس. جتي به مان منجهي پوندو
هوس ۽ ڪجهه سمجهه ۾ نه ايندو هوم ته مان اصيل کي صلاح
ڏيندو هوس ته ٻي ڪنهن وڪيل سان وڃي پڇي. انهيءَ
صاف دليءَ ۽ سچائيءَ جي ڪري پنهنجن اصيلن جي بيحد

ٻريت ۽ ويسهه جو اُڏڪاري ٻڻيس. جڏهن ٻه ڪنهن وڏي
وڪيل جي مصلحت وٺڻ ضروري هوندي هئي ته اهي هميشه
اُن لاءِ مونکي خوشيءَ سان ڦي ڏيندا هئا. اُنهن جي اِلهيءَ
سنيهه ۽ ويسهه، منهنجي پباڪ ڪم ۾ مونکي ڇٽي هئي
ڏني. ١١٢

١٩١٤ع سال ۾ جڏهن ستياگره مقابلو ختم ٿيو تڏهن مونکي
گوکلي وٽان هدايت ملي ته هاڻي لنڊن کان ٿيندو پنهنجي
ديس ڏانهن موٽ.... لڙائي ٤ آگسٽ تي شروع ٿي ويئي هئي.
اسين لنڊن پهتاسين ڇهينءَ تاريخ. ١١٣

مونکي اِئين لڳو ته انگلنڊ ۾ رهندڙن هندواسين کي لڙائيءَ
۾ مدد طور يٿاشڪت ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ گهرجي. انگريزي
وديارٿين فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جي پاڻمرادو آڇ ڪئي هئي؛ ۽
هندواسين کي به پوئتي پوڻ نه گهرجي. بحث ۾ اِلهيءَ لڙطي
تي ڪيترائي اعتراض اُٿيا؛ اِلهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ويو
ه هندواسين ۽ انگريزن جي حالت ۾ گهڻو سارو تفاوت آهي؛
سين هئاسين گولا غلام ۽ هو هئا مالڪ. غلام مالڪ سان
ندس مشڪلات ۾ ڪهڙيءَ طرح سهڪار ڏئي ۽ شريڪ ٿئي؟
لام جو آزاد ٿيڻ تون چاهي تنهنجو اِهو ڪرتويه نه آهي ته
هنجي ڏاڍيءَ جي لوڙ ۽ حاجت جو وجهه سارُ فائدو وٺي؟
و دليل اُن وقت منهنجي دل سان لڳي ٿي ڪين پيو.
ت هندواسين ۽ انگريزن جي وچير درجي جو فرق جاتم ٿي،
ئين ڪين ٿي سمجهيم ته اسين هرويرو بلڪل غلامن وانگر
يل ۽ لتاڙيل آهيون. ماں اِئين ٿي وسهيس ته اهو سڀ
هه خاص طرح انگريزي عملدارن جوئي قصور هئو ۽
زي سرشتي جو اُيترو نه؛ ۽ اسين محبت سان منجهن ڦيرو
سگهون ٿا. جيڪڏهن اسين پنهنجو راجنيتڪ درجو

هن جي ساٿ ۽ سهڪار سان سڌارڻ چاهيون ٿا پر اسانجو فرض آهي ته سندن گهرج ۽ مشڪلات ۾ سندن ساٿ ڏيئي اُنهن جي مدد جا اُڌڪاري بڻجون. اگرچ سندن سرشتو عيباڻو آهي تڏهن به مولڪي ايتري قدر اهو برداشت کان ٻاهر نٿي لڳو جيڏو اچ ٿو لڳي. مگر جڏهن اچ انهيءَ سرشتي مان ويهه وڃائي انگريز سرڪار سان سهڪار ڪرڻ کان آءٌ انڪار ٿو ڪريان ته پلا ڪئين آهي دوست اُن وقت سهڪار ڪن ها خاص ڪري جڏهن سندن اُن وقت ٿي ساري سرشتي مان نه ڇا، پر انگريزي عملدارن مان پڻ ايمان نڪري ويو هئو؟ ١١٤

مون انهن ٿي ڀاليو ته انگلنڊ جي گهرج کي قبري اسين پنهنجو وار ۽ وجهه نه ٻڌايون، ۽ وڏائڪ شايان ۽ شايستو ۽ دوراندیشيءَ جو طريقو اهو آهي ته لڙائي جيستائين هلي ٿيسين ٿوڻي اسين پنهنجن طلبن تقاضائن لئي پڙ نه ٻڌون. تنهڪري مان پنهنجي صلاح ۽ مت تي قائم رهيس ۽ جن والنٽيئر ٿيڻ چاهيو تي تنکي ڪوٺ ڏنم. ١١٥

اسان سڀني اهو محسوس ٿي ته لڙائي بري آهي. مان ٿي جي پنهنجيءَ حالت ۾ حملي ڪندڙ تي قاعدي جو قدم کڻڻ لاءِ تيار نه هوس ته ملڪي لڙائي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ راضي ڪئين تو ٿي سگهان، خاص ڪري جڏهن وڙهندڙ ڌرين جي پکش جي حق ۽ ناحق کان بلڪل بيخبر آهيان. اُلبت منهنجي مترن کي خبر هئي ته ان کان اڳ بوئرن جي جنگ ۾ شامل ٿي شوا ڪئي هئم، پر اهي سمجهي ويٺا هئا ته منهنجا ويچار تڏهائڪر بدلجي ويا هئا.

سچ پچ ته اُها ساڳيءَ دليل واري شڪتي نگاهه هئي جنهن مونکي ٻون واريءَ جنگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ خواهش ڪمو هئو سا هن

موقع تي به وزنائتي پئي سمجهيم. ايترو ته صاف ظاهر
ته لڙائي ۾ شامل ٿي ياڳ وٺڻ ڪڍهن به اهنسا جي اصول
نهڪندڙ ٿي نه ٿو سگهي. مگر ساڳيءَ طرح ائين ڪين ٿو
جو پاڻڪي ڪرتويه پالنا جي راهه سدائين صاف نظر اچ
ستيه مارگ جو پانديئڙو اڪثر اوندهه ۾ هٿوراڙيون هڻڻ
لاچار ٿيو پوي.

١١٦

ڏکڻ ائفريڪا يا انگلنڊ ۾ سفري اسپتال (ائمبيولنس) س
ڪاريه لاءِ ماڻهو همٿائي آڻڻ ۽ هندوستان ۾ جنگي رنگرو
ڀرتي ڪرڻ سان مون ڪو لڙائيءَ ۾ مدد ڪانه ٿي ڪئي
لڪ اُنهي سنستا (راج منڊل) کي مدد ڪئي هيم جنهنڪي
رطانوي سلطنت ٿي سڏيائون ۽ جنهن جي اُنم لايڪار
بيثيت ۾ منهنجو تن ڏينهين ويسهه هوندو هئو. لڙائي لا
تن ڏينهين ڪراهت اهڙيائي سخت هوندي هيم جهڙي
اج اتم ۽ اُن وقت ڪلهي تي بندوق کڻڻ مونکان ٿي ڪين
سگهي ها، مُور نه ٿئي ها. مگر منش جي جيوت ڪا يڪي
سڌيءَ ليڪ وانگر ڪينهي؛ اِها ڪرتبن جو بچڪو آهي جي
ڪرتب گهڻو ڪري هڪ ٻئي کان نيارا ۽ مختلف ٿا ٿين. ۽
پاڻکي هر هر هڪل ٿيندي رهيتي ته هڪڙو نه ٻيو ڪرتويه
چونڊيو ۽ پسند ڪريو. مان جو، نه ان وقت پڻ جي خلاف
ڪنهن آندولن جي اڳوائي ڪرڻ وارو سڌارڪ هوس، ۽ نه
اج ئي آهيان، تنهن کي هڪ نگرواسيءَ جي حيثيت ۾ انهن
ماڻهن جي صلاح ڏيڻي ٿي پيئي ۽ رهبري ڪرڻي ٿي پيئي،
جنجو لڙائي ۾ ويسهه هئو مگر يا ته هو بزدل هئا يا نيچ نيت هين،
يا انگريز سرڪار خلاف ڪاوڙ هئن، جنهنڪري ڀرتي ٿيڻ
کان ونءِ ٿي ويا. مون ٻي ڏڙڪ صلاح ٿي ڏني مان ته جنهن
صورت ۾ لڙائيءَ ۾ ويسهه هون ۽ انگريزي راج ريتيءَ سان

وفاداري ئي ظاهر ڪبا آهن. تنهن صورت ۾ فوج ۾ برلي ئي آنکي سهارو ڏيڻ لاءِ فرض ادائي ۾ هڙ بدل هئا.... مان ڪسن مچيندو آهيان ته ڪڏهن به بدلو ولجي. تنهن هوندي به چار سال اڳي ايتيا لگ گوتاٽن کي صاف چئي ڏنو هوم ته ”جنهن صورت ۾ آهنسا مان اوهين جاڻوئي ڪين، اوهين لاشڪ گنهگار ٿيندا ۽ ڪاٿر ليکبؤ جي هٿيارن جي ٻل سان ئي سهين پنهنجين استرين جي عزت ۽ ملڪيت بچائڻ ۾ گنا آهيو.“ اِجهو تازو هندن کي چوڻ ڪان ڪين هبڪيس... ته ”جي اُوهانکي پورن آهنسا ۾ وشواس ڪرائي ۽ اُنتي عمل ڪري نتا سگهو ته ڌرم ۽ انسانيت خلاف ڏوهي ليکبؤ جيڪڏهن هٿيارن جي ٻل سان عورتن جي عزت جي رکيا نتا ڪريو، اُن شخص خلاف جو اوهانجون زالون ڀڄائي ٿو وڃي.“ آءٌ اِئين ٿو مڃان ته اِها سڀ صلاح جيڪا پئي ڏني آئم ۽ اڳي جيڪي به عمل ڪيو آئم سو اختيار ڪبل پنهنجي پورن آهنسا برموڌرم جو سڌو سنواٿو نتيجو آهي ۽ تنهن سان لهڪندڙ پڻ آهي. اِهو شاندار سڌانت چوڻ بلڪل سلبس آهي، اُن کي سمجهڻ ۽ اُن تي عمل ڪرڻ هن جنگ جهڳڙي، گوڙ بکيڙي ۽ جوش ڪروڌ سان ڀريل دنيا منجهه ذرا ڪٺن ڪم آهي، جا ڪنتائي روزانو گهٽي ۾ گهٽي محسوس ڪري رهيو آهيان. تنهن هوندي به اِهو عقيدو ته آهنسا کانسواءِ جيوت رهڻ جوڳي نه آهي، مون منجهه ڏن به ڏن پختو ۽ گهرو ٿيندو پيو وڃي. ١١٧

منهنجي هلت لاءِ ڪو، عذر ئي نٿو سگهي جيڪڏهن آنکي فقط آهنسا سنديءَ ساهديءَ ۾ ڏٺو وڃي. منهنجي ليکي، جيڪي ريڊڪراس جو ڪم ڪنتا ۽ نيا جيڪي لباهيءَ جا ” ڪم آٿين تا اُن پٺهي جي وڃهه ڪو به تفاوت ڪرائي.

ٻئي لڙائي ۾ ڀرو وٺن ٿا ۽ انهي مراد ۾ ثواب ڪرڻ ۾ هٿي ڏينتا. ٻئي لڙائي جي گناهه لاءِ جوابدار آهن. هنن هيٺين ورهين ۾ اندر منجهه جهاتي پائي ڏسڻ ڪاڻپوءِ به مان سمجهانٿو ته جن حالتن هيٺ مان هوس، مان اهو رستو وٺڻ لاءِ مجبور هوس جيڪو ٻوئر لڙائي پيري يا مهاڀاڙي يورپي لڙائيءَ وقت بلڪ ١٩٠٦ع سال واري نيٽال جي زولو مقابلي جنهنکي ”فساد“ چيو ٿو وڃي، تنهن ۾ ورتو هوم.

زندگي اَنيڪ شڪتين جي اثر هيٺ هلي رهي آهي. اها لس ٿي لس سٽاءُ سفر تي ٿيندي، جيڪڏهن ماڻهو پنهنجن ڪرتبن جي راهه رڳو فقط هڪڙئي عام اُصول انوسار مقرر ڪري سگهي جنهنجي آيل موقعي تي پيروي اهڙي ظاهر ظهور هجي، جو پل ۾ جو به سوچ ويچار ڪرڻو هوند ڪين پوي. مگر مونکي ڪو هڪڙو به ڪرتب ڪونه سجهي جنهنجو فيصلو اهڙو سولائيءَ سان ڪري سگهجي.

لڙائي جو پڪو مخالفتي هئڻ سببان مون ناستيءَ وارن هٿيارن هلائڻ جي سکيا ڪڏهن به پاڻکي نه ڏياري آهي جيتوڻيڪ اهڙي سکيا وٺڻ جا وجهه به ڪيئي پئي مليا اٿم. شايد اِنهيڪري ئي انساني حياتيءَ جي برباد ڪرڻ کان سڌيءَ طرح بچيو آهيان. پر جنهن صورت ۾ آءٌ اهڙي حڪومتي سرشتي هيٺ رهانٿو جو زور زبردستيءَ تي بدل آهي ۽ جنهن جا ميسر ڪيل خاص فائدا سهنجي ۽ سهوليتون آءٌ خوشيءَ سان ماڻيانٿو، تنهن صورت ۾ اُن لڙائي ۾ گهڙيل سرڪار جي سگهه سمرٿيءَ آهر سهائتا ڪرڻ لاءِ آءٌ بدل آهيان؛ باقي جي اُنهيءَ سرڪار سان اَسهڪار وارو واٽ وٺان ۽ وٺانٿس ملندڙ خاص حق فائدا پنهنجي گهٽي ۾ گهٽيءَ پهنديءَ آهر تياڳي ڇڏيان، نه پوءِ ٻي ڳالهه آهي.

هڪڙو مثال ٿو وٺان. آءٌ هڪڙيءَ سنستا جو ميمبر آهيان جنهنکي پنهنجي ڪجهه ايڪڙ زمين آهي پر اُن منجهان پيدا

پڪندڙ فصلن جي سِرَ تي ڌاڙيلن جي حملي جو خطرو اڀرندو آهي. منهنجو وشواس آهي ته سڀ جيوت هڪ ٻول جنز آهن ۽ تنهنڪري ڌاڙيلن کي ڪنهن به قسم جو ايذاءُ رسائڻ ٿيندو اهنسا جو ڀنگ ڪرڻ. مگر فصلن جي بچاءَ ڪرڻ ڪاڻ اِن کي جوڙي، ڌاڙيلن تي حملي ڪرڻ لاءِ هدايت ڏيڻ کان ڪين نه هٻڪان. مان اُن لڙائيءَ کان پاڻ بچڻ ٿو چاهيان. مان اِن کان پاسو ڪري سگهان ٿو، جي اُن سنستا کي ڇڏي اچان يا ته ٽوڙي ڇڏيانس مگر اِهين به ڪين ٿو ڪريان، ڇاڪاڻ ته مولکي ڪنهن اهڙيءَ سماج هٿ اچڻ جو آسرو ڪونهي جا ڪٿيءَ ٻيا لڳي سگهي ۽ جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي جهوٽ جي ناستي نه ٿيندي هجي. تب ٻه ۽ ڏکندي، لهرائي ۽ پڇتاءُ جي پاڻ ۾، مان ڌاڙيلن کي ايذاءُ رسائڻ واري ڪم ۾ شريڪ ٿيان ٿو انهيءَ آشا ۾ ته ڪنهن ڏينهن مڙيئي ڪو نه ڪو رستو لڀي پوندو.

ساڳيءَ طرح لڙائي جي ٽن ڪمن ۾ شامل ٿيو هوس. جنهن سماج جو جزو هوس تنهن سان لاڳاپا ٽوڙي نٿي سگهيس. انهن ڪرڻ منهنجي چرپائي اسڪيجي ها ۽ انهن ٽنهي موقعن تي انگريز سرڪار سان قطع تعلقات ڪرڻ جو مولکي ويچار تي ڪونه هئو. سرڪار بنسبت منهنجو رخ اڄ بلڪل ٻيءَ طرح جو آهي ۽ انهي ڪارڻ انهي جنگين ۾ از خود ڀرو وٺو ٿي نه اڪر ۽ جيڪڏهن هٿيار کڻڻ ڪاڻ يا ٻيءَ طرح سرڪاري فوجي ڪارروائين ۾ حصو وٺڻ لاءِ مون سان زوري ڪئي وڃي، ته قيد جي سزا نه ڇا، بلڪ ڦاسيءَ جو جوکم به سر تي کڻندس.

پر انهي ڳالهين ويندي، اڃان به اهو مسئلو حل ٿئو ٿئي. مثلاً جيڪڏهن پنهنجي قومي سرڪار هجي جنهن ۾ مان پنهنجي سر ڪنهن به لڙائي ۾ سڌيءَ طرح ڀرو نه وٺان، تڏهن به اهڙا اوسر خيال ۾ آڻي سگهان ٿو جڏهن جيڪي ڀرو

وڃڻ چاهين ٿا تن جي فوجي سکيا لاءِ ووٽ ڪرڻ منهنجو فرض ٿيندو، ڇاڪاڻ ته اِها ڄاڻ اٿم ته ان قومي سرڪار جا سڀيئي ميمبر مون وانگر انهيءَ حد تائين اهنسا ۾ وشواس رکندڙ نه آهن؛ زوريءَ ڪنهن شخص يا سوسائٽي کي اهنسڪ بڻائڻ ممڪن نه آهي.

اهنسا نهايت غيبي نموني ۾ اثر ڏيکاريندي. اڪثر ماڻهو جا ڪرتب اهنسا جي درشٽيءَ کان ڇانت ۽ ڇڪاس کان زور ڏيو وڃن؛ ساڳيءَ طرح اڪثر ڪري هنجا ڪم ظاهري ته هنسڪ ڏسڻ ۾ ايندا آهن جيتوڻيڪ حقيقت ۾ هو بلڪل اهنسڪ اِنسان هوندو آهي، پوءِ چاهي اُها اهنسا اوچي ۾ اوچي معيار جي ڪٿي وڃي، ۽ جنهنجي نيت پوءِ اهنسڪ هئڻ جي ساک هرڪو ڀريندو آهي. تنهنڪري سڀ ڳالهه ڳٽي پنهنجي وزنل روش لاءِ صرف اِها دعويٰ رکي ٿو سگهان ته مٿي پيش ڪيل مثالن ۾ آءٌ خالص اهنسا جي ڀاوَ ۾ ٿي پٽي ورتيو آهيان. تنگ قومي يا ٻئي ڪنهن تنهن فائدي جو اندر ۾ ڪڏهن به ويچار نه آيو اٿم. ڪنهن ٻئي فائدي کي قربان ڪري قومي يا ٻئي ڪنهن اِهڙي فائدي کي اڳ اڳرو ڪرڻ کي مان مڃان ئي ڪين.

مان وڌيڪ دليلبازي ڪريان ئي ڇو! ٻولي پل پلان ڇونه هجي تڏهن به پورن ريتيءَ سان پنهنجا خيال ظاهر ڪرڻ لاءِ اُها فقط تنهن واهڻ وسيلو آهي. مون لاءِ اَهنسا فقط فيلسوفيانو مت نه آهي. اهو منهنجو جيون جو عملي نيم ۽ ساهه پساهه آهي. بيشڪ مڃان ٿو ته آءٌ اڪثر ڪري ڪِري پوان ٿو، ڪڏهن ڄاڻ هوندي، گهڻو ڪري بيخبرو. اِها ڪا ذهن فهم جي ڳالهه نه آهي پر هردي جي ڳالهه آهي. خود قرباني ڪرڻ لاءِ سداءِ تنپر رهڻ، پاڻ مارڻ، گهٽيءَ ۾ گهٽيءَ نمرتا سان هرگهڙيءَ ايشور کي ٻاڏائي سندس سهائتا گهرڻ سان ئي سچي رهنمائي ملندي ٿي. اُنجي اڀياس استعمال ۾ نرڀيتا ۽ اعليٰ درجي

ڏي همت جي ضرورت آهي. پنهنجي ڪمزورين کي ڏسڻ ۽
ڄاڻندي نهايت ڏک ٿيندو اٿم.

مگر منهنجي اندر واري جوت اسٿر، اوچل آهي. ستيہ ۽
اهنسا جي مارگ وٺڻ کانسواءِ اسان مان ڪنهن جو بہ چوٽڪارو
ڪونہ ٿيندو. مان ڄاڻان ٿو تہ لڙائي ناجائز آهي ۽ ڪلرڪلي
خرابي آهي. اها ٻہ ڄاڻان ٿو تہ انجو انت اچڻ کپي. منهنجو
درڍ وشواس آهي تہ دغا دولاب يا رتوڇاڻ سان حاصل ڪيل
آزادي، آزادي نہ آهي. شال اهي سڀ ڪرم جن لاءِ مون
تي الزام ٿو لڳي سراسر بچاءُ جوڳا نہ ٿي ليکيا وڃن، انهيءَ
ڪان جو منهنجي ڪنهن بہ ڪرت ڪري انهن سمجهہ ۾ اچي
تہ اهنسا جو اصول ئي غلط آهي، يا ڪڏهن بہ انهن ويچاريو
وڃي تہ مان ڪنهن بہ روپ ۽ نموني ۾ هنسا يا استيہ جي
فائدي ۾ هوس! نہ هنسا، نہ استيہ ٻہ اهنسا، ستيہ اسانجي
هستيءَ جو اٽل نيم آهي. ١١٨

موکي پنهنجين ڪمزورين جي پوري سڌ رهندي
آهي. اها سچائي ئي منهنجو بل آهي. جيڪي ڪجهہ مان
پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪري سگهيو آهيان سو سڀ گهٽي
ڀاڱي منهنجين پنهنجين گهٽتائن جي ڄاڻ هئڻ ڪري ئي ممڪن
ٿيو آهي. ١١٩

منهنجي خلاف ڪجهہ اهڙو سڀڪو چيو ويو آهي، لنهن لي مان
ساري عمر هريل آهيان. هرڪنهن پلڪ ڪم ڪندڙ جي ڀاڱ ۾
انهن ئي هوندو آهي. هنکي سخت چمڙي ڌارڻ کپي. هڪڙهن
هرهڪ غلط بياني ۽ ڪوڙ جو، پنهنجي صفائيءَ ۾ جواب ڏيڻو
پوي تہ هوند حياتي بوجو ئي پوي. منهنجي جيوت جو
اهو نيم ئي ويو آهي تہ اهڙن سڀني ڳالهين جي ڦيڪلاءِ لاءِ
ڪڏهن بہ سمجهاڻي نہ ڏيان سواءِ ان حالت جي جنهن ۾

عام ڪاريه جي پکش خاطر صحيح سمجهائي گهربل هجي.
انهيءَ نيم جي ڪري وقت ۽ پريشانيءَ جو گهڻو بچاءُ ٿيو
آتم. ١٢٠

هڪڙوئي سدگڻ جنهن تي مان دعويٰ رکڻ گهران ٿو سو آهي
ستيه ۽ آهنسا. انساني طاقت کان مٿي پهچ هئڻ جي دعويٰ
کاڻ ٿو رکان، نڪا تنهنجي گهرج ئي آتم. مان به ساڳئي
بگڙي پرشت ٿيندڙ ماس جو پتلو آهيان جيڪو منهنجي هم جنس
جيون مان ڪمزور م ڪمزور جيو جو آهي ۽ بين انسان جيان
خطا جو گهر آهيان. منهنجا سيوا جا ڪاريه اوٽاين سان پريا
پيا آهن، پر انهن سڀني جي باوجود، هن مهل توڻي اُنهن تي
ايشور جي آسيس پئي رهي آهي.

پنهنجي پل قبولڻ انهيءَ بهاريءَ سمان آهي جا ڪن ڪچرو
بهاري صاف ٿي ڪري ۽ مٿاڇري کي اڳي کان ئي وڌيڪ
صاف ۽ اُجرو ٿي ڪري ڇڏي. مان پنهنجي پل باسڻ
بچاٽا پاڻکي وڌيڪ مضبوط سمجهندو آهيان. پُلَ ڪري بوئتي
هٽڻ سان ڪاريه هميشه ڦرندو ڦلندو. سڌيءَ راه کان هوڏ
وچان باهر پٽڪڻ سان ڪڏهن به ڪو انسان منزل مقصود
تي نه رسيو آهي. ١٢١

”مهاتما“ کي ته مونکي سندس نصيب جي سهاري تي ئي ڇڏڻو
پوندو. جيتوڻيڪ اُسهيوگي آهيان ته به آءٌ وڏيءَ خوشيءَ سان
اهڙي قاعدي جو پاس ٿيڻ تسليم ڪندس جنهن موجب مونکي
”مهاتما“ ڪري سڏڻ ۽ مونکي پيري پوڻ هرڪنهن لاءِ ڏوه
ٺهرايو وڃي. آشرم ۾ جتي مان پاڻ اهڙي قاعدي جو بندن وجهي
سگهان ٿو، اُتي انهيءَ عادت کي اپراڌ ٺهرايو ويو آهي. ١٢٢

هاڻي وقت آيو آهي جو مان انهن بابن کي اتي ئي بند

ڪريان... منهنجي جيوت جي درجي کان اڳتي ايتري قدر عام ٿي ويئي آهي جو منجهس اهڙو ڪجهه رهيو ئي ڪينهي جو لوڪن کان لڪل هجي.... منهنجي جيون هڪ کليل پستڪ بڻجي پيئي آهي. مون وٽ ڪي به ڳجهه ڪينهن نڪي ڪي ڳجهن حقن کي هٿيايان ٿو. ۱۲۳

منهنجي هڪ سرڪي تجربي مونکي پڪين ڪرايو آهي ته ستيه کان سواءِ بيو ڪو ڀڳوان آهيئي نه. ۽ جيڪڏهن هن لکيل پانن جو هر هڪ صفحو پاڪ کي پڌرو ڪري ٿو ته ستائي ستيه جي اُپاءُ ڪرڻ ڪاڻ اهنسا هڪڙوئي واحد وسيلو آهي، ته پوءِ مان سمجهندس ته انهن پانن لکڻ ۾ منهنجو سمورو پورهيو ويرٿ ويو. ۽ جي ڪڏهن به منهنجون ڪوششون ان سمت ۾ نشڦل ثابت ٿين ته مان پاڪن کي ٻڌائيندس ته ڏوهه ان اعليٰ اصول جو نه آهي، بلڪ اُنجي ظاهر ڪرڻ لاءِ واحد وسيلي جو آهي. ۱۲۴

حلالڪر مان ڀارت ۾ مونتي آيو آهيان لڏهانڪر سٽل جذبا جي مون منجهه لڪا پيا آهن تن جا مونکي آزمودا پئي مليا آهن. انهن جي ڪاڻ مونکي شڪست کٽي ته ڏني آهي پر نبيجو ضرور نوايو آهي. انهن آزمودن ۽ تجربن لي ٿي پئي لڳمو آهيان ۽ تن مان ٿي وڏي خوشي ملي اٿم. مگر اڃا سڌ اٿم ته اڃان هڪڙو ڏکيو پيچرو اڳيان آهي جو لنگهي پار ڪرڻو اٿم. مونکي ججهائي ته پاڻکي ڳهائي ويجائي ذرڙيءَ سمان ڪري ڇڏيان. جيسيتوڻي انسان پنهنجو پاڻ اچا شڪتي سان پنهنجي هم جنس پاڻين منجهه پاڻکي سڀني کان پويون ڪري نٿو ليکي، تيسيتوڻي هنجو اُڌار ٿيڻو ئي نه آهي. اهنسا آهي نمرتا جي پرڪ ۾ پوڻ آخرين حد. ۱۲۵

ابوجهه ٺلق جيڙيءَ طرح منهنجي پوجا ڪري رهي آهي،

تنهنکان سچ پچ يا حرف به حرف کٽي ڇڏجي ته آءٌ بيزار ٿي بيو آهيان. جيڪڏهن ماڻهو مون تي ٽڪون اُڇلائين ها ته مونکي پنهنجي سچي حالت جي صحيح پتو پوي ها. بوءِ ته هماليه جبل جيڏين چڙڪن ۽ بين غلط اندازن لڳائڻ جي پاس پاسڻ، پوئتي هٽڻ ۽ نوان ستاءُ سٺڻ جي ڪابه ضرورت ڪانه رهي ها. ١٢٦

ڪٽي به عزت آبرو حاصل ڪرڻ جي مونکي اِڇا ڪانهي. اِها راجاڻ جي درٻارين ۾ گهربل سجاوٽي سمان آهي. مان مسلمانن، عيسائين، پارسين ۽ يهودين جو اهڙوئي شيوڪ آهيان جهڙو هندن جو. شيوڪ کي پيار جي لوڙ آهي ۽ نه عزت آبرو جي. اُهو پيار مون لاءِ هڪيو آهي ۽ ملندو رهندو جيستاءِ مان سچو شيوڪ ٿي رهندس. ١٢٧

اَلائي ڇو يورپ ۽ آميريڪا ڏانهن وڃڻ کان ڇرڪندو آهيان. ائين نه آهي ته پنهنجي ديش واسين جي ڀيٽ ۾ انهن مهان ڪنڌن جي لوڪن ۾ وڌيڪ اوشواس ٿو رکان، مگر مونکي پاڻ ۾ئي وشواس ڪونهي. سئر يا ديدار بازيءَ لاءِ يا صحتيابي جي ڪاڻ اولهه ڏانهن وڃڻ جي ڪابه اِڇا ڪانهيم، نڪا ڪا اُتي عام لوڪن کي تقريرن ڏيڻ جي تمنا اٿم. لوڪ پڌائينم ۽ پير ڪري پوڄينم تنهن لاءِ سخت ذڪار اٿم. عام مظاهرن جي پيڙ ۽ تقريرن جو بوجو برداشت ڪرڻ لاءِ اُها سگهه صحت به الاجي وري موٽي ملندم ڪي نه. جيڪڏهن ڀڳوان وري ڪڏهن مغربي دنيا ۾ موڪليم ته اُتي ويندس اتان جي جنتا جي دلين ۾ پيهي وڃڻ لاءِ، اولهه جي جوانن سان سانتيڪي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ڪاڻ ۽ اهڙن همسريڪن آتمائن کي ملڻ خاطر جي صلح شانتيءَ لاءِ سواءِ ستيه جي، ٻي هر قسم جي قرباني ڪرڻ لاءِ تيار هوندا.

مگر مان سمجهان ٿو ته مولکي اچا ته اهڙو ڪو به سنيهو ڪولهي جو اولهه وارن کي پنهنجي سر وجهي سگهان. آءٌ معالتو ته منهنجو سنديش سرود بشڪ آهي، ساريءَ منش جاتيءَ لاءِ، پر اچا ته ائين جاڻي وينو آهيان ته پنهنجي ئي ديش ۾ پنهنجي ئي ڪارية دواران آءٌ اهو پيغام هر هنڌ بخوبيءَ پهچائي سگهان ٿو. جيڪڏهن ڀارت ۾ ئي ظاهر طهور ڪامبابي ڏيکاري سگهان ته پوءِ چئبو ته منهنجو ڏٺل سنديش مڪمل ٿيو. جيڪڏهن مان اِنهيءَ نتيجي تي پهنس ته ڀارت کي منهنجي سنديش جو ڪجهه ڪولهي ته پوءِ چاهي پنهنجي سنديش ۾ ه اُهوئي سچو هولدم تڏهن به پڌلڙن جي تلاش ۾ باهر ٻئي هنڌ وڃڻ جي خواهش نه رکندس. جيڪڏهن ڀارت کان باهر وڃڻ جي همت ساريو به ڪٿي تڏهن ته اِنهي ڪري ويندس جاڪاڻ جو وشواس اٿم، ته منهنجو سنديش رفته رفته ٿي سڀين ڀارت وٽ قبول پوندو ٿو وڃي، جيتوڻيڪ مان سيني جي تسلط لاءِ اهو پيڙ ڪري نتو سگهان.

اهڙي طرح هوڏانهن حن مترن ڪوت ڏني ڪثر ٿي سان دل عظندي به لکيڙه پئي ڪبي، ته هيڏانهن غور ڪري ڏٺم ته يورپ وڃڻ جي مولکي ڪاه ضرورت ڪاڻ هئي سواء رومين رولند سان گڏجڻ جي. عام طرح ملڪ ڏسڻ ڪاڻ پاڻ وشواس جو ڪونه هوم تنهن ڪري منهنجي دل گهريو ٿي ته اولهه جي گيانيءَ سان ملاقات کي پنهنجي يورپ جي سفر جو مکيه سبب ٺٿايان. مون تنهن تي پنهنجي مشڪلات جاڻائي هن کان لکي پڇيو، ته دل کولي صاف صاف پڌايو ته فقط منهنجي اوهانجي ملڻ جي خواهش کي يورپ جي سفر جو مکيه سبب ٺٿايان، اهو اوهين ڪيتري قدر مناسب ٿا سمجهو. هن جواب ڏنو ته خود سچيه جي ٽالي ۾، آءٌ ته ڪاهيندس ته ڪو اوهين يورپ اچو ؛ مکيه سبب فقط مون

ويئي تنهن ظاهر ڪيو تہ هنجي ٻچڙ جو ڇاڙهو ۽ آسرو ڪولهي.
اُن ڇاڙور جي ٻچڙا اهڙي تہ سخت هئي جو ليائبندڙ سور
سهڻ ڪالسواءِ پاسو بہ ڦري ورائي سگهيو. اهڙين حالتن هيٺ
مون ڇاڙو تہ انسانيت جي تقاضا اها هئي تہ ڇباليءَ جو اُنت
آڻڻ سان انجي ٻچڙا جي ڇٽڪاري ڪجي. ساري آشرم جي
اڳيان اها ڳالهہ رکي ويئي ۽ ٻهت هلندي، هڪڙي ٻئي
ٻاڙيسريءَ زور شور سان الهيءَ ويچار جي مخالفت ڪئي تہ
درد ۽ ٻچڙا جي ڇٽڪاري آڻڻ لاءِ بہ مارڻ نہ جڳائي. هنجي
مخالفت جو بنيادي دليل اهو هئو تہ جڏهن انسان جيوت
ڏاڻ پيدا ڪري نٿو سگهي تڏهن ڪهڙو حق اُنس جو انکي
ختم ڪري. هنجو دليل هن حالت ۾ مونکي بي معنيٰ پئي
ڀاسيو، معنيٰ اُن ۾ تڏهن هجي ها جڏهن ڪنهن سوارٿ
سان يا خودغرضيءَ وچان جان وٺجي ها. آخرڪار نهايت
نمرتا جي ڀاوَ ۾، مگر صاف ۽ چٽي ٻڌڻي سان، مون ڀاڻ وٽ
هڪڙو ڊاڪٽر گهرايو جنهن مهرباني ڪري اُن ڳائي کي
زهر جي سئي هڻي سندس موڪ ڪيو. اهو سڄو قصو ٻن
منٽن اندر ختم ٿيو.

مون ڄاتو ٿي تہ عامرايو خاص ڪري احمدآباد ۾ منهنجي
هن ڪم کي پسند نہ ڪندو ۽ اُلڪي ٻيو نہ تہ هسڪ ئي
نهرائبندو ٻر ايترو بہ ڄاڻان ٿو تہ پنهنجي فرض ادائي ڪندي
عام لوڪن جي راءِ کان آزاد رهڻ گهرجي. مان همسنہ الهي خيال
جو رهيو آهيان تہ جيڪي ڀاڻکي صحيح سمجهہ ۾ اچي تنهن
تي ٻهلڻ لاءِ ٻدل رهڻي ٻوءِ جاڏي اهو ٻين کي غلط لڳي،
۽ آزموديءَ ڏيکاريو آهي تہ اهوئي ٺيڪ ۽ ٻورو رستو آهي.
الهيءَ ڪارڻ ڪريءَ هيءَ اڪ ڳائي آهي:

'ٻريم پنٿ پاوڪني جوالا ڀالي، ڀاڄا ڀاڳي جولي'

ارٿ: ٻريم جو ٻچڙو باهہ جي اُلي سمان آهي. الهيءَ کي
اوڪ ڀڄندا آهن.

اهنسا جي پٽ يعني پريم جي پٽ تان ٻه پاڪي اڪثر اڪيلي سرئي هلڻو پوندو آهي.

اهو سوال مونکان شايد حقي واجبي پڇيو وڃي ته ”اُن ڳابي جي لاڳاپي ۾ جنهن اُصول جو اظهار مون ڪيو آهي سو آءٌ اِنسانن سان به لاڳو ڪندس يا نه؟ آءٌ پنهنجي حالت ۾ جيڪر اهو اُصول عمل ۾ آڻيان؟“ منهنجو جواب ٿيندو، ”هائو“؛ ساڳيو قانون ٻنهي حالتن لاءِ صحيح ٿيندو. قانون ’جهڙو هڪڙي لاءِ تهڙو سڀني لاءِ‘، تنهن ۾ خاص حالت يا نياري جي ڪا به گنجائش ڪانهي. اُن موجب اُن ڳابي جو مارڻ غلط يا هنسڪ ٺهرائبو ئي ڪين. البت عمليءَ طور اسين پنهنجي پيارن ۽ عزيزن جا عذاب موت آڻڻ جي وسيلي ختم ڪين ڪندا آهيون، ڇا لاءِ جو، اڪثري هنن جي سهائتا لاءِ اسان وٽ سدائين ٻيا وسيلا هڪيا هوندا آهن، ۽ انهنڪي خود پنهنجيءَ حالت ۾ فيصلي ڪرڻ لاءِ سوچ شڪتي هوندي آهي. پر فرض ڪريو ته تڪليف ۾ سور جي سناپل منهن جي حالت ۾ مان ڪنهن به پرڪار جي سهائتا ڏيڻ لاءِ اسمرٿ آهيان ۽ هنجو بچڻ ناممڪن آهي ۽ مريض سخت پيڙا ۽ درد سان بي هوشيءَ جي حالت ۾ پيو ئي رهي ٿو، ته پوءِ اُنهيءَ حال ۾ موت وسيلي هنجي عذاب جو انت آڻڻ ڪي آءٌ هنسا بلڪل ڪين ليکيندس.

جهڙيءَ طرح هڪ جراح هنسا نٿو ڪري پر پنهنجو چاقو ڪم آڻيندي به شڌ پوتر اهنسا ٿو ورتي ۽ عمل ۾ آڻي، تهڙي طرح، جي ضروري سمجهيو وڃي ته ڪن خاص اتر حالتن هيٺ قدم اڳتي وڌائي، پيڙت دردئيءَ جي ڀلائيءَ لاءِ، جسم کان جان جدا ڪري سگهجي ٿي. شايد اعتراض اُٿي ته جراح جي حالت ۾ ته هو مريض جي حياتي بچائڻ لاءِ ئي جراحي وِدڪت جي ڪارروائي ڪندو آهي، هوڏانهن ٻيءَ حالت ۾ اسين هنجي بلڪل اُبتڙ ٿا ڪريون؛ مگر جي گهري ڇڪاس

پتر آهي. پر اهڙي وقت اچڻ جو تصوُر ڪري ئي نٿو سگهان جڏهن پرٿوِيءَ تي عمليءَ طور فقط هڪڙوئي ڌرم رهندو. اُصول جي لحاظ کان جنهن صورت ۾ هڪڙوئي ايشور آهي، تنهن صورت ۾ ڇڙو هڪڙوئي ڌرم ٿي سگهندو. پر عمل ۾ منهنجي ڄاڻ ۾ ڪن ٻه ٻن ماڻهن کي ايشور بنسبت ساڳيو هڪجهڙو فهم نه آهي. تنهنڪري، شايد هميشه الڳ الڳ ڌرم رهندا ايندا جي ڌار ڌار سُياڻن ۽ ملڪ ملڪ جي حالتن انوسار نهڪندڙ هوندا. ٢٧

منهنجو وشواس آهي ته دنيا جا سڀ وڏا ڌرم مذهب لڳ ڀڳ سچا آهن. "لڳ ڀڳ"، اِنهي ڪري ٿو چوان ڇاڪاڻ ته مان اِنهيءَ ڳالهه کي مڃيندڙ آهيان ته سڀ ڳالهه جنهنجي انسان جو هٿ آهي سا ڇاڪاڻ ته اِنسان اپُورڻ آهي، اڻپوري ٿي رهيتي. پورنتا پرماتما جي هڪڙي خاص وصف آهي جا وستار کان ٻاهر آهي ۽ جنهنجو اُلٿو ٿي نه ٿو سگهي. آءٌ اِهو ضرور مڃالٿو ته هر اِنسان لاءِ ممڪن آهي ته جهڙيءَ طرح پرماتما پورن آهي، پاڻ به پورن بڻجي. اسان سڀني لاءِ ضروري آهي ته پورنتا جا ڪانکي ٿيون، پر جڏهن اُنهيءَ سڀوري اوستا کي رسجي ٿو، تڏهن اُها ڪٿ ۽ بيان کان ٻاهر آهي. ۽ تنهنڪري، نهايت نمرتا سان مڃان ٿو ته ويد، قران ۽ انجيل به ايشور جو اپورڻ ڪلام آهن، ۽ اسين جي اپورڻ انسان آهيون ۽ جنکي اڪيچار وشيءِ وڪاز پيا ڏوڙين ۽ ڏونداڙين، سو اسان لاءِ اِهو ايشوري واڪيه پليءَ پت سمجهڻ ٿي ناممڪن آهي. ٢٨

آءٌ اُئين ڪوئه ٿو مڃان ته ويد کي خاص نجا ايشور وٽان مليل گيان آهن. آءٌ ويدن کي انجيل، قران ۽ زند اَوستا جهڙوئي ايشوري اِلهام ڪري مڃيانٿو. مان هندو شاسترن

کي مياڻو ٻڌ ٿيڻ ڪري مون لاءِ ضرويو ضروري نہ آهي تہ
آئينجي ضرورڪ شبد ضرورڪ شلوڪ کي ايشوري وائي ڪري
ليکيان. ... ڪيترو ئي اُنهو تالماڊو آرت ڄڻونہ ڪيل هجي، پر
جي اُهو عقل يا نيتڪ پاڙ اُرت جي ورڌ هجي، تہ اُن سان بدل
وشيش ڪان آءٌ انڪاري آهيان. ٢٩

مندر يا مسجدون يا ديوليون. ... ايشور جي اُنهن ڏار ڏار
آستانن جي وچ ۾ ڪو ڀيد مان رکائتي ڪونہ. اِهي آهيئي
آهن جيڪي ڪجهہ نشچي اُنيڪي ٻاٻو آهي. آڻ ڏنل کي
ڪٿي بہ ڪري پيچيءَ لاءِ اِنسان جي ڄاشنا يا ڄڪ جي
اِهي پوريت ٿيون ڪن. ٣٠

ايشور-پرارٿنا منهنجي جان بچائي آهي. اُن ڏاران گيٽو اڳي
ٻائبل ٿي پڙهان ها. ڪڙي ۾ ڪڙن لوڪڪ خواہ خانگي
آزمودن منجيان مونکي نہ منهنجو پاڳو ٻليءَ ڄيو. اُنهن مونکي
ڪجهہ وقت لاءِ ٿي سچين نراسائيءَ ۾ اُڇلي وڌو. پرارٿنا
ڏاران ٿي آءٌ اُن نراسائيءَ منجيان ٻئو آيا ڪري سگهيو هوس.
سچہ جيان پرارٿنا منهنجيءَ جيون جو ڪو جزو ڪانہ ٿي رهي
آهي. اِها (پرارٿنا) صرف ضرورت وچان ٿي آئي يا پليءَ پير.
جنهن تہ مون پاڻکي اُنهيءَ دشا ۾ ڏٺو جنهن مان پرارٿنا
ڏاران مان ڪنهين بہ طرح سک پائي نہ ٿي سگهيس، ۽
جنهن ٿي وقت گذرندو ويو منهنجو ايشور ۾ وشواس وڌندو
ويو تہ ٿي آڇيل ٿيندي وئي اُڪير پرارٿنا لاءِ، ايتري قدر
جو اُن ڏاران جيوت ڪُجهي ۽ بي معنيٰ ٿي پاسي. ڏکڻ
آفريڪا ۾ ڪڪ لڳا عيسائي اُپاسنا ۾ شامل ٿيو هوس مگر
اُها مونکي ڪينچي نہ سگهي. مان اُنهن عيسائين سان اُن ۾
پوءِ شامل نہ ٿي سگهيس. ڇو پکوان اڳيان ٽيڪ منگوڻ لڳا.
مان اُئين ڪري بہ سگهيس، آءٌ بري طرح ناڪامياب ٿيس. اُن

پڄاڻا ايشور ۽ پوڄا پرارٿنا ۾ اوشواسي ٿيڻ لڳس تان جو حيا
۾ ڦورين ته نه پر پوءِ پيرو، ڪنهن قسم جو خال محسوس ڪ
مگر اُن منزل تي مان ائين سمجهڻ لڳس ته جڻ سرير
ڪاڌو ضروري هئو تئن آتما لاءِ پرارٿنا. حقيقت ۾ سرير
ڪاڌي جي اهڙي درڪار نه آهي جهڙي آتما کي پرارٿنا جي
چاڪاڻ ته بک ڪڍڻ وري به سرير کي صحتور ڪرڻ خا
اڪثري ضروري ٿيو پوي. مگر آتما کي پرارٿنا روپي بک ڪڍائ
اهڙي ڪا ڳالهه ٿيئي ڪانه. ائين ممڪن ئي نه آهي
وهين پرارٿنا سان پنهنجو پيٽ ڍلهي سگهو. دنيا جي وڏي
وڏن رهبرن منجهان ٿي — بڌ، عيسيٰ ۽ محمد — پا
صاف ساکي ڇڏي ويا آهن ته اُنهن پرارٿنا دئاران ئي روحاني
روشني ڏني ۽ جنهن ڏاران هنن جو جيا پوئي ناممڪن هو.
لکها هندو، مسلمان ۽ ڪرستان آهن جنکي فقط ايشور پرارٿنا
دئاران ئي جيون ۾ آٿت ٿو ملي. يا ته اُنهنکي ڪوڙو مجبو
يا پاڻکي دوکو ڏيندڙ ماڻهو سمجهو. مان چوندس ته جي اِهو
’ڪوڙ‘ آهي ته به، مون سچ جي طالبوءَ کي اِن موهي وڌو
آهي، ۽ جيون ۾ مونکي آڌار يا اَنت وارو سهارو ڏنو آهي،
جنهن بنا پل پير به زنده رهي ڪين سگهان. جينوٽيڪ راجنيتڪ
سمتان تي نراسائي مونکي منهن ۾ گهوريندي رهي تڏهن به پنهنجي
شانتي ڪڏهن ڪين وڃايم. حقيقت ۾ اهڙا ماڻهو به مليا آهم
جن منهنجيءَ شانتيءَ تي مون سان ريس ڪئي آهي. آها
شانتي پرارٿنا مان ئي ٿي پڙبي. مان ڪو وڏو عالم ڪين
آهيان، باقي نمرتا سان مان پرارٿنا جو عادي هئڻ جي دعويٰ
ٿو رکان. پرارٿنا جو نمونو ڪهڙو به هجي تنهن لاءِ مان بي
پرواهه رهندو آهيان. انهي باري ۾ هرڪو پنهنجي لاءِ پاڻ
قانون آهي. مگر ڪي چٽا نشان ٿيل رستا ضرور آهن ۽ اُنهن
گڏل گسن جن تان پراچين آچارين پنڌ ڪيا آهن تن تان هلڻ ۾
سلامتي آهي. مون پنهنجي شخصي ساک ڏني آهي. پلي

هرڪو آزمائي ڏسي ته روزانو ايشور پرارٿنا ڪرڻ سان پراپ
پنهنجيءَ جيون ۾ ڪجهه نه ڪجهه نئون گڏيتو يا واڌارو ڪري
ٿو يا نه. ٣١

انسان جو آخرين مقصد آهي ايشور پراپتي لهڻ لاءِ اٿين ٽن
گهرجي جوهن جا جملي ڪاريه راجنيتڪ، پنگتي، اُنوا ڌارمڪ
ايشور درشن واري آخرين مقصد ڪاڻ ئي هئڻ گهرجن. ذات
انسان جي لازمي سيوا الهيءَ ڪوشش جو ضروري حصو ٿيڻ جو
ٿوڪي، ڇو الهيءَ لاءِ نه خالق کي ملڻ جو هڪڙو ئي رستو آهي
۽ اهو آهي ڪيس خلقت ۾ ڀائڻ ۽ اُن سان هڪ ٿي وڃڻ جو.
اهو فقط سڀني جي سيوا ڏئارن ئي حاصل ٿي سگهندو. اها
سيوا سواءِ پنهنجي ديس جي ٻيءَ طرح ڪري ٿي ڪين
سگهجي. آءٌ ڪُل جو هڪڙو اَنس الڳ ئي آهيان ۽ ايشور
کي باقي انسان ذات کان الڳ لهي ڪين سگهندس. منهنجا
ديس واسي ئي آهن منهنجا ويجهي ۾ ويجها پاڙيسري، جي اهڙا
نه ٻيوس، ٻي واهه ۽ سٿل ئي ٿيا آهن جو موکي ايڪاگرچت ٿي
انهن جي سيوا ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن مان پاڻکي انهيءَ
ڪرائي سگهندس ته مان ايشور کي ڪنهن هماليه جي غفا ۾
لهي وٺندس ته مان هڪدم اوڏانهن لڪري وڃندس. مگر
مان ڄاڻان ٿو ته مان منش جاتيءَ کان الڳ هڪي پائي ڪين
سگهندس. ٣٢

اها هڪ ڏک اُمس وارتا جنهي جو ڪاڏي ٻيتي ئي پابندين
۽ اوچ نيچ جي ڀاوَ کي جهتهو رهڻ ڪاسواءِ وڏيڪ اسان لاءِ
اڄ ڌرم جي ٻي ڪا معنيٰ نه رهي آهي. مان توهان کي ٻڌايان
ته الهيءَ کان وڌيڪ ڳري جاهلي ٻي ٿي ٿي سگهي. جنم
۽ دستورن جي اجاوريءَ منجهان اڳلي جي اوچتا نيچتا لڳايءَ ٿي
ٿي سگهي. سداچار ئي هڪڙو ليرو ڪنڌ جزو آهي. ٻيگوان اوچ
نيچ جو ليشان هٽي ماڻهو ڪين پيدا ڪيا آهن. ڪوبه ڌرم شاستر

جو هڪ اِنسان مرد ڪي زال تي سندس جنم جي ڪري نيشان وجهي نيچ يا اڇوت ڪري ڄاڻائيٿو سو اسانجي مهڻ جوڳو ٿي نٿو سگهي. اِهو ٿيندو ايشور کان انڪاري ٿيڻ ۽ پڻ سنيه کان — جو ايشور آهي. ٣٣

منهنجو اِهو نسچو آهي ته دنيا جا سڀ وڏا دين ڌرم سچا آهن، ايشور طرفان بڻايل آهن ۽ اُهي ايشور جو ڪارج سڌ ڪن ٿا ۽ پڻ اُنهنجو جي اُنهن آسپاس جي حالتن هيٺ ۽ اُنهن عقيدن انوسار پليا آهن. مان ائين نٿو مڃان ته ڪو ڪڏهن اِهڙو وقت به ايندو جڏهن اسين چئي سگهنداسين ته سنسار ۾ فقط هڪڙوئي ڌرم آهي. هڪڙي نقطي نگاهه کان چئي سگهجيٿو ته اڄ به دنيا اندر هڪڙوئي اصلي بنيادي ڌرم آهي. مگر سوشتيءَ ۾ سڌي سنئين ليڪ جهڙي ڪا ڳالهه ئي ڪانهي. ڌرم هڪ گهڻين شاخن واري درخت مثل آهي. جي شاخن کي ونبو، ته اوهين چئي سگهو ٿا ته ڌرم ڪيترائي آهن؛ پر جي سڄي وڻ کي ونندا ته ڌرم هڪڙوئي ڇئبو. ٣٤

سمجهو ڪٿي، ڪو ڪرستان مون وٽ ٿو اچي ۽ اچي ٿو چوي ته ڀاڳوت پڙهنديئي هو اتس موهت ٿي پيو آهي ۽ اڳتي هو پاڻکي هندو چوائي پڌرو ڪرڻ ٿو چاهي، ته آءٌ هنکي چوندس: ”نه. جيڪي ڀاڳوت ٿو ڏئي سو ساڳيوئي انجيل به ٿو ڏئي. رڳو اوهان اُهو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي. اِهڙي ڪوشش ڪريو ۽ نيڪ عيسائي بڻجو“. ٣٥

آءٌ اِهو خيال ۾ آڻيان ئي نٿو ته ڪو ڌرم منش جاتيءَ جي گهڻين مشغولين منجهان هڪ آهي. ساڳي هڪڙيائي مشغولي ڌرم جي پاڙ سان به هلائي سگهجيٿي ته اُڌرم جي پاڙ سان به. تنهنڪري ڌرم خاطر راجنيتي ترڪ ڪرڻ جهڙي

ڳالهه مون لاءِ ٻنڌي ڪانه. منهنجي هرڪا مشغولي، ٻيءَ ڄاڻي نڌڙي ۾ نڌڙي ڇونه هجي، جنهنکي آءٌ پنهنجو ڌرم ڪري ٿو ليکيان، تنهن انوسار هليٿي. ٣٦

حواس ڌاريندڙ جيون جو هيءُ حڪمت ڪنهن قاعدي قانون هيٺ هلي رهيو آهي، تنهن ۾ رتيڪ ماتر به شنڪا ٿي نه ٿي سگهي. جيڪڏهن اهو قانون، گهڙيندڙ جي هستيءَ کانسواءِ ويچار ۾ اچي سگهو ٿا، ته آءٌ چوندس ته اهو قانون قانون ٺاهيندڙ آهي، يعني ايشور خود. جڏهن انهي قانون اڳيان پرارٿنا ٿا ڪريون تڏهن اسين محض انکي (قانون کي) ڄاڻڻ ۽ ميڙڻ لاءِ جهڙ ته تڙپندا آهيون. جنهن لاءِ تڙپندا آهيون اهڙائي ٿي پوندا آهيون. انهيڪريئي پرارٿنا جي ضرورت ٿيئي. جهڙي طرح اسانجي هاڻوڪي جيوت، اڳوڻي جيوت جي ڇايا هيٺ هلي رهي آهي، تهڙيءَ ريت اسانجي آئيندي لي به انهيءَ ”ڪرم ۽ ڦل“ واري نيم انوسار، جيڪي ڪجهه هاڻي ڪريون پيا تنهن جو اثر ضرور ٿيڻو آهي. تنهنڪري ٻن يا وڌيڪ واٽن منجهان، جيتري قدر سمجهه ۾ اچي، چونڊ ضرور ڪرڻ گهرجيئون.

سنسار ۾ بُرائي جو آهي ۽ اها ڇا آهي— اهي سوال اسانجي محدود بُڌيءَ کان ٻاهر ٿا ڏسجن. ۽ ليڪي ۽ بدي ٻنهي جو وجود آهي، ايترو ڄاڻڻ ڪافي آهي. ۽ جڏهن جڏهن ڀلائي برائي جي پهاڻ ڪري سگهون ته اسانکي ٻيون کي اپنائڻ ۽ ٻئي کان ڪنارو ڪرڻ گهرجي. ٣٧

جيڪي پرميشور جي رهنمائيءَ ۾ ويسهه رکن ٿا سي وت آخر سڀ ڪوشش ڪري ٻيءَ چنتائي ڪانه ڪن. سورج لاءِ ڪڏهن ڪونه ٻڌو ته ڀاڻ پتوڙڻ سبيان دک ڏنائين ۽ تڏهن به ان جهڙي بي مثل نيم سان ڪير ٻيو ڪهي سگهندو! ۽ اسين ائين ڇو سمجهون ته سورج بي جان آهي؟ هنجي ۽ اسانجي وچ ۾ فرق اهو هجي ته هن کي پنهنجو اختيار ڪونهي

۽ هوڏانهن اسانکي ڪجهہ ڇڏ ڇوٽ آهي، پوءِ چاهي اها اڻ لکي
بہ ڪٿي هجي. مگر هن ڳالهہ تي وڌيڪ من هلائڻ ئي نہ گهرجي.
اسان لاءِ اينترو ئي ڪافي آهي تہ آتڪ ڪرم شڪتيءَ سورج
جو چمڪندڙ مثال اسان اڳيان هڪيو آهي. جيڪڏهن
اسين پورن ريت ايشور اڇا اڳيان پاڻ سونپي ڇڏيون ۽ سچ پچ
ٻڙي ٿي پئون ۽ اسين پڻ پنهنجي خاص خوشيءَ اختيار هلائڻ
جو حق ترڪ ڪريون، تہ پوءِ اسان لاءِ هوند ٽڪجڻ جي
ڪا ڳالهہ ٿئي ئي ڪانہ.



هائو اهڙيون وشيون بہ آهن جن ۾ عقل اسانکي پري نٿو
نيئي سگهي جنهن ڪري اسانکي وشواس جي آڌار تي ئي
ڳالهيون مڃيون پون ٿيون. وشواس آتي عقل کي رد نٿو
ڏي پر ان کان مٿي نيئي ٿو پهچائي. وشواس هڪ پرڪار
جو ڇهون حواس آهي جو انهن حالتن هيٺ ڪم ڏئي ٿو جتي
عقل جي پهچ نہ آهي. يلا، اهي ئي ڪسوٽيون مليل ٿيون، تہ
هاڻي ڌرم جي طوفان جيڪي تقاضائون ڪيون وڃن ٿيون
تن کي تپاسڻ ۾ مونکي ڪابہ تڪليف ڪانہ ٿي سگهندي.
اهڙيءَ طرح ائين وسهڻ تہ ڪرست پرميشور جو هڪڙوئي
ڄڻيل پتر آهي، سو مونکي عقل جي ورد ٿو لڳي، چاڪاڻ تہ
[پر]ميشور ويانهن ڪري ۽ ٻار ڄڻيئي نٿو سگهي. 'پتر' شبد
[...]ڙو النڪار جي صورت ۾ ئي ڪم آڻي ٿو سگهجي. انهيءَ
[...]ڙ ۾ هرڪوئي جيڪو ڪرست جي حالت ۾ هوندو سو
[پر]ميشور پيتان جاول پتر ئي چئبو. جيڪڏهن ڪو منش
[روح]اني راهہ ۾ اسان کان مٿي اڳيرو وڌي ويو آهي تہ اسين
[چون]دا سين تہ هو خاص طرح پرميشور پتر آهي، جيتوڻيڪ اسين
[...]ئي ايشور جا سنتان آهيون ئي. اسين زندگيءَ ۾ انهيءَ
[...]جازيءَ تان هٿ ڪنيو وڃون، مگر اهڙي جي جيون انهيءَ
[...]جاريءَ جي ساک ٿي ڀري.

صورت ۾ ايشور جي هستي سورج جي هستيءَ کان به وڌيڪ
پوري پڪي حقيقت ليکبي. اهوئي جيوت جو ويسھ آهي
جنھن زندگيءَ جون ڳجھارتون وڏي تعداد ۾ سلجھايون آهن
اِن ئي اسانجو دک درد گھٽايو آهي؛ اهوئي اسانجو جيون
۾ جھلو، ۽ موت ۾ آنت آهي. اِنھي وشواس جي ڪري ئي
خود ستيہ جي کوج بہ هڪ وڻندڙ ۽ يوگيہ ڪارج ٿيو پوي
مگر ستيہ جي کوج ئي ايشور جي کوج آهي. ستيہ ئي ايشور
آهي. ايشور آهي، ڇاڪاڻ تہ ستيہ آهي. اِن کوج جي ڪم
۾ اسين لڳون ٿا ڇاڪاڻ تہ اسانکي وشواس آهي تہ
ستيہ آهي. جنھنجي ڄاڻ ٿي سگھندي، جيڪڏهين اِن کوج
جي چڱي پرڪار ڄاڻ ۽ بخوبيءَ آزمايل نيمن جي وري
وري ذري پرزي ۽ اورچائيءَ سان پوئواري ڪبي. اِتهاس
۾ اهڙو داخلو ئي ڪونہ ملندو جنھن موجب اهڙي کوج
ڪڏهن ناڪاميا ب ٿي هجي. ناستڪ جي ايشور جي
هستيءَ کي نہ مڃڻ جو اعلان ڪندا آهن سي بہ ستيہ کي
مڃيندا آهن. هو جيڪا حرڪت هليا آهن سا اِها تہ ايشور کي
بيو نالو ڏنو اٿن جو بہ ڪو نئون ڪونھي. هنجا نالا بيشمار
آهن. ستيہ اُنھن مڙني نالن جو تاج آهي.

جيڪي ايشور نسبت صحيح آهي سو، ٿورو ڪي قدر گھٽ
ئي سھين، ڪن بنيادي اخلاقي نڪتن جي سچائي نسبت بہ
صحيح مڃڻ گھرجي. حقيقت ۾ اِهي اخلاقي اصول، ستيہ يا
ايشور ۾ وشواس منجھہ سمايل آهن. انھن اخلاقي اصولن کان
ٿڙڻ ئي پاجوڪڙن کي ازحد دکہ ۽ پيڙا ۾ آڻي لاٿو آهي. اهي
اخلاقي اصول عمل ڪرڻ ۾ ڏکيا آهن، ان جي معنيٰ اها
ڪانهي تہ منجھن وشواس نہ رکجي. همالیہ تي چڙهائي ۾ بہ
سويارو ٿيڻ لاءِ ڪي نهرايل شرط ٿا ٿين. انهن شرطن جي
بجاوريءَ ۾ مشڪلات، پهاڙي چڙهائي کي ڪو ناممڪن نٿي
بڻائي. پاڻ اُها اِن (چڙهائي سنديءَ) کوج ۾ دلچسپي ۽ ذوق

وڌائيندي. نه ٻئي پلا ايشور يا ستيه جي کوج ۾ اهڙا چڙهائي بيشمار هماليه چڙهاءُ کان نه تمام ڏکيا وڌيڪ ڇنهن ۽ انهن کري گهڻو وڌيڪ دلچسپ. جيڪڏهن اسانکي اُن لاءِ چاهه نه آهي ته اها اسانجي وشواس جي کوٽاهي جي ڪري آهي. جيڪي اسين پنهنجي جسماني اکين سان ڏسون ٿا سو اصلي ستيتا کان وڌيڪ حقيقي ٿو ڀاسجيون. اسين ڄاڻون ٿا ته ٻاهريون صورتون لڳينديڙ آهن؛ ۽ انهن هوندي به خسيس چيزون حقيقي ڀا سمجهون. لم چيزن کي لم ڪري سمجهڻ، اڌ جنگ جيتڻ سمان آهي. ايترو ئيو جڻ ته ستيه يا ايشور جي ڳولا مجهه اڌ کان وڌيڪ ڪم ٿيو. جيسين اسين انهن لم وستن مان جند نه ڇڏائينداسين تيسين اسانکي ان مهان تلاش لاءِ فرصت ئي نه ٿيندي. ڪين هيءَ تلاش اڏهن ڪنداسين جڏهن ڪا فرصت جي گهڙي ملندي؟ 42

ايشور جون بيشمار وصفون آهن، ڇاڪاڻ ته هنجي پرڪاش جا نمونا به بيشمار آهن. انهن جي ڪري مونتي حيرت ۽ دهشت غالب پئجي ويندي آهي ۽ ڪن ساعت ٻيون ٿي منجهائي ڇڏيندو. مگر مان پرميشور کي فقط ستيه سمجهي ٿي پوڄيان ٿو. هون اڃان ڪيس نه پاتو آهي، پر مان هنجو ڳولائو آهيان. انهيءَ کوج جي پوئتان جيڪي پيارا وارن ۽ پيارا اثر سي به قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. توڙي ڪٺي گهرجي قربانيءَ ۾ خود منهنجي جان به هجي، ته اها به اميد اٿر نه ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندس. پر جيسين اهو پورڻ ستيه نه ڳولي ڪڍو اٿر ليسين ڪلپنا وارو ستيه، جنهن ٿي سمجهو اٿر تنهن ٿي اُهي اوٽ وٺي ڪهير. 43

پنهنجي اُتيءَ جي راهه ۾ اُڪثر ان پورن ستيه، ايشور، جو جهڪيون جهلڪون پئي ملنديون اٿر ۽ ڏن بدن ويسه

وڌندو ٿو وڃيم تہ فقط هوئي ستيہ آهي ۽ ٻيو سڀ ڪجهہ استيہ
آهي. ڀلي جيڪي چاهين سي اليؤ ڪن تہ ڪئين اهو نسچو
مون ۾ وڌندو رهيو آهي؛ ڀلي اُهي منهنجي تجربن ۾ ڀاڳي
ڀائي ٿين ۽ ٻڻ منهنجي نسچي ۾، جي ٿي سگهين تہ. اڳتي
هلي اِهو بہ اعتقاد مون ۾ وڌيو آهي تہ جيڪي ڪجهہ مون
لاءِ ممڪن آهي سو هڪ ٻار لاءِ بہ ممڪن آهي ۽ ائين چوڻ
لاءِ پورا پختا سبب اٿم. ستيہ جي کوج لاءِ واهڻ وسيلا جهڙا
سليس آهن، اهڙا اهنجا ٻڻ. هڪ مغرور منش کي اهي شايد
بلڪل اسنيؤ لڳن ۽ هڪ معصوم ٻار کي بلڪل سنيؤ. ستيہ جي
طالبوءَ کي ڌوڙ کان بہ وڌيڪ حليم ٿيڻ جڳائي. ۴۴

جيڪڏهن اسانکي ستيہ جو پورو پورو درسن ٿيو هجي ها
تہ پوءِ اڳتي لاءِ چڙا طالبو ڪين ڇجون ها، پر ايشور سان هڪ
ٿي وڃون ها ڇاڪاڻ تہ ستيہ ئي ايشور آهي. مگر فقط طالبو
هوندي بہ اسين انهيءَ کوج پٺيان لڳا ٿا رهون ۽ پنهنجي
اپورنتا جي سڃت ڏاريون ٿا. ۽ جيڪڏهن اسين پاڻ اپورن
آهيون تہ پوءِ ڌرم جنهنکي اسين سمجهي رهيا آهيون، سو
ٻڻ ضرور اپورڻ هئڻ گهرجي. اسان ڌرم کي بہ پورنتائيءَ سان
نہ ڄاتو آهي ڇاڪاڻ تہ اسان ايشور کي نہ پاتو آهي. اسانجو
سمجهيل ڌرم ڇاڪاڻ تہ اپورڻ آهي، هميشہ وڪاس ڪندو
رهندو. ۽ جيڪڏهن سڀ عقيدا منش جا رچيل اپورڻ آهن
تہ پوءِ ڪهڙي ۾ گهٽ ڪهڙي ۾ وڌ خوبي، اهو سوال ئي
نٿو اٿي. سڀ ڌرم ستيہ جو اظهار آهن، مگر سڀ اپورڻ آهن
۽ ڀلندڙ آهن. ٻين ڌرمن لاءِ آدرسنمان اسانکي اُنهن جي
اوڻاين ڏانهن هرويرو اک پور نہ ڪرائي. اسانکي خود پنهنجي
ڌرم جي گهٽتاين جي پوري پڇاڻ هئڻ گهرجي، پر پنهنجو ڌرم
تياڳڻ نہ گهرجي بلڪ انجي اوڻاين تي قبضو ڪرڻ جي
ڪوشش ونڻ جڳائيٿون. جي سيني ڌرمن کي هڪجهڙي

لط سان ڏسندا آهن تہ ٻين ڌرمن جو هرهڪ قول ڄڻ جوڳو
ڳڻ پنهنجي ڌرم ۾ ملائڻ کان نہ فقط ڪين هٽڪندا آهن، ٻ
اهو پنهنجو ڪرتويہ ڪري ڄاڻندا آهن.

جهڙيءَ طرح ڪنهن وڻ کي هڪڙو ٿڙ ٿو ٿئي، ٻ
ڪيتريون ئي شاخون ۽ پن بہ ٿينس ٿا، تهڙيءَ طرح هڪڙوئي
سچو ۽ پورڻ ڌرم آهي، ٻ انسان جي ذريعي، اهو ايڪ
ايڪ ٿيو پوي. اهو هڪڙوئي ڌرم سڀ وائي واڪہ کان
مٿي آهي. اپورڻ منش انکي پنهنجيءَ لائقيءَ انوسار اهڙيءَ
واٽيءَ جو لباس پهرائين ٿا ۽ انهيءَ حرف ڪولي سمجهائڻ
وارا ٻيا منش بہ اهي آهن جي اهڙائي اپورڻ آهن. سوال
آهي تہ ڪنهن جي سمجهاڻي صحيح ليکجي؟ سڀڪو پنهنجي
پنهنجي نظري نگاه کان صحيح آهي، مگر هرڪو غلط هجي
سو بہ ناممڪن نہ آهي. انهيڪري سهن شيلتا جي ضرورت
آهي جنهنجو مطلب اهو نہ آهي تہ پنهنجي ڌرم ڏانهن
بي پرواه رهجي، ٻ اُن سان وڏيڪ سمجهہ پيو ۽ وڌيڪ
پوتو پيار رکجي. سهن شيلتا اسانکي آڌيالڪ اتر سوجهري
ٿي بخشي جا مذهبي ڪٽرپڻي کان اترو دور آهي جيترو
اُتر قطب ڏکڻ کان. ڌرم جي سچي ڄاڻ، ڌار ڌار مت متانترن
جي وجہ جي سند بدل آهن، سي ٽوڙيو ڇڏي. ۴۵

آءٌ اٿين مڃانٿو تہ اسين سڀيئي ٻ مهيسور جا پيغام پهچائيندڙ
ٿي سگهون ٿا، جيڪڏهن اسين انسان کان نہ ڇڄ ڇڏي ڏيون
۽ فقط ايشوري ستيہ جا طالب ٿيون. منهنجو پڪو وشواس
آهي تہ مان جهڙو ايشوري ستہ جو ٿي ناڪاٿو آهيان ۽ انسان
جو سمورو نہ ٻ لهي وٺو اٿم. ۴٦

ايشوري اڇا جو ڪوبہ خاص الهام ڪونہ مليل اٿم. منهنجو
اهو پڪو وشواس آهي تہ هو روزمره هرهڪ انسان اڳيان

پاڻ کي پڌرو ڪريٿو مگر اسين اهو "سانتيڪو سوکيم ناد" ٻڌڻ لاءِ ڪَنُ ڏيون ئي ڪين. اسانجي بلڪل سامهون بيٺل "اگني جي ٽنيءَ" ڏانهن نيٺو پوري ڇڏيون. ٤٧

مونکي ايشور کي ئي پنهنجو هڪڙوئي سونهون ڪري ھلڻ گهرجي. هو ارڪائؤ سوامي آهي. هو پنهنجي حاڪمي اختياريءَ ۾ ٻئي ڪنهن کي ٻه پاڱي پائي ٽيڻ نه ڏيندو. تنهن ڪري پنهنجي سموري ڪمزوريءَ سان، خالي هٿين ۽ پورن ريت پيش پوڻ واري ڀاؤ ۾ پاڻ کي سندس اڳيان حاضر ڪيٺو آهي، ۽ پوءِ ئي هو اوهانکي ساريءَ دنيا آڏو بيهڻ جي سامرٿي بخشيندو ۽ هر پرڪار جي سنڪٽ کان بچائيندو. ٤٨

جيڪڏهن پنهنجي اندر ۾ ايشور جو واسو انيؤ نه ڪندو هجان. ته پوءِ هرروز جو اينري ساري پيڙا ۽ دک ۽ نراسائي ڏسانٿو ته جيڪر آءٌ ته هڪ وقلندڙ پاڳل ٿي پوان ۽ آخرين منزل وڃي ٽيندم هوگلي ندي. ٤٩

بلڪل صحيح وگياني ڀاؤ ۾، ايشور ئي ٻنهي نيڪي ۽ بديءَ لاءِ تلاهي آهي. جهڙو جراح کي چاقو هلائڻ ۾ تو دگه لائي، تهڙوئي هڪ قاتل کي خنجر هلائڻ ۾ تو دگه لائي. مگر تنهن هوندي به نيڪي ۽ برائي، ٻئي انساني منورٿن جي لحاظ کان نياريون ۽ نهڪندڙ آهن — جهڙيڪ روشني ۽ اونڌهه، ايشور ۽ شيطان جون نشانيون آهن. ٥٠

اوهين ۽ آءٌ هن ڪونيءَ ۾ وينا آهيون، ان حقيقت کان ٻه وڌيڪ مونکي هنجي (ايشورجي) هستيءَ جو يقين آهي. تنهانپوءِ اها پڻ ساکه ڏيئي ٿو سگهان ته آءٌ هوا پاڻيءَ کانسواءِ جيئي سگهانٿو پر هن کان سواءِ نه. اوهين منهنجون اکيون ڪڍي وٺو پر تنهن مان منهنجو گهاٽ ڪونه ٿي سگهندو. باقي جي

منهنجو ايشور وشواس اڏاڻي ڇڏيو ۽ منهنجو موت يقيني آهي. اوهين ڀلي ان ڳالهه کي ڀرم سمجهو سڏيو، پر مان ته مڃان ٿو ته ان ڀرم کي به آءٌ ڇاتيءَ لائي ائين ٿي جهليو رهندس جئن ٻنهنجي ٻالاڻ ۾ خوف خطري جي حالت ۾ رام نام کي جهٽيو پوندو هوس. اهوئي هڪڙوءِ ٻيڙيءَ دائي مونکي سيکاريو هئو. ٥١

اسان منجهه جا ٻُرائي آهي، تنهن کي اسين لڪائين جيتي ۽ سگهنداسين جيستائين ڪ اسان ٻاڪي گهٽائي ناچيز حالت تائين نه رسايو آهي. جيڪا سچي مڪتي ٿي پراپت ڪرڻ جڳائي اُن لاءِ ايترو اسانکان پورڻ آتم سمرپڻ کان ذري به گهٽ ٻيا نٿو گهري. ۽ جڏهن إنسان اهڙيطرح پنهنجو پاڻپڻو وڃائيٿو تڏهن هو هڪدم پراڻي مالڪ جي سيوا ۾ لڳل ٿي وڃيٿو. ڏسيٿو. اهائي هنجي خوشي ۽ ولدر ورونهن ٿيو پوي. هو تنين جيون تو ڀائي ۽ خالق جي خلقت جي خدمت ۾ پنهنجو پاڻ لڳائڻ ۾ ڪڏهن به ٿڪجي ٿو. ٥٢

اوهانجيءَ جيوت ۾ اهڙيون به ساعتون اچيٿيون جڏهن اوهان کي قدم کڻڻو پوندو، توڙي ڪٿي پنهنجا دل گهريا دوست ان ۾ ساٿ شامل نه ڪري سگهن. اوهانجي اندر وارو "سالتيڪو سوڪير ناد" ٿي فرض ادائي ڪرڻ يا نه ڪرڻ واري جهيڙي ۾ هميشه آخرين نيرو ڪندڙ ٿيڻ گهرجي. ٥٣

ڌرم ڌاران ڇڙو هڪڙو پل به آءٌ رهي نٿو سگهان. ڪيترائي منهنجا راجنيتڪ متر مون مان نراس ٿي ويندا آهن. هو چوندا آهن ته منهنجي راجنيتي نه ڌرم منجهان نڪتل آهي. هو بلڪل صحيح آهن. منهنجي راجنيتي ۽ ٻيون سڀ منهنجون ڪمڪاريون ڌرم مان ئي نڪتل آهن ۽ آءٌ ته ايئا اڳتي

ويندس ۽ چوندس تہ ڌارمڪ منش جي هرهڪ مشغولي ھنجي ڌرم تي ٻڌل هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ڌرم جو ارٿ آهي ايشور سان ٻڌل هئڻ يعني ڪٺي ڇڏجي تہ اوهانجي هرهڪ سواس تي ايشور جو حڪم تو هلي. ٥٤

ڌرم-هيڻ راجنيتي مون ليکي صفا ڌوڙ آهي، جنهن کان سدائين ڪنارو ڪجي. راجنيتيءَ جو واسطو قومن سان آهي ۽ جنهن ڳالهہ جو قومن جي بهبوديءَ سان لاڳاپو آهي تنهن ڳالهہ ڏي بہ ڌرم ڏانهن مائل منش، يا ٻين اکرن ۾ ڪٺي ڇڏجي تہ ايشور ۽ ستيہ جي طالب ڪي، اوس ڌيان ڏيڻ گهرجي. مون لاءِ ايشور ۽ ستيہ ساڳيا هڪ ٻئي سان مٽجندڙ حرف آهن، ۽ مونکي جيڪڏهن ڪو اچي چوي تہ ايشور استيہ جو ۽ پيڙا ڏيڻ وارو ايشور آهي، تہ اهڙي ايشور کي آءٌ پوڄڻ کان انڪار ڪندس. تنهن ڪري راجنيتيءَ ۾ بہ اسانکي ايشوري راڄ استاپن ڪرڻو آهي. ٥٥

مان چئبو تہ ڌارمڪ جيون وتيت نٿو ڪريان جيسين ڪ سڄي منش جاتيءَ کي پاڻ سان هڪ ڪري نہ ليکيو اٿم ۽ اهو مان ڪري ڪين سگهندس جيسين ڪ راڄ وهنوار ۾ ڀهرو نہ ورتو اٿم. منش جي مشغولين جو سارو سرگم اڄوڪي وقت ۾ سڄو ئي اٽوٽ ۽ يڪتائو بڻي پيو آهي. اوهين سماجڪ، آرٿڪ، راجنيتڪ ۽ شد ڌارمڪ ڪم کي الڳ الڳ وياڱن ۾ وجهي ورهائي نٿا سگهو. ڪنهن بہ انساني مشغوليءَ کان ڌارون ڌار ڪو آڌرم مونکي ڪونہ سجهي. اهو ڌرم ٻين مڙني مشغولين کي اخلاقي بنياد ميسر ڪري ٿو ڏئي جنهن کان اهي هوندي هوند خالي رهن ۽ پوءِ جيڪر حياتيءَ کي ڳوڙ شور ۽ جوش خروش واري پول پلٽيان بڻائي ڇڏي جنهن مان ڪجهہ بہ نہ سجهي. ٥٦

اهو نشچو ئي آهي جو اسانکي طوفاني سمندرن منجهان پار ٽو ٽپي؛ اهو نشچو ئي آهي جو پهاڙن کي ٽو چوري؛ اهو نشچو ئي آهي جو ساگر ٽو پار ٽپائي. اهو نشچو آلودين زلفن ڀري سڄاڳ ايشور جي سرت ڏاران ٻيو ڪجهه نه آهي. جنهن اهو نشچو حاصل ڪيو آهي، تنهن کي ٻي ڪا به لوڙ ڪانهي. ڀرپور ڪري پل مرضبل هجي مگر آتمڪ طرح هو تندرست آهي؛ جسمانيءَ طرح مسڪين، پر آتمڪ ڌن ۾ مالا مال آهي. ٥٧

آڪار الڳ آهن، مگر انهن ۾ واسو ڪندڙ آتما هڪڙيئي آهي. اوچ نيچ جي ويڇن لاءِ جڳهه ڪٿي ٿي ٿي سگهي جڏهن باهرين ظاهري ايڪتا جي هينان اندرين ٿهه ۾ پاڪيزه سمائيندڙ ايڪتا جو بنياد پيل آهي؟ اهائي نه حقيقت آهي جا روحاني زندگيءَ ۾ هر قدم تي اوهان کي ملي ٿي. سڀني ڌرمن جو آخرين منزل مقصود آهي ان بلڪل بنيادي ايڪتا جو آئيو ڪرڻ. ٥٨

رنديڙي ۾ مونکي هندو شاسترن ۾ جيڪي ڀڳوان جا هڪ هزار نالا ڄاڻايا ويا آهن سي جپڻ سيکاريا هئاؤن؛ پر اهي هڪ هزار نالا ڀڳوان جا سمورا نالا ڪين هئا. اسين مڃيون ٿا ۽ آءٌ سمجهائون ٿو ته حقيقت ۾ انيڪ آهي نه ايشور جا ايترا نالا آهن جيترا جيو آهن. تنهن ڪري اسين به انيڪ چوندا آهيون ته ايشور بي نام آهي ۽ جنهن صورت ۾ ايشور کي ڪيترائي روپ ۽ آڪار آهن، تنهن صورت ۾ اسين هن کي نرآڪار ٿا سمجهون؛ ۽ جو نه هو ڪيترين ئي زبانن ذريعي ڏاران بولي ٿو، اسين هنکي واچي رهت ڪري ٿا مڃون، وغيره وغيره. ۽ تنهن ڪري جڏهن مان اسلام جو اڀياس ڪرڻ لڳس تڏهن ڏٺم ته اسلام ۾ به خدا جا ڪيترائي نالا ڄاڻايل هئا.

جيڪي چون ٿا ته ”ايشور پريم آهي“ تن سان گڏ آءٌ ب
چوندس ته ”ايشور پريم آهي“. مگر پاڻ ۾ اندر ڀيهي آءٌ
چوندو هوس ته بيشڪ ايشور پريم هوندو، پر سڀ کان وڏي
ايشور ستيه آهي. جي انساني زبان لاءِ ايشور جو پورڻ ورڻن
ڪرڻ ممڪن هجي ته مان ته اِن نتيجي تي پهتو آهيان ت
ايشور ستيه آهي. ٻه ورهيه اڳ مان هڪ قدم اڳتي وڌيس
جڏهن چيم ته ستيه ئي ايشور آهي. اوهين ڏسندا ته ”ايشور
ستيه آهي“ ۽ ”ستيه ايشور آهي“، اِنهن ٻنهي اظهارن جي
وچ ۾ باريڪ ڀيد آهي. پنجاهه ورهين جي ڪنور ۽ لڳاتار ستيه
لاءِ کوج ڪندي آخر اِنهيءَ نتيجي تي پهتس. مونکي نيت
جاڻ پيئي ته ستيه کي پهچڻ لاءِ ويجهي ۾ ويجهي راهه پريم
ڏٺارن ئي هئي. مگر اِهو پڻ ڄاتم ته ”پريم“ جون انگريزي
ٻوليءَ ۾ ڪيترين ئي معنائون آهن ۽ انساني محبت، ڪام
چيشٽا جي روپ ۾ هڪ ڪيرائيندڙ ڳالهه ٿيو پوي. اِها پڻ
خبر پيم ته اهنسا جي ڀاوَ ۾ ”پريم“ جي پوڄارين جو دنيا ۾
محدود تعداد آهي. باقي ستيه جي سنبنڌ ۾ ٻئي معنيٰ
ڪڏهن ڪانه ملي اٿم. ناستڪن پڻ ستيه جي شڪتي جي
ضرورت بابت ڪڏهن به شڪ گمان نه آندو آهي. مگر ستيه
جي ڳولها ۾ جوش جذبي وچان هُو خود ايشور جي هستيءَ
کان منڪر ٿيڻ ۾ به نه هٻڪيا آهن. ان ۾ هو پنهنجي ئي نقطي
نگاهه کان صحيح هوا. مٿين سببن جي ڪري مون ڏٺو ته
ائين جو چئجي ته ايشور ئي ستيه آهي، تنهنڪان ته چوڻ ائين
چوان ته ستيه ئي ايشور آهي. اِن سان گڏ اِها به وڏي مشڪلات
ويچار ۾ آئيو ته ڪروڙها ماڻهو ايشور جو نالو ٿا وٺن ۽ وري
هنجي ئي نالي ۾ نه چوڻ جهڙا اَتياچار ڪري گذريا آهن. ائين
به ڪينهي ته وگياني (سائنسدان) ستيه جي نالي ۾ بار بار اَتياچار
نه ٿا ڪن. وري هندو فيلسوفيءَ ۾ هڪڙي ٻي ڳالهه به آهي
جا اِها آهي ته ايشور کانسواءِ ٻيو ڪي به ڪينهي ۽ اِهو

ساڳيو سچ آهي جنهن جو زوردار ورلن مثال طور اوهين اسلام
جي 'ڪلمي' ۾ ڏسندؤ ۽ الي اُن ۾ صاف بيان ڪيل آهي
ته ڏڻي کي ٻي وجود آهي ۽ هن ڌاران ٻئي ڪنهن به چيز
کي وجود نه آهي. حقيقت ۾ ستيه لاءِ سنسڪرت شبد اِهڙو
شبد آهي جنهن جو اکري ارٿ آهي اهو جو آهي، يعني "ست."
انهيءَ ۽ ٻين ڪيترن سببن ڪري مان انهيءَ نتيجي تي پهتو
آهيان ته اِها وصف ته ــ ستيه آهي ايشور ــ مونکي گهڻي ۾ گهڻو
سنتوش ڏيئي ٿي؛ ۽ جڏهن اوهين ستيه کي ايشور سمجهي
ڳولهي لهڻ ٿا گهرو ته پوءِ ان لاءِ هڪڙوئي اَٽل وسيلو آهي
"پريم" يعني اَهنسا، ۽ جئن ته آءٌ اِهوئي ٿو مڃان ته آخرڪار
اُپاءُ ۽ مقصد اِهڙا حرف آهن جي پاڻ ۾ مٽجي سگهن ٿا ته اُن
حالت ۾ ائين چوڻ کان به ڪين ڇرڪندس ته "ايشور
پريم آهي". ٥٦

نج ستيه جي نقطي نظر کان سرير پڻ هڪ پدارٿ آهي. سچ
جيوان ته وشيه ڀوڳ لاءِ اِڇائي آتما لاءِ سرير ٿي پيدا ڪري.
جڏهن اِها اِڇا الوپ ٿي ٿي وڃي تڏهن پوءِ سرير (ڪوش)
وڃڻ لاءِ وڌيڪ ضرورت ڪانه ٿي رهي ۽ منش آواڳون
جي ٻري چڪر مان آجو ٿيئيو. آتما سروياپڪ يا هرجاءِ
حاضر آهي. پڃري جيان سرير اندر پوءِ هوءَ ڇالاءِ بند ٿيڻ
جو فڪر ڪري يا هرابي ڪري ۽ اُن پڃري جي خاطر
ڪنهنکي ماري ڇو؟ سو اسين ان نتيجي تي ٿا پهچون
ته اسانجو آدرش هڪڙ ڪيئي "پورڻ تياڳ" ۽ سرير کي،
جيسين تائين اهو موجود آهي، سيوا جي ڪارڻ لاءِ ڪتب
آڻڻ سکون ٿا، ايتري تائين جو سيوا ئي نه روٽي اسانجي جيون
جو آڌار ٿيجو پوي. اسين جيڪي کائون ۽ پيئون، سمجهون
۽ جاڳون سو سڀ سيوا خاطر. اهڙو من جو ڀاءُ اسالکي سچو
۽ نيڪ سچي پرم آنند ڏيئي درسن. ٦٠

سنيه ڇا آهي؟ هڪ مشڪل سوال؛ مگر مون پنهنجي لاءِ
اِهو حل ڪيو آهي، ائين چئي ته سنيه آهي اُهو جو اوهانجي
انتهڪرڻ جو آواز بولي. اوهين پڇندا ته پوءِ تڏهن جدا جدا
ماڻهو ڌار ڌار ۽ هڪ ٻئي جي اُبتڙ سچ ڪئن ٿا ليکين؟ چگو
يلا! جئن ته انساني من اڪيچار منشن ذريعي ڪم ڪريٿو ۽
انساني من جو وڪاس سڀني جي حالتن ۾ ساڳيو نه آهي ته
نتيجو اهو ٿو نڪري ته جيڪي هڪڙي لاءِ ست هوندو سو ٻئي
لاءِ اَست هوندو ۽ تنهنڪري جن اِهي تجربا ڪيا آهن سي
اِن فيصلي تي پهتا آهن ته اِنهن تجربن ڪرڻ ۾ ڪي خاص
شرط بجاءِ آڻڻا آهن ... چاڪاڻ ته هن وقت بنا ڪنهين به قسم
جي سنجم پالڻ ڪانسواءِ هرڪو وڏيڪ انوسار هلڻ جو حق ٿو
چڪي تنهنڪري ئي منجهيل دنيا اڳيان ايترو سارو اَست
اوتجي ٿو. جيڪي ڪجهه آءٌ سچيءَ نمرتا پوروڪ اوهان
اڳيان پيش رکي سگهان ٿو سو اِهوئي آهي ته ڪوبه منش
جنهنجو جهجهو نمرتا ياؤ نه آهي، سو سنيه لهي نه سگهندو
جيڪڏهن سنيه جي ساگر جي سيني تي ترڻ ٿا چاهيو ته پاڻ
مٽائي پاڻکي ٻڙي بڻايو. ٦١

سنيه هرهڪ انسان جي دل ۾ رهيٿو ۽ اُتيئي پاڻکي اُنجي
ڳولا ڪرڻي آهي ۽ جئن جئن ڏسڻ ۾ اچي تئن ئي اُنجي
رهبريءَ هيٺ هلڻو آهي. مگر اُن سنيه نسبت سندس ئي
شخصي درشٽيءَ موجب هلڻ لاءِ ٻين تي زوري ڪرڻ جو
ڪنهنکي به حق ڪونهي. ٦٢

جيون هڪ تمنا آهي؛ اُنجو مقصد آهي پورنتا لاءِ جتن
ڪرڻ، جو آهي آتم انيؤ. چاڪاڻ ته انسان ۾ ڪمزوريون ۽
گهٽتايون آهن انڪري آدرش ڪي هيٺيرو ڪرڻو نه آهي.
اِهي ٻئي مون ۾ آهن سو جاڻندي دک تيندو اُتم. سنيه

اڄڪلهه منهنجي روزاني سائنٽيفڪ ڪار اهڙا ٿي رهيا آهن ته سياڻا ڪري ته اهي ڪمزوريون، ڪيترا ٿيون منهنجون لوڙون ٿين. ٦٣

منهنجي لکڻين ۾ اسان لاءِ ڪا به جڳهه نه ٿي ته لي سگهي ڇاڪاڻ ته اهو منهنجو اڻ لڀجو آهي ته ستيه ڪالسواءِ هيو ڪو ڌرم آهي ئي ڪونه ۽ ڇاڪاڻ ته ستيه سڀالي ڪجهه به حاصل ڪرڻ کان انڪاري ٿيڻ لاءِ آءٌ سگهتوان آهيان. منهنجون لکيتون ڪنهن به مشن لاءِ ذڪار رحمه هڪڙا ڪالسواءِ هو ڪجهه لي نه ٿيون سگهن، ڇاڪاڻ ته اهو منهنجو لڀجو آهي ته برابري آهي جو برلوي جو آڌار آهي. جيوت الڳي آهي حتي برابر آهي. برابر نه جيوت موت سمان آهي. ساڳئي سگهي جو سنڌو پاسو ستيه آهي، ته ٻيون پاسو برابر آهي. منهنجو پڪو وشواس آهي... ته ستيه ۽ برابر ساري جڳت وس ۾ آڻي سگهون ٿا. ٦٤

ستيه بنا ٻئي ڪنهن ۾ به شرڌا نه اهڙ ۽ سواءِ ستيه جي ٻئي ڪنهن جي به مڃتا ۾ نه آهيان. ٦٥

ستيه (ستم) لي ٻيون ڳالهه آهي جا ڪرجهڙي آهي، ۽ سندرتا (سندرم) ۽ ليڪي (شوم) ٻوءِ پالمراد و اهي اوحالڪي ٻلڪ بولديون. اهڙيءَ آهي جو عيسيٰ ٻياڙ لي ڏيل آبديش ۾ سڀ ٻيڄ سيڪاربو هئو. عيسيٰ، منهنجي ليکي هڪ مهان ڪلاڪار هئو ڇاڪاڻ ته هن ڏٺو ۽ ڏسي ستيه جو اظهار ڪيائين ۽ اهڙي هئو حضرت محمد. قرآن شريف ساري عربي ساهت ۾ بلڪل بي عيب رچنا ليکجي ٿي — ڪٿي به عالم ته الين لي ٿا چون. ڇاڪاڻ ته اهي ٻئي (ڪرسٽ ۽ محمد) پهريائين ستيه [illegible]يا جنهن ڪري سباويڪ بوليءَ جي سندرتا منجهن

آءٌ ’چوڌاري گھيريندڙ ڌنڌ جي وچ ۾‘ هن دنيا ۾ روشنيءَ ڏانهن
راهه لاءِ هٿوراڙيون ڏيندو پيو هلان. اڪثر ڀلجان به ٿو ۽ ٻورو
اندازو ٿو لڳائي سگھان. ... منهنجو آسرو ايمان جيڙو ايشور
۾ ئي آهي. ماڻهن ۾ به ويساهه رڳو انڪري رکان ڇاڪاڻ ته ايشور
۾ ويسهه اٿم. جي ڀڳوان تي ڀاڙيندڙ نه هجان ها، ته ٽائمن وانگر
آءٌ به پنهنجي ڪڙم کي ڌڪاريندڙ ٿيان ها. ٧٠

آءٌ ’سنت جي ويس ۾ راڄ ڪيالي مدبر‘ ڪين آهيان. مگر
حتي ته سچ اعليٰ ۾ اعليٰ نيتي آهي، ڪڏهن ڪڏهن
منهنجا ڪرتب اعليٰ درجي جي مدبراڻي لياقت ساڻ ٺهڪندڙ
نظر ايندا آهن. پر اهو ڀروسو اٿم ته سواءِ سچ ۽ اهنسا جي
نيتيءَ جي ٻي ڪا به راڄنيتڪ نيتي مون ۾ ڪانهي. خود
پنهنجي ديش يا ڌرم جي آڌار لاءِ پڻ سچ ۽ اهنسا قربان
نه ڪندس. اهو ائين چوڻ جي ابار ٿيندو ته انهن ٻنهي مان
ڪنهنجو به انهيءَ طرح آڌار نه ٿي سگھندو. ٧١

مونکي ائين ٿو ڀاسي ته اهنسا جي آدرش کان به سچ جي
آدرش کي مان وڌيڪ چڱيءَ طرح ٿو سمجھان، ۽ منهنجو
آزمودو ٿو ٻڌائي ته جي مان سچ جو قبضو ڇڏي ڏيان ته
اهنسا جي ڳجھارت ڪڏهن نه سلي ڪين سگھندس... ٻين
اکرن ۾، جوان نه شايد مونکي سڌي راهه پڪڙڻ جي همت
ڪانهي. بنيادي مطلب ته ٻنهي (سچ ۽ اهنسا) جو ساڳيو ئي
آهي، گمان هميشه ويسهه جي نه هئڻ يا انجي ڪمزوريءَ جو
نتيجو هوندو آهي. تنهنڪري ’اي پرڀو، مونکي شرڌا پردان
ڪر‘ اهائي منهنجي پرارٿنا رات ڏينهن هوندي آهي. ٧٢

اي عزيزءَ ۽ جنهنکي هار يا شڪست چئو ٿو وڃي ۽ طوفاني
زندگيءَ انهن جي وچ ۾ مان شانت رهي سگھان ٿو ڇاڪاڻ ته

سنيه روپي ايشور ۾ وشواس جو اندر ۾ بنياد پيل اٿم. اس
ايشور جو ڪروڙها چيزن جي روپ ۾ ورتن ڪري سگهون
مگر مون پنهنجي لاءِ هيءُ عقيدو اختيار ڪيو آهي — سن
ايشور آهي. ۷۳

آءٌ اهڙي دعويٰ ڪانه ٿو رکان ته مونکي اڻ ڳس رهنمائي
ٿي ملي يا اِلهام ٿو ٿئي. جيتري قدر منهنجي تجربي جو تعلق
آهي، ڪنهن به انسان لاءِ صفا خطا رهت ٿيڻ جي دعويٰ
ميڻ جوڳي نه آهي، ڇوته اِلهام به انهيڪي ايندو جو دوندن
(دک، سک) جي اثر کان آجو هوندو، ۽ ڪنهن در پيش آيل
موقع تي اِهو فيصلو ڪرڻ به مشڪل آهي ته اهڙي اجائي
دعويٰ واجبي آهي يا نه. اهڙيءَ طرح خطا رهت هئڻ
جي دعويٰ ڪرڻ هميشه نهايت خطرناڪ دعويٰ ٿيندي.
اهڙي حالت هوندي به، ڪنهن به رهنمائي کان محروم
ڪين رهجي ويندا آهيون. دنيا جي گيانين جي تجربي جو
ڪل جوڙ اسان وٽ هڪيو آهي ۽ سدائين ميسر هوندو.
تنهن ڪانسواءِ، بنيادي سچ گهڻا ڪين آهن، پر هڪڙو اصلي
سچ آهي جو سنيه خود آهي، جنهنکي ٻيءَ طرح اهنسا ڪري
ڄاڻجي ٿو. محدود اِنسان سنيه ۽ پريم کي، جو پاڻ پنهنجي سر
انت آهي، ڪڏهن به پورن ريت ڄاڻي نه سگهندا. مگر تڏهن
به پنهنجي رهبريءَ لاءِ اُنجي چڱي ڪجهه پروڙ اٿون. پنهنجي
عمل ۾ اسين بيشڪ ڀلبا بسين، ۽ ڪڏهن ته سخت ڌڪ ڌائڪ
نموني ۾. مگر اِنسان خود-حڪمران هستي آهي ۽ خود
حڪومت ۾ لازمي طور طاقت سمايل آهي، جهڙي غلطين
ڪرڻ جي، تهڙيائي تنکي هر دفعي درست ڪرڻ جي. ۷۴

ءَ ڪري هوئن تيڄ هجان، پر جڏهن سنيه مون دئاران پوايتو
هن اجيت آهيان. ۷۵

پاونا هڪڙي هجبر ۾ بولبان ڪجهه بڻ اهڙو تصور پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪٿهن به ڪونه ڪيو اٿم. منهنجو سياءَ آهي ته اڳلي جي دل کي سنئون سڌو رسان ۾ ڇيڪٿهن ڪيترائي پيرا انهن ڪرڻ کان گسان نه ٿو. ته نه جاڻان ٿو ته الٽ ۾ ستيه جي سُڻائي ۾ اثر ٿيندو، جڻ منهنجي آزمودي موجب اڪثري ٿيو آهي. ۷٦

آءٌ هڪ نماڻو ۽ البت ستيه جو سوڌڪ آهيان ۽ پنهنجي کوج ۾ سيني لوچيندڙن سائين سان تمام کليءَ دل ويچار ونڊيندو آهيان، ته جڻ آءٌ پنهنجون غلطيون معلوم ڪريان ۽ لنکي سڌاريان. مان قبول ٿو ڪريان ته مان اڪثر پنهنجي ڪٿن ۽ فيصلن ۾ ڀلو آهيان... چاڪاڻ ته هرهڪ پيري پنهنجا قدم واپس ورتا اٿم، اڪري ڪو نه هميشه لاءِ جيهو نه رسيو آهي. اُلٽندو اهنسا وارو نبادي سچ اڳي کان بجد گهڻو چٽو ٿي بيٺو آهي ۽ ديش کي ڪو دائمي جيهو ڪونه رسيو آهي. ۷۷

ستيه ۾ يا ستيه ڏئاران سندرتا پسان ٿو ۽ اپڻوڪريان ٿو. ڪل ستيه، جڙا سچا ويچار نه، ۾ سچيار مهانڊا، سچيار چٽر يا گيت نهايت سوپڻڪ ٿا ٿين. لوڪ اڪثر ستيه ۾ سونهن ڏسي ڪونه سگهن ۽ رواجي ماڻهو ته ان (ستيه) کان ڀري ڀڄو وڃي ۽ ان جي سونهن ڏانهن انڌو ٿيو پوي. جڏهن ستيه ۾ سندرتا ڏسڻ لڳندا تڏهن ئي سچي ڪلا اُپڻ ٿيندي. ۷۸

سچي ڪلاڪار کي فقط اهوئي مهانڊو سندر لڳندو جو باهرئين صورت کي ڇڏي، پنهنجي لبکي آتما اندر سمايل ستيه سان پيو چمڪندو. ستيه کان ڌاروڻ ڌار ڪا سونهن سوپيا...

ٿئي ئي ڪانہ. هوڏانهن، ٻئي پاسي سنيہ ڪڏهن تہ پاڻ پڌ
ٿو ڪري اُنهن روبن ۾، جي ظاهري طور سندر بلڪل نہ
هجن. سقراط لاءِ اسان ٻڌو آهي تہ پنهنجي زماني ۾ سڀ
ڪان سڀيار ماڻهو هوندو هئو، مگر چون ٿا تہ سندس روش
يونان اندر سڀني ڪان وڌيڪ ڪوجها هئا. منهنجي نظر ۾ هو
سوپياوان هئو ڇاڪاڻ تہ هنجي ساري ڄمار سنيہ لاءِ جدوجهد
منجهہ گذري ۽ اوهانکي ياد هوندو تہ انهيءَ ٻاهرئين شڪل
جي باوجود، فديس هن منجهہ سنيہ جي سونهن جو چڱوئي
قدر ڪيو، جيئنو ٽيڪ هڪ ڪلاڪار ٿي ڪري هوُ ظاهري
صورت ۾ سونهن پرکڻ تي هريل هئو.

٧٩

مگر جيسين سوڌو اسين هن ناسونت پڃري اندر قيد آهيون،
تيسين تائين پورن سنيہ جو انيوُ ڪرڻ اسان لاءِ اَسنيوُ آهي.
فقط ڪلپنا ۾ سو اُنجو ديدار ڪري سگهون ٿا. هن ٻي ٻقا
جسم جي وسيلي سنيہ، جو سناتن آهي، تنهن کي ڏسي ساڻس
سنمکہ ٿي نہ سگهنداسين. انڪريئي انت ۾ پاڻکي شرڌا جو
اُپيوگ ڪرڻو ئي پوي ٿو.

٨٠

آءٌ پاڻ کنهن ڪجهہ خاص ايشوري جوت هئڻ جي دعوي
ڪانئي نٿو. اڪي اوتار هئڻ جي دعوي ٿو رکان. مان فقط
ڪرو نماڻو سنيہ جو طالب آهيان ۽ اُن (سنيہ جي) ڳولا تي
ڪاهوُ آهيان. ايشور جو ساکيات درشن ڪرڻ خاطر ڪابہ
باني وڏي نہ سارينديس. منهنجي سموري مشغولي، ڀوءِ
هي تنهن کي پنگتي، راجنيتڪ، ڌرمارٿي يا نيتڪ ڇئجي،
يءَ مراد جي پائڻ لاءِ ئي اڳل آهي. ۽ جئن تہ مونکي جاڻ
ي تہ اوچيہ ۽ مهاڀلي ويڪنين کان وڌيڪ اڪثر ايشور
س نماڻن کان نماڻن پراڻين منجهہ ئي ليٽيو، مان ڦٽڪان
تہ انهنجي درجي کي رسان. اهو انهنجي شيوا ڌاران ٿي

نہ سگھندو. اھڙي ڪارڻ آھي جو ديل ٻوٽي ٻل ڦٽي وارن جي ڦيرا لاءِ منهنجي اٿري لڳن آھي. ۽ جڏھن تہ راجنيتيءَ ۾ گهڙڻ ڌاران اھا سيوا مان ڪري ڪين سگهندس، تنهنڪريڪي مان اُبر (راجنيتيءَ ۾) ڇڪجي پيو آھيان. سو آءٌ مالڪ ڪين آھيان؛ آءٌ تہ ڀارت جو فقط ڪڙو ترڪندڙ ٻُلُل، نماڻو شيوڪ آھيان ۽ تنهن ذريعي ساريءَ انسان ذات جو. ۸۱

ستيہ ۽ ٻولڻا کان مٿي ٻيو ڪو ڌرم آھي ئي ڪونہ. ۸۲

سچو ڌرم ۽ سداچار هڪ ٻئي سان الڳ سنگ ڳنڍيا پيا آھن. ڌرم ۽ سداچار لاءِ ائين آھي جڻ ڀاڻي لئي ڌرتيءَ ۾ ٻوڪيل ٻج لاءِ. ۸۳

ڪو بہ ڌارمڪ سدالت جو ٻُڌيءَ کي تہ جي ۽ نيتيءَ سان ٽڪر ئو کائي، سو مونکي قبول نہ آھي. نامناسب ڌارمڪ ڀاونا سڀارن ڪري ويندس، جي اھا دراچاري نہ ھجي. ۸۴

جڏھن ئي اخلاقي بنياد کوھيوسين، تڏھن ئي ڌرمسٽ ئي رھي نہ سگھنداسين. ڌرم جو اخلاق کي اورانگهڻ جهڙي ڳالھہ ٿيئي ڪانہ. مثال طور ماڻهو ڪوڙو، ٺرڌئي ۽ ويڀاري ٿي رھي ۽ ٻوءِ بہ دعوي رکي تہ ايشور سندس پکش ۾ آھي، سو ٿي نہ سگھي. ۸۵

اساجون اڇائون ۽ ارادا ٻن قسمن ۾ ڪٽي ورھجن — سوارٿي ۽ اُسوارٿي. سڀيئي سوارٿي اڇائون دراچاري آھن؛ جوڌاڻين ٻين سان نيڪي ڪرڻ خاطر ڀاڻکي سڌارڻ جي اڇا سچ ٻچ نيڪ آھي. اُتم ۾ اُتم نيڪ ٻير اھو آھي جو منش جاتيءَ جي ڀلائيءَ لاءِ اسانکي لڳاتار ڪرم ڪرڻ گهرجي. ۸۶

جيڪڏهن منهنجو ڪو ڪرتب جنهن لاءِ دعويٰ ٿي رکجي ته روحاني آهي سو جي نہ ٺيڪ جوڳو ثابت ٿئي ته اُنکي ناڪامياب ايڪڻ گهرجي. مونکي يقين آهي ته سڀ کان وڌيڪ اُڌياتمڪ ڪرتب، حقيقي معنيٰ ۾، نهايت عملي ٿوٿئي. ٨٧

ڌرم شاستر ٻڌيءَ ۽ ستيہ جي پهچ کان مٿي وڃي نٿا سگهن. ٻڌيءَ کي سوڌڻ ڪاڻ ۽ ستيہ کي اُجل ڪرڻ لاءِ ئي ڌرم شاستر جوڙيا ويا آهن. ٨٨

پُل، پُل ٿي آهي توڙي ڪٿي دنيا ۾ جا ڌرم شاستر اُنجي پنيرائي ڪن. ٨٩

ڪابہ غلطي چاڪاڻ تہ گهڻو ڦهلائي ويئي آهي، سچ ڪانہ ٿي پوندي ۽ نہ وري ستيہ، چاڪاڻ تہ ڪنهنکي بہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي ڪو وري مٿيا ٿي پوندو. ٩٠

آءٌ ائين ڪونہ ٿو مڃان تہ سڀ ڪجھ پراچين چڱوئي آهي چاڪاڻ تہ پراچين آهي. قديم روايت جو خيال رکي، ويچار شڪتيءَ جهڙي ايشوري ذات تياڳ ڪجي، تنهن جو آءٌ پکش پالڪ نہ آهيان. ڪابہ پرمپرا ڪيتري بہ ڪٿي قديم ڇونہ هجي، جي اخلاق سان اڻ ٺهڪندڙ آهي تہ ديش مان هڪالي ڪيڻ لائق آهي. ڇوت ڇات کي بہ هڪ قديم روايت ٿي ڄاڻڻ کپي؛ بال وڌواپڻي ۽ بال وواہ جهڙيون رسم رسماتون بہ قديم روايتون ليکجن ٿيون ۽ اهڙيطرح بيا بہ ڪيئي کهنا پيانڪ عقيدا ۽ پيم پولي واريون ريتيون، جي منهنجي نہ هٿ ۾ هجي، تہ آءٌ هولد انهن کي ٻهاري نابود ڪري ڇڏيان. ٩١

آءٌ مورتي پوڄا ۾ اوشواس نہ ٿو رکان. مورتي مون ۾ ڪو پوڄنيہ ڀاو ڪانہ ٿي جاڳائي. پر ڀانيانٿو تہ مورتي پوڄا

انساني سماج جو جزو آهي. اسين پاڻ کي سڄول روپ ڏيڻ لاءِ سگهندا آهيون. ٩٢

پوڄا پرارٿنا وقت پتلن جي پريوگ کان منع نٿو ڪريان. البت نرآڪار پوڄا کي وڌيڪ پسند ڪندو آهيان. اها پسندي شايد اجوڳ هجي. هڪڙي ماڻهوءَ کي هڪڙي ڳالهه ڀائيندي، ته ٻئي ماڻهوءَ کي ٻي ڪا وڻندي. ۽ انهن ڪري ٻنهي جي وچ ۾ ڪا به ڀيٽ ڪرڻ واجب نه ڀانيندو. ٩٣

آءٌ ائين محسوس ڪرڻ لڳو آهيان ته انسان جيان حرفن جو به، منجهائن لڪندڙ مطلب جي لحاظ کان، درجي به درجي وڪاس ٿيندو. مثلاً ”ايشور“ جهڙي معنائن سان ڀرپور حرف جو مطلب اسان مان هر ڪنهن لاءِ ساڳيو نه آهي. هر ڪو پنهنجي آزمودي موجب ئي انجو مطلب ڪڍي ٿو. ٩٤

آءٌ پنهنجي جيون ۾ نه اختلاف ۽ نه وري پاڳلپڻو ٿو ڏسان. اهو سچ آهي ته جيئن ماڻهو پنهنجي پٺ ورائي نٿو ڏسي سگهي، تئن پنهنجي خطا ۽ ڄريائي به ڪانه ٿو ڏسي سگهي. مگر گياني ڌارمڪ ماڻهوءَ کي اڪثر هڪ ديواني سان مشابهت ڏني آهي. انهن ڪري مان انهيءَ اندڙي کي جهليو ٻيو آهيان ته مان چريو نه هجان ۽ سچو اهو ڌرمي ماڻهو هجان. حقيقت ۾ انهن ٻنهي منجهان مان ڇا آهيان، تنهن جو نه منهنجي مرڻ کانپوءِ ئي فيصلو ٿي سگهندو. ٩٥

جڏهن به آءٌ ڪو ڀُليل ماڻهو ڏسندو آهيان تڏهن پاڻ کي چوندو آهيان ته مون به ته ڀُلون ڪيون آهن. جڏهن ڪو ڪامي پرش ڏسان ته پاڻ کي چوان ته ڪنهن وقت آءٌ به ائين هوس، ۽ اهڙيءَ طرح دنيا ۾ هر ڪنهن سان متراچاريءَ جو ڀاؤ

ٿيندو اُتي ۽ ائين پائيندو آهيان ته جيسين اسان منجهان مسڪينن ۾ مسڪين به خوش نٿو گذاري تيسين آءٌ به سکي ٿي نه سگهندس. ٩٦

جيڪڏهن مان ڪنهن ڪي به سندس لهڻي کان گهٽ ڏيندس ته پنهنجي ايشور ۽ پنهنجي اُپائلهار ڪي حساب ڏيڻو پوندم، ۾ مونکي يقين آهي ته هُو (ايشور) مونکي آشيرواد ڏيندو جڏهن جاڻ پوندس ته مون اڳلي ڪي سندس حق کان وڌيڪ ڏنو. ٩٧

لڳاتار ڪم ڪندي به منهنجي حياتي آنند سان ڀرپور بڻي رهي آهي. سياڻو مون لاءِ ڇا آڻيندو تنهن جي ويچار جي چاهنا نه هئڻ ڪري مان پاڻ ڪي پڪيءَ جيان آزاد سمجهندو آهيان. ... مان لڳاتار ايمانداريءَ سان سرير جي احتياجن خلاف جدوجهد ڪندو اچان، انهيءَ ويچار تي مان پيو ٽڪيان. ٩٨

جنهن منش جاتيءَ منجهان آءٌ آهيان تنهن جي اوڻاين بابت اينتري نه سُرت اُتي جو اُن (منش جاتي). مان ڪنهين هڪ جڳهي تي به ڪين ڪي ڇڙان. اُن لاءِ منهنجو اُپاءُ اِهوئي آهي ته جيتي ڪجهه به غير روا ڏسان، اُتي اُنجو تدارڪ ڪريان ۽ اُنجي ڪندڙ کي نه ايذايان، جيئن مان به هوند جيڪر ڪين چاهيان ته مان جيڪي غلطيون ڪندو رهانٿو تن لاءِ مونکي ڪو ايذائي آزاري. ٩٩

آءٌ آشاوادي ٿي آهيان، نه ان ڪري ته مونکي هڪڙي ثابتي آهي ته ستيه ڦرلندو ڦولندو، پر ڇاڪاڻ ته منهنجو اٽل وشواس آهي ته اُنت ۾ ستيه ضرور وجيه پائيندو ... فقط اسانجي

هڪ ئي ڌرم ٿي سگهندو يا ٿيندو. آءٌ تنهن ڪري ا
ڪوشش ۾ آهيان ته جيڪي سيني ڌرمن ۾ موجود آهي
ڳولي لهان ۽ پرسپر سهن شيلتا پيدا ڪريان. ١٠٥

آءٌ اِنهيءَ مت جو آهيان ته ويچار، واڻيءَ ۽ ڪرم ۾ پور
پرهيزگاريءَ واري جيون اَڌياتمڪ پورنتا پائڻ لاءِ ضروري آهي
۽ جنهن قوم ۾ اهڙا آدمي ڪينهن، اها اُن ڪميءَ ج
لحاظ کان وڏيڪ ڪنگال رهيتي. ١٠٦

پرماتما جي درشتيءَ ۾ پاپي توڙي سنت، ٻئي سمان آهن؛
ٻنهي کي هڪجهڙو نياءُ ملڻي پوندو ۽ ٻنهي کي هڪجهڙو
وجهه ملندو ته يا اڳتي وڌن يا پوئتي هٽن. ٻئي هنجي (ايشور
جي) سنتان آهن — هنجا اُپايل. جو سنت پاڻکي پاپيءَ کان
اوچ ٿو سمجهي سو پنهنجو سنتپڻو کوهي ٿو وهي، ۽ پاپيءَ کان
ڪان به بدتر ٿيو پوي، ڇو ته پاپيءَ کي گمرئي ڪانه ٿي پوي ته
هو ڇا ٿو ڪري؛ هوڏانهن اَيماني سنت ان حالت ۾ نه
آهي. ١٠٧

اسين اڪثر اڌياتمڪ گيان ۽ اڌياتمڪ پراپتيءَ کي هڪ ٻئي
سان منجهائيندا آهيون. ڌرمي شاسترن جي گيان پراپتيءَ ۽
فيلسوفيانه بحث مباحثي ۾ ڀرو وڃڻ کي روحانيت ڪين چئبو.
روحانيت آهي داي ترابيت ۽ اَڻ مٽي بل جي ڳالهه. روحانيت
۾ ڀرين ضرورت آهي نريٽينا جي. ڪانئر ڪٽهن به سداچاري
ڻجي ڪين سگهندا. ١٠٨

نش کي ايشور جي ڪل سرشٽيءَ جي پلي جو اتساهه
روڪ چاهڪ ٿيڻ گهرجي ۽ (ڌڻيءَ در) پرارٿنا ڪندو رهي
ڪيس سامرٿي بخشي ته ائين ڪري سگهي. سيني جي
ڀلياڻ چاهڻ منجهه هنجي پنهنجي ڀلائي آهي. جيڪو ڇڙو

پنهنجي يا پنهنجي جاتيءَ جي ڀلائي لاءِ جاچي سو
خودغرض آهي ۽ انهيءَ ڪري ڪڏهن به هن جو پلو نه ڀبندو....
انسان لاءِ بلڪل ضروري آهي ته جيڪي پاڻ چڱو ٿو سمجهي
۽ جيڪي سنڌس لاءِ سچ پچ چڱو آهي تنهن جي وچ
تفاوت سڃاڻي. ١٠٩

آءٌ پرماتما جي پورن هڪڙائيءَ کي مڃان ٿو ۽ تنهن ڪري
انسان ذات جي هڪڙائيءَ کي به. ڇا ٿيو جيڪڏهن اسان
کي اَنيڪ جسم آهن؟ آتما ته فقط هڪڙي آهي. سورج جا
ڪرڻا موڙ دئاران اَنيڪ ٿيو پون، پر مول منڊ ته ساڳيو ئي
آهي. تنهن ڪري مان برئي ۾ برئي منش کان پاڻ کي الڳ
ڪري نٿو سگهان، نڪي ورڻي مڃان ۾ مهان آتما سان سم
نڌ کان انڪار ملڻ گهرجي. ١١٠

سموري راڄ شڪتي جي مهنجي همت هجي ته ڏوم ۽
حڪومتي ڪاروبار ته هوند ڏار ڏار هجن. مهنجو پنهنجي
ڏوم ۾ الي لڳيو آهي. مان الله مري جان ڏينس. مگر اهو
مهنجو شخصي معاملو آهي، حڪومت جو اُن سان ڪجهه به
واسطو نه آهي. حڪومت نگهباني ڪندي دليوي منتريءَ،
صحت، آمدرفت جي وسيلن، پرديسي معاملات، چالو سڪي
وغيره وغيره جي، پر نه تنهنجي يا منهنجي ڏوم جي. اهو
هرڪنهن جو پنهنجو شخصي ڪم آهي. ١١١

مان چوڏاري وڏاءِ ۽ جوڌ سان گهيريل آهيان. ستيه کي گولي
لهڻ لاءِ گهڻي ۾ گهڻي ڪوشش ڪندي به هر ٿي ڪاڏ ٿي
پوي ته اهو (ستيه) آهي ڪٿي. مگر الين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته
مان ايشور ۽ ستيه جي وڏيڪ اوڙو آيو آهيان. انهڪري جيولسون
دڙ [illegible] وڃايون اٿم مگر تنهن جو ارمان ڪونهي. پاڻ مون

لاءِ اِهو اُهياڻ آهي تہ مان ايشور کي وڌيڪ ويجهو آيو آهيان
چاڪاڻ تہ هرڪنهنکي سخت ۾ سخت مخالفت جي منهن ۾
ڪنهن نازڪ ڳالهہ بابت صاف ۽ بي ڊپو لکي ۽ ڳالهائي سگهان
ٿو، ۽ پاڙهن پرتگيائون جي سوئيڪار ڪيون آئم سي بي آراميءَ
۽ مونجهاري جي ذري بہ احساس ڪالسواءِ پوريءَ طرح عمل ۾
آڻي سگهانٿو. سٺ ورهين جي اُدم ليٺ مونکي ستيہ ۽ پوترتا
جو آدرش اپنوڻ ڪرايو آهي، جو هيل سوڌو پنهنجي اڳيان
رکندو آيو آهيان. ١١٢

اسين اِهوئي ڄاڻونٿا تہ منش پنهنجو ڪرتويہ پالي ۽ ڦل ايشور
جي هٿن ۾ ڇڏي. اِنسان پنهنجي ڀاڳ جو مالڪ سمجهيو
وڃيٿو، مگر اِهو فقط قدري سچ آهي. اِنسان پنهنجي قسمت
اوتري تائين ٺو بڻائي، جيتري تائين اُها مهان شڪتي ڇوٽ
ڇڏيس ٿي، جا اسانجي مٿيني ارادن، اسانجي مٿيني تجويزن
کي رد ڪري پنهنجون رٿون عمل ۾ ٿي آڻي. مان اُن شڪتيءَ
کي الله، خدا يا ايشور جي نالي سان نہ، پر ستيہ جي نالي
سان ٿو پڪاريان. سمورو سچ فقط اُنهيءَ مهان شڪتيءَ—
ستيہ جي ئي هردي اندر سمايل آهي. ١١٣

ايشور جي نالي ۾ نردوش کي ستائڻ کان وڏو پاپ ڪونہ
سجهيم. ١١٤

جڏهن مان هڪ طرف پنهنجي ڇوٽاپڻ ۽ حدن جو ۽ ٻئي طرف
آسون اُميدون جي مون ۾ رکيون وڃن ٿيون، تنجو ويچار
ڪندو آهيان تڏهن ڪن ساعت گهبرائجي ويندو آهيان، پر جڏهن
ٿي آءٌ محسوس ڪريان ٿو تہ اُهي آسون اُميدون منهنجي گڻن
ڪري نہ — ڇو جو آءٌ تہ شيءِ ۽ اشيءِ جو انوکو ميل آهيان—
پر ٻن اموالڪ گڻن، ستيہ ۽ اهنسا جو سوروپ جو مون ۾ ڪي

قدر آهيون، ٻر پيٽ ۾ ڄيان ٿيان مون ۾ سرس آهي، تنهن جي
قدرداني ڪري آهن، تن جي ڀاڱ سنڀالي وٺندو آهيان. ۱۱۵

پرٿويءَ تي اهڙي ڪابه چيز آهي ئي ڪانه، الٻت سواءِ
ستيه ۽ اهنسا جي، جا جيڪر ديش خاطر مان نه تياڳي
سگهان. اهي ٻئي، جي ڪو ساري دنيا ڏئي ته به هوند ڪين
قربان ڪريان. ڇا لاءِ جو مون لاءِ ستيه ئي ايشور آهي ۽ ستيه
کي لهڻ جو ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي سواءِ اهنسا مارگ جي.
ستيه يا ايشور کي قربان ڪري مان ڀارت جي سيوا ڪرڻ
نٿو چاهيان. ڇاڪاڻ ته ڄاڻ الٻت ته جو ماڻهو ستيه کي ترڪ
نٿو ڪري سو پنهنجو ديس ته ڇا پر پنهنجا ويجهي ۾ ويجها
۽ پيارن ۾ پيارا پڻ ترڪ ڪري سگهيتو. ۱۱۶

# باب ٽيون

## ساڌن ۽ اُديشُ

جيون جي باري ۾ جيڪا منهنجي فيلسوفي آهي تنهن
۾ ساڌن ۽ اُديش پاڻ ۾ مٽائڻ جهڙا حرف آهن. ١

هو چوندا، ”اُپاءَ نيٺ ته اُپاءَ ئي آهن“، پر مان چوانتو، ”اُپاءَ
نيٺ به سڀ ڪجهه آهن“. جهڙا اُپاءَ تهڙوئي مقصد. اُپاءَ ۽
مقصد جي وچ ۾ ڪا به جدائيءَ جي ديوار ڪانهي. تحقيق
اُپائڻهار اُپاءَ مٿان اسانکي اختيار ڏنو آهي (۽ سو به تمام محدود)
پر مقصد مٿان اصل نه. اُديش جي پراپتي اصل اُنجي ساڌن
جي پرماڻ آهر ٿئي ٿي. هيءَ اهو سدانت آهي جنهن ۾ ٻئي
ڪنهن نياريءَ ڳالهه جي گنجائش ٿيڻي ڪانه. ٢

اهنسا ۽ ستيہ پاڻ ۾ اهڙا ويڙهيا وچڙيا پيا آهن، جو اُنهنکي
سُلجهائي ڇڏائڻ ۽ ڌار ڪرڻ عمليءَ طور ناممڪن آهي. اهي
هڪ سڪي جي، اچان به چئجي هڪ لسي بنا ٺپي لڳل
ڌاتوءَ جي چڪريءَ جي، ٻن پاسن سمان آهن. ڪير چئي
سگهندو ته، سبتو پاسو ڪهڙو، ۽ ابتو ڪهڙو؟ تنهن هوندي به
اهنسا آهي ساڌن ۽ ستيہ آهي اُديش. اُپاءَ جيڪڏهن واقعي
اُپاءَ آهن، ته هميشه اهي اسانجي پهچ ۾ هوندا ۽ تنهنڪري
اهنسا اسانجو مهان اُتم ڪرتويہ آهي. جيڪڏهن اسين اُپاءَن
جي سنڀال ڪريون ته مقصد کي اڳي پوءِ اوس پهچنداسين.
جي هيڪر اسان اِهو نقطو ذهن تي وهاريو آهي، ته پوءِ
آخرين سوڀ اوس ٿيڻي آهي. ڪهڙيون به مشڪلاتون
اسانکي سامهون اچن، ڪهڙيون به ظاهري شڪستون کائون

نه ته سچ جي کوج نه ڇڏي ڏيون — جو ئي آهي خود ايشور. ٣

سوڀ لاءِ زور زبر واري جوڙي وات ۾ وشواس ڪونه اٿم... ليڪ ارادن کي ڪيترو به گهڻو ڪٽي مان ساراهيان، ۽ تن سان همدردي ڏيکاريان به هنسڪ طريقن جو مان هڪ ڪٽر وروڌي آهيان، پوءِ ڇاهي اهي اتم ۾ اتم ڪاريه جي شيوا ۾ ڇو نه هجن. تنهنڪري منهنجي ۽ هنساوادي فرقي جي وچ ۾ سچ پچ ڪو به ميل آهيئي ڪونه. مگر منهنجو اهنسا جو عقيدو مونکي نه فقط روڪي ٿو ۾ وڳوڙين ۽ ٻين مڙني جن جو هنسا ۾ ويساهه آهي تن سان ڀڃ لڳ لاڳاپو رکڻ لاءِ مجبور ٿو ڪريم. پر اهو لڳ لاڳاپو همسشه رکو انهيءَ ئي مراد سان هوندو آهي ته مونکي جا سندن ڀُل نظر ايندي آهي تنهن کان کين باز آڻيان. ڇا لاءِ جو آزمودي مونکي ڏيکاريو آهي ته هنسا ۽ اَستيه جو نتيجو دائما ڪلياڻ ٿي نٿو سگهي. جيڪڏهن منهنجو سچو رکو دل گهريو ڀرم به ڪٽي هجي، ته به انترو قبول ڪمو ويندو نه اهو موهبنڌ ڀرم آهي. ٤

اوهانجو عقيدو آهي ته اپاءَ ۽ مقصد جي وچ ۾ ڪو به لاڳاپو ڪونهي، اها هڪ وڏي ڀُل آهي. انهيءَ ڀُل وجان، اهي ماڻهو جيڪي ڌرمي سمجهيو ويو آهي تن به اگرا ڏوهه ڪيا آهن. اوهانجي دليلبازي به ساڳي اهڙائي آهي جهڙي چئجي ته ڌاتوري جي بوٽي پوکڻ سان گلاب جو گل ملي سگهيٿون ٿو. جيڪڏهن مان ساگر پار ڪرڻ چاهيان ٿو، ته فقط ڪنهن جهاز جي وسيلي ئي اتين ڪري سگهندس؛ جيڪڏهن انهيءَ ڪارج لاءِ ڪا بار گاڏي ڪٽي ڪم آڻيان ته اها گاڏي ۽ مان ٻئي سکهوٽي ٻڏي وڃي. وڻنداسين. "جتا ديوتا، تتا پوجاري" — اهو قول

ساڌن ۽ اُديش

غور ڪرڻ جهڙو آهي. اُنجو ارٿ موڙيو مروڙيو ويو آه
اُنڪري ماڻهو اُوجهڙ ويا آهن. اُپاڪن جي ٻج سان ي
ڪجي ۽ مقصد جي وڻ سان؛ ۽ اُپاءَ ۽ مقصد جي وچ ۾
ساڳيوئي اُٽوٽ سنبنڌ آهي جيڪو ۽ جهڙو ٻج ۽ وڻ ج
وچ آهي؛ اِبليس اڳيان لنبوتي ڏنڊوت ڪرڻ سان پرميش
جي پوڄا منجهان جو اُنيجو اُڪري سو منهنجي پاءِ پوڻ
امڪان ڪونهي. تنهنڪري جيڪڏهن ڪوڪٽي چوي
”مان پرميشور جي پوڄا ڪرڻ چاهيانٿو؛ حرڪت ڪانهي
ٻي اُها شيطان جي معرفت ڪريان“، اِها مورکائي ليکي
ويندي. اسين اصل اُهوئي ٽا لڻون جيڪي پوکيون ٿا.

٥

ساميه واد هڪ سهڻو حرف آهي ۽ جيتري قدر جاڻ اٿم،
ساميه واد ۾ سماج جا جملي منش برابر آهن — نڪوئي نيچ ۽
نڪوئي اوچ. منش جي سرير ۾ مٿو اوچ نه آهي چاڪاڻ ته
شرير جي چوٽي آهي، نڪي پيرن جون ترِيون نيچ آهن
چاڪاڻ ته اُهي ڌرتيءَ کي ڇهن ٿيون. جهڙيطرح اِنسان جي
جسم جا انگ هڪ سرکا آهن، ساڳيءَ طرح سماج جا ميمبر
آهن. اِهو آهي ساميه واد.

اُنهي ۾ راڄ ڪُنوَر ۽ ڪرمي، مالدار ۽ مسڪين، مالڪ ۽
ملازم سڀ ساڳئي ئي سطح تي آهن. ڌرمي شبدن ۾ جيڪر
چئجي ته ساميه واد ۾ دويت ڀاءُ ڪونهي. سڀ ايڪائي آهي.
ساريءَ دنيا اندر سماج ۾ ڏسبو ته سواءِ دئي يا انيڪائي
جي. ٻيو ڪي ڪينهي. ايڪائي جي غير موجودگي پڌري
ت آهي... جنهنڪي مان ايڪتا ٿو ليکيان ان ۾ رٿائن جي
ڪتا هوندي به ايڪتا آهي.
اِنهيءَ اوستا کي پهچڻ لاءِ سيني ڳالهين کي فيلسوفياڻي
شتيءَ سان نه ڏسون ۽ ائين چئون ته اسانکي تيسين قدم
ڻ گهرجي جيسين سيئي بدلجي ساميه وادي نه ٿيا

تنهن ڪري فقط سچيار، اهنسڪ ۽ پوتر دل سامهه واد
ئي ڀارت ۾ اٿوا دنيا ۾ سامهه وادي سماج استاپن ڪر
سگهندا. ٦

تم شديءَ جو اڌياتمڪ هٿيار، توڙي اَسپرش پاسي ٿو، تنه
اڳلي جي آسپاس جي حالتن کي بلڪل ڦيرائي ڇڏڻ
ٻاهرين ڪڙين کي پيرو ڪرڻ لاءِ اُهو نهايت گهڻو جبرو وسيل
آهي. اُهو (هٿيار) تمام سوڪيم ۽ اَدرشت ريت ڪم ڪري
ٿو ۽ اِها هڪڙي ڳوڙهي ترڪيب آهي، جيئنو ٽيڪ اڪث
ور چائيندڙ ۽ گهلاري وات ڏسڻ ۾ ايندي، ته به چوڻڪاري
ڏانهن نيندڙ سڌي ۾ سڌي راهه آهي، اصل پروسي جوڳي ۽
تڪڙي ۾ تڪڙي پڻ ۽ ڪيتري به ڪوشش اُنلاءِ ڪا گهٽي
ڪانهي. جيڪي ڪجهه اُها گهري ٿي سو آهي— نشچو- اچل،
جبل جهڙو نشچو جو ڪنهن به ڳالهه کان هڇڪي ٿو. ٧

منهنجن پنهنجن ماڻهن جي ايڙجڻ کي روڪڻ کان به اِنساني
سياءَ جي وحشيپڻي کي روڪڻ جو وڌيڪ اُلڪو اٿم. مان
جاڻان ٿو ته جي ماڻهو پنهنجي خاص خوشيءَ ڪشت جو دؤر ٿا
ڀوڳين سي پاڻ کي ۽ ساريءَ انسان ذات کي مٿي چاڙهين ٿا؛
پر آءٌ اِهو به جاڻان ٿو ته لوڪ جي پاڻان ڪمزور ماڻهن يا
قومن کي ڏهڻ يا ورودين مٿان سوڀ پائڻ ڪاڻ سخت
جدوجهد ڪندي وحشي ٿيو پون، سي نه ڇڙو پاڻکي ٿا ڪيرائين
پر اِنسان ذات کي به. ۽ اِها مون لاءِ يا ٻئي ڪنهن لاءِ به
خوشيءَ جي ڳالهه ٿي ٿي سگهي جو انساني سياءَ کي گپ
۾ گهلبو ڏسجي. جيڪڏهن اسين سڀئي ساڳئي ئي سائين
جي سنتان آهيون ۽ ساڳئي ايشوري سؤ روپ ۾ ڀاڳي ڀائي
آهيون، ته پوءِ هرهڪ شخص جي پاپن ۾ به پاڻکي شريڪ
ٿيڻ کپيوڻ، پوءِ چاهي هوُ اسان منجهان هجي يا ٻئي قوم

# باب چوٿون

## آهنسا جو مارڳ

اهنسا، منش جاتيءَ کي اختيار ۾ مليل وڏي ۾ وڏي شـ
آهي. منش جي حڪمت، جيڪي به ڀاري ۾ ڀاري تبا
جا هٿيار تجويز ڪيا آهن تن کان به اِها (اهنسا) وڌيڪ ڀ
آهي. تباهي منش جو ڌرم ڪين آهي. اِنسان بي فڪر
سان حياتي گذاريندو، جيڪڏهن ضرورت پئي ته، پنهنجي
ماڻهو جي هٿان مري جان ڏيڻ لاءِ هو تيار ٿو رهي، پر هنک
گهات ڪرڻ سان ڪڏهن به نه. هرڪو خون يا ايذاءُ، پو
چاهي ڪهڙي به سبب ڪري ڪجي يا اڳلي کي رسائجي، ته
اهو اِنسانيت خلاف گناهه آهي. ١

زندگيءَ جي هرهڪ کيتر ۾ هرڪنهن سان نياءُ، اهو اهنسا جو
پهريون شرط آهي. اِنساني سڀاءُ ۾ شايد اهڙي ايتري اُميد نه
رکي وڃي. ڪٿن به، آءٌ ائين نٿو سمجهان. اُوچ تي رسڻ کي
گراوٽ ۾ اچڻ جي انساني سڀاءَ ۾ ڪيتري شڪتي آهي ان
بابت ڪنهن کي به مَت-هوڏي ٿيڻ نه گهرجي. ٢

جهڙي طرح پاڻکي هنسا جي واٽ ۾ سکيا وٺڻ لاءِ گهات ڪرڻ
جو هنر ضرور سکڻو پوي ٿو، تهڙيءَ طرح اهنسا جي راه ۾ به
سکيا وٺندي مرڻ جو هنر سکڻ ضروري آهي. هنسا جو مطلب
اِهو نه آهي ته ڀؤ کان آزاد ٿجي، پر ڀؤ جي ڪارڻ جو مقابلو
ڪرڻ لاءِ اُپاءُ ڳولهي لهجي. هوڏانهن وري اهنسا کي ڀؤ لاءِ
ڪو سبب ئي ڪونهي. اهنسا جي اُپاسڪ کي ڀؤ کان آجو
ٿيڻ لاءِ اعليٰ ۾ اعليٰ درجي جي قربانيءَ جي لياقت پاڻ ۾

پيدا ڪرڻي آهي. زمين وڃيس، ڏر وڃيس، جاتي جان وڃيس
دلي، جنهن کي فڪر ئي ڪونه ٿئي. جنهن سڀ قسم جي ڏپ
لي جيت نه پالي آهي، سو پورنتا سان اَهنسا عمل ۾ آڻي
ڪين سگهندو. اهنسا جي اُپاسڪ کي نشٽ ڪرڻو پؤ رهيو
جو آهي پڳوان جو. جيڪو ايشور ۾ سرن ونيئو ننهنڪي ديدار
نيڻ ڪيترجي آتما جو، جا سرير کان اوچ آهي؛ ۽ جنهن جي
پاڙکي اَن ابناسي آتما جي جهلڪ مليتي تنهن مٿل هن
ناسونت سرير منجهان چاهه موهه نڪري ٿو وڃي. اِهڙي طرح
اهنسا جي سکيا، هنسا جي تعليم کان اصل اُبتڙ آهي. هنسا جو
ڪم پوي ٿو باهرين پدارٿن جي حفاظت لاءِ، جوڏانهن اُهنسا
گهرجي آهي آتما جي بچاءَ لاءِ، پنهنجي پت پتج جي رکيا
لاءِ. ٣

جيڪي اسانکي پيار ڪن ٿا تن کي پيار ڪرڻ اَهنسا
ڪانه چئبي. اهنسا تڏهن چئبي جڏهن اسين نه ڪارينڊن سان
محبت ڪريون. آءٌ ڄاڻان ٿو نه هن بريم جي شاندار نيم جي
پوئواري ڪيتري نه ڪٺن آهي. مگر سڀ وڏيون ۽ چڱيون
ڳالهيون ڪرڻ ڏکيون نه آهن ڇا؟ نه ڪارينڊڙ لاءِ محبت سڀ
کان مشڪل آهي. مگر جي ايشور جي ڪرپا سان اِتا حد
مشڪل ڳالهه پڻ ساڌڻ آسان ٿيو ٿي پوي، جي اِتا اسين
سچ پچ ڪرڻ چاهيون. ۴

مون ڏٺو آهي ته وناش جي وچ ۾ جيوت قائم رهي ٿي؛
تنهن ڪري ناسيءَ جي سرشتي کان ۾ مٿي ڪو وڏو نيم
ضرور هوندو. نشٽ اُهيءَ نيم جيءَ ٿي سني سنانتي سماج
جو هٿڻ سمجهي سگهجي ٿو ۽ جيوت رهڻ جوڳي ٿي سگهي
ٿي؛ ۽ جي جيوت جو اهو نيم آهي، ته روزاني زندگيءَ ۾ اسانکي
ان موجب هلڻو آهي. جڏهن ته جهڳڙو اٿڻ جبي، حتي

۽ وروڌيءَ کي سامهون ٿيڻو پوي، اتي الڪي پريشان جيئن.
مون ته پنهنجيءَ جيون ۾ اِن اَڻ گهڙي ئي نموني ۾ ان نيم کي
پٺيءَ ڪنب آندو آهي. انهيءَ جي معنيٰ اها ڪانهي ته منهنجون
مڙيئي مشڪلاتون حل ٿي ويون آهن. فقط ايترو ڏٺو اٿم ته
انهيءَ پرير واري نيم جي پيرويءَ مان اهو ڪي ٿيو آهي جو
تباهيءَ واري نيم منجهان ڪڏهن نه ٿيو آهي.

مثلاً ائين ڪينهي ته مولڪي ڪروڌ اچي ئي ڪين؛ مگر گهڻو
ڪري سيني موقعن تي پنهنجن جذبن کي ضابطي هيٺ رکڻ
۾ ڪامياب ٿيندو آهيان. نتيجو ڪهڙو به نڪري، اَهنسا جي
نيم جي ديناداستيءَ ۽ اَڻ ورچ ٿي پيروي ڪرڻ لاءِ مون
منجهه هميشه باهوش ڪشمڪش هلندي آهي. اهڙي ڪشمڪش
اڳلي کي پاڻ وڌيڪ مضبوط ڪري ٿي. جيترو وڌيڪ ان
نيم موجب هلان ٿو، اوترو ئي جيون ۾ وڌيڪ خوشي محسوس ٿو
ڪريان، پڻ سرشتيءَ جي سٽاءُ مان ساءَ. اها هلت شانتي ٿي
بخشيم ۽ قدرت جي ڳجهن جي معنيٰ جي پروڙ ٿي پوير جنهن
جي بيان ڪرڻ جي مولڪي طاقت ئي ڪانهي. ٥

مون ڏٺو ته منشن والڳي قومون به فقط صليب واريءَ پيڙا
منجهان لنگهڻ سان ئي جڙن ٿيون ۽ نه ٻئي ڪنهين به طرح
سان؛ هرڪ ٿو حاصل ٿئي نه پين کي درد رسائڻ سان، پر
خوشيءَ سان دک درد پوگڻ منجهان. ٦

جيڪڏهن اسين پنهنجي نظر ڦيرائيندا سين اُنهيءَ سمي ڏانهن
جنهنجو اتهاس ۾ ڪنهن قسم جو داخلو آهي، ويندي اسان
جي پنهنجي وقت تائين، ته اسانکي معلوم ٿيندو ته منش برابر
هڪ سر اهنسا ڏانهن ترقي ڪندو ويو آهي. اسانجا ڏوُرانهان
اَبا ڏاڏا آدم-خور هوندا هئا. پوءِ هڪڙو وقت آيو جڏهن هو
آدم-خوريءَ مان ڪڪ ٿيا ۽ شڪار تي گذران ڪرڻ لڳا.

لنهائيءَ اُها منزل آئي جڏهن منش هڪ رولو شڪاريءَ جي زندگي بسر ڪرڻ ڪري لڳي ٿي ٿيو. لنهنڪري هڙ ڪيتي واڙيءَ کي لڳو ۽ پنهنجي کاڌ خوراڪ لاءِ گهڻو ڌرتي ماتا تي ئي ڀاڙڻ لڳو. اهڙيءَ طرح رمتي مان ڦري سڌريل، هڪ لڪاٽي حياتي بسر ڪرڻ لاءِ ٽانڪو تي رهڻ لڳو، ڳوٺ ۽ شهر ٻڌائين ۽ هڪ ڪٽنب جو ڀائي ٿي رهڻ بدران هڪ پنگت ۽ هڪ قوم جو جزو ٿي پيو. اهي مڙيئي وڌندڙ اُهنسا ۽ گهٽندڙ هنسا جا آثار آهن. جي اهو ائين نه هجي ها ته انسان ذات هن مهل تائين ختم ٿي وڃي ها، جيئن ڪيترن هيٺين طبقن وارا جيوَ گم ٿيندا ويا آهن.

پيغمبرن ۽ اوتارن پڻ ٿورو ڪي گهڻو اهنسا جو سبق سيکاريو آهي. اُنهن مان هڪڙي به هنسا سيکارڻ جي دعويٰ نه ڪئي آهي . ڀلا ٻيءَ طرح به ڪيئن ٿيندو؟ هنسا سيکارڻ جي ضرورت ئي ڪانه ٿي ٿئي. منش حيوان جي روپ ۾ هنسڪ آهي، مگر آتما جي روپ ۾ اهنسڪ آهي. جنهن مهل اندرئين آتما کي سڃاڻي جاڳي ٿو، پوءِ هو هنسڪ ٿي رهي نٿو سگهي. پوءِ يا ته هو اُهنسا ڏانهن وڌندو يا پنهنجي ناسيءَ ڏانهن ڌوڪيندو ويندو. انهيءَ ڪري پيغمبرن ۽ اوتارن سيکاريو آهي سچ جو، ساز سلوڪ جو، پاڪيزگيءَ جو، نباڪ وغيره جو — اهي سڀ اُهنسا جون ئي وصفون آهن. ۷

منهنجي دعويٰ آهي ته هميشه به، جيتوڻيڪ سماجڪ مالدارو اهنسا جي سوچي سمجهي ڏنل قبوليت تي ٻڌل نه آهي، تڏهن به ساري سنسار اندر ماڻهو جيئي رهيا آهن، ۽ پنهنجي مال ملڪيت بچائي رهيا آهن، سو هڪ ٻئي جي پلناسيءَ ڪري. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته فقط ٿورڙي ۾ ٿورا ۽ سڀ کان وڌيڪ وحشاڻ ئي جيئرا بچن ها. پر اهڙي ڳالهه آهي ئي ڪانه. ڪٽنب پريم. سنبنڌ سان ٻڌل آهن ۽ ساڳيءَ طرح ٻڌل

آھن سيپيہ (جتن چڱجين ٿو) سماج جا گروہ، جنکي
ڪري ٿا ڪونين. فقط آھي اھنسا جي نيم جي سريشٽتا
مڃين. تنهنڪري، اِن نمان اِهو ٿو سِد ٿئي ته اھنسا جي
اُپيوگن جي اُنھن جاچ نہ ڪئي آھي. هيلتائين ڪٽي اٿين
نہ نپت ستلنائيءَ وچان اسان اٿين ڪٽي فرضي مڃيو آھي
پورن اھنسا فقط انھن ٿورن لاءِ ممڪن آھي جي مال
نہ دارڻ ۽ ٻين ۾ اھڙي قسم جي جھان پلن جو سنڪ
ڪنتا. جيتوڻيڪ اِهو سچ آھي ته چڙو اھنسا جا اُپاسڪ ٿي ڪو
جو ڪاريہ ڪري سگھنتا ۽ منش جاتيءَ سان لاڳو ان مھ
انادي نيم جا نوان اپيوگ وقت ۾ وقت ظاهر ڪري سگھنتا،
۾ جيڪڏھن اُهو نيم نيم آھي، تہ پوءِ اُهو سيني ماڻهن ل
آھي. جيڪي ڪيتريون اُي ناڪاميابيون ڏسو نتا سي اِنهي
نيم جون نہ، پر اُنجي پوئلڳن جون آھن جن منجھان ڪيتر
آھن جنکي جاڻ ئي ڪانهي تہ آھي خوشيءَ ناخوشيءَ اُن نيم
هيت هلي رهيا آھن. ماءُ جڏھن پنھنجي ٻالڪ جي صدقي مرڻ
لاءِ تيار ٿي ٿئي تڏھن ٻي خبريءَ وچان هوءَ جڻڪ انهي نيم کي
مڃي رهي آھي. آءُ گذريل پنجاهہ ورهين کان لوڪن اڳيان
اهائي حجت هلائي رهيو آھيان تہ ناڪاميابين جي هوندي
۾ اِهو نيم سڃينائيءَ سان قبوليو ۽ اُتساهہ سان عمل ۾ آڻيو.
پنجاهہ ورهين جي ڪاريہ حيرت انگيز نتيجا ڏيکاريا آھن ۽
منهنجي نشچي کي زور وتايو آھي. منهنجي اِها پڪي دعويٰ
آھي تہ نت نيم ۽ عمل سان اسين اهڙي اوستا کي رسنداسين
جو حق خلال جي ڪمايل ڌن کي عام طرح پاڻمرادو عزت سان
ڏنو ويندو، بشرطيڪ، اهڙي ملڪيت تي ڪلنڪ نہ هوندو ۽
ملڪيت جي گھٽ وڌتاين، جن سان چوڦيرو اسين گھيريا پيا
آھيون، تن جو ديناٰئيءَ جي ياونا سان ڏيکارو نہ ڪيو ويو هوندو.
نکي ڪي ناجائز ۽ ناحقي ملڪيت جو مسئلو، اھنسا جي
اُپاسڪ کي گھبرائيندڙ ليکڻ گهرجي. هنجي اختيار ۾ ستياگرہ

۱ هو عمل سوڌو
اسڪار جو اهڙو هتيار نہ آهي ئي آهي، قدر سان استعمال
ڏهن ہ اهو سچائيءَ ۽ بورڪ انداز ۽ عيوض پورن ريت
ڪبو ويو آهي نہ ڏلو ويو آهي نہ هنسا جي عيوض پورن ريت
سان ڪر ڏلو ائس. اهنسا جي مڪمل وگيان پيش ڪرڻ
جي مون ڪنهن ۽ دعوي نہ رکي آهي. اهو وگيان مڪمل
ريت پيش ڪرڻ جهڙو آهي ئي ڪين. جيترو قدر سڌ الم
ڪوبہ طبعي وگيان ۽ اهڙي ريت پيش نہ ٿي سگهندو. ڳڻت
جهڙو بلڪل نہ وگيان ۽ نہ. آءٌ صرف هڪ سادڪ آهيان. ۸
ستياگره ٿي عمل ڪندي، اوائلي منزلن تي مون سهي ڪبو
نہ ستيہ جي تلاش ۾ پنهنجي وروڌيءَ کي ايذاءُ رسائي هنسا
ڪرڻ جي گنجائش ئي ڪانہ هئي، باقي هنتي غلطي ۾ ۽
همدرديءَ سان ئي مٿائڻ گهرجي. جاڪاڻ نہ جيڪي هڪڙي
کي سچ ٿو لڳو اهو سو ٻئي کي پل ٿو ڀاسي. ۽ ڌيرج جو
مطلب آهي پنهنجو پاڻکي ڪي ڪابش ڏيڻ. تنهن ڪري ان
سدانت جي معني ئي نہ مخالفتيءَ کي ڪشت ڏيڻ سان نہ، ۾ ۹
پاڻکي ڪشت ڏيڻ سان، سچ کي صحيح ثابت ڪرڻ.
هن اڄوڪي ايجادن جي زماني ۾، ڪوئي ڪولہ جوئدو نہ
ڪا ڳالهہ يا خيال نڪمو آهي جاڪاڻ نہ ٿيون آهي. ورڇ
ائين جوڻ نہ اهو ناممڪن آهي جاڪاڻ نہ مشڪل آهي،
سو ۾ هن هڪ جي رح سان مبل ٿيو ڪاني. جي ڳالهون
خواب ۾ نہ نہ هون سي روزمره پيون ڏسجن؛ ناممڪن ڳالهون
۽ ممڪن ٿيو پون. هنسا جي ڪيتر ۾ اسين اڄڪلهہ حيرت انگيز
ايجادون ڏسي هودم واڻزا ٿيو ٿا وڃون. مگر آءٌ اهيءَ ڳالهہ
لي قائم آهيان نہ اهيءَ ڪان ئي وڌيڪ خواب خيال ۾ نہ اچي
جهڙيون ۽ ظاهري ناممڪن ايجادون، آهنسا جي ڪيتر
ڪمون ويندڀون. ۱۰
ڪنهن سوشت... نباريون ڳالهون آهن.

جو مقابلو ڪرڻ يا اُتس جلهه ڪرڻ بلڪل صحيح آهي، مگ
اُنجي رچيندڙ جو مقابلو ڪرڻ ۽ هن تي حملو ڪرڻ، پنهنجي
پاڻ سان مقابلي ۽ پاڻ تي حملي ڪرڻ جي برابر آهي. ڇاڪاڻ
تہ اسين سڀيئي ساڳئي ئي سانچي مان بنايل آهيون ۽
ساڳئي هڪڙي ئي اُپائڻهار جا ٻالڪ آهيون، ۽ تنهنڪري اسان
منجهہ جي ايشوري شڪتيون آهن سي اَننت آهن. ڪنهن
هڪڙي اِنسان جو بہ اَپمان ڪرڻ آهي، گويا اُنهن ايشوري
طاقتن جي گهٽتائي ڪرڻ، ۽ ان ريت نہ فقط اُن جيوَ کي پر
اُن سان گڏ ساري جڳ کي ٿو هاڃو هرج رسائجي.
١١

اَهنسا هڪڙو وشوَ سدائت آهي ۽ اُنجو عمل مخالف آسپاس
جي حالتن سبب محدود نٿو ٿئي. سچ تہ اُنجو اثر فقط تڏهن
پرکي سگهجي ٿو جڏهن مقابلي جي وچ ۾ مخالفت هوندي بہ
ان جو عمل ٿيئيتو. اسانجي اهنسا هڪڙي کوکلي چيز ٿيندي،
۽ ڪنهن نہ ڪم جي، جيڪڏهن انجي ڪاميابيءَ جو دارومدار
راڄ ڪندڙن جي نيڪ نيتيءَ تي رهيو.
١٢

اهنسا جي طاقت جي ڪامياب استعمال لاءِ هڪڙوئي شرط اهو
آهي تہ پڇاڻجي تہ آتما سرير کان الڳ آهي ۽ سدا قائم آهي.
اِها پڇاڻ جيوت جاڳرت نشچي جي برابر هئڻ گهرجي ۽
تہ ڪو چڙو ذهن ۾ اچي.
١٣

ڪن مترن موکي چيو آهي تہ ستيہ ۽ اَهنسا کي راجنيتي ۾
دنيوي معاملن ۾ ڪائي جڳهہ ڪانهي. مان انهن سان شاملراءِ
آهيان. شخصي مڪتيءَ لاءِ هڪڙي ساڌن طور موکي انهن
(ستيہ ۽ اهنسا جو) ڪپ ڪونهي. مان تہ انهن کي روزاني
ت ۾ گهيرڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ لاءِ سمورو وقت تجربا ڪندو
آهيان.
١٤

ڪوبہ ماڻهو اڳرائيءَ لاءِ اهنسڪ ٿي نہ سگهندو جيسين ڪ هو ڪنهن بہ ٿيندڙ سماجڪ انياءَ خلاف اٿي سامهون نہ ٿئي. ١٥

اهنسڪ مقابلو (ستياگره) پاڻ کي ڪشٽ سهارڻ سان حق حقوق حاصل ڪرڻ جو طريقو آهي؛ اهو هٿيارن سان مقابلو ڪرڻ جي بلڪل اُبتڙ آهي. آءٌ جڏهن اها ڳالهہ ڪرڻ کان انڪار ڪريان ٿو جا منهنجي ويڪ جي ورڌ آهي، تڏهن آءٌ آتم شڪتي ڪم ٿو آڻيان. مثلاً وقت جي حڪومت ڪو قاعدو پاس ڪيو آهي جو مون سان لاڳو ٿو ٿئي. مونکي اهو پسند نہ آهي. جيڪڏهن هنسڪ اُپاءَ وٺي حڪومت کان زبردستيءَ اهو قاعدو رد ڪرايان تہ پوءِ جنهنکي جسماني زور چئجي، سو ٿو ڪتب آڻيان. جيڪڏهن انهيءَ قاعدي کي ٿو مڃان ۽ انجي ڀڃڪڙيءَ لاءِ سزا ٿو قبوليان تہ جيئو تہ آتم بل استعمال ٿو ڪريان. اُن ۾ آتم قرباني ٿي ٿئي.

هرڪو مڃيندو تہ آتم قرباني ٻين کي قربان ڪرڻ کان بيحد اُتم آهي. تنهنڪان سواءِ، جيڪڏهن اهو آتم بل ڪنهن بي انصافيءَ جي ڪارڻ لاءِ ڪتب آڻجي ٿو تہ فقط اهو ڪتب آڻيندڙ شخص ئي ڏک ڀوڳيندو. پنهنجي غلطين لاءِ هو ٻين کي ڪين ڀوڳائي. هن کان اڳي ماڻهن ڪيترين ئي ڳالهين ڪيون آهن جي پوءِ ڏٺو ويو تہ غلط هيون. ڪوبہ ماڻهو دعوا رکي نٿو سگهي تہ هو بلڪل صحيح هوندو آهي يا ڪا خاص ڳالهہ غلط آهي ڇاڪاڻ تہ هو ائين ٿو سمجهي، مگر اها هن لاءِ تيسين غلط آهي جيسين اها هنجي ڄاڻ پرکڻ واري آهي. تنهنڪري اهو مناسب آهي تہ جيڪي ڪي هو غلط سمجهي سو ڪرڻ نہ گهرجي ۽ جيڪو بہ نتيجو نڪري سو ڀوڳي. اها آهي آتم بل جي اُپيوگ جي چابي. ١٦

جو اُپاسڪ انهيءَ لاءِ - وادي عقيدي (”وڏي ۾ وڏي

تعداد جو گهڻي ۾ گهڻو فائدو؟؟) کي قبول ڪري ڪين
سگهندو. هو سيني جي گهڻي ۾ گهڻي لاڀ لاءِ جدو جهد
ڪندو ۽ اُن آدرش کي رسڻ جي ڪوشش ڪندي مري
جان به ڏيندو. تنهنڪري هو مرڻ به منظور ڪندو اِنهيءَ لاءِ
ته ٻيا جيئن. اٿين پاڻ مري، ٻين جي شيوا سان گڏ پنهنجي به
شيوا ڪندو. سيني جو گهڻي ۾ گهڻو فائدو، تنهن ۾ وڏي ۾
وڏي تعداد جي ڀلائي اوس اچي ٿي وڃي. ۽ تنهنڪري هو
۽ اُهو لاڀ - وادي پنهنجي جيون مارڳ ۾ ڪيترين ڳالهين ۾
اچي ملنثا ڀر اُهو وقت به ايندو آهي جو هو هڪ ٻئي کان ضرور
جدا ٿيندا آهن بلڪ هڪ ٻئي جي مخالف ڪاريه ڪندا آهن.
لاڀ - وادي، منطق روءِ هلي، ڪڏهن به پاڻ قربان ڪين ڪندو.
هوڏانهن آدرشوادي پاڻ کي قربان به ڪري ڇڏيندو. ١٧

البت اوهين چوندا ته بلوو اهنسڪ ٿي نه سگهندو ۽ اِتهاس ۾
اهڙي بلوي جي ڪا به جاڻ ڪانهي. چڱو تڏهن! منهنجي تمنا
آهي ته انجو هڪڙو مثال پيدا ڪريان، ۽ اِهو منهنجو خواب
آهي ته منهنجو ملڪ اهنسا دئاران پنهنجي آزادي حاصل
ڪري. ۽ آءٌ دنيا کي بار بار، وَر وَر ڪري چوڻ چاهيندس
ته آءٌ اهنسا کي صدقي ڪري پنهنجي ملڪ جي آزادي خريد
ڪين ڪندس. اهنسا سان منهنجي جان اِهڙي پورن ريت
جڙيل آهي جو پنهنجي مارڳ کان مُڙي وڃان تنهن کان ته هوند
آپگهات ڪري ڇڏيان. هن سنبند ۾ ستيه جو ذڪر اِن ڪري
نه ڪيو اٿم ڇاڪاڻ ته اهنسا جي وسيلي ڪانسواءِ ٻيءَ طرح ستيه
ظاهر ڪري نٿو سگهجي. ١٨

گذريل ٽيهن ورهين جو گڏ ٿيل آزمودو، جنهن مان پهرين
اٺن سالن جو ڏکڻ آفريڪا ۾ ٿيو هئم، مونکي وڏيءَ ۾ وڏيءَ
اُميد سان ڀري ٿو ڇڏي، ته اهنسا جي اپنائڻ ۾ ئي ڀارت جو

۽ دنيا جو آئيندو سمايل آهي. انسان ذات جي لتاڙيل طبقي جي واڄيتڪ اُتوا آرٽڪ اهنجن ايذائن جي لورلي۽ لاءِ اهو (اهنسا حو) سڀ کان زيادهہ ئي ضرور ۽ اوترولي اثرائتو طريقو آهي. مون لنڊنط ڪاٽي اهوئي سمجهيو آهي تہ اهنسا ڪو اهڙو محدود سدگڻ ڪولهي حو ڪو شخص فقط پنهنجي شانتي۽ ۽ اُتم موڪش ڪاڻ عمل ۾ آڻي، ۾ اهو سماج جي سؤليب لاءِ هڪڙو نيم آهي، جيڪڏهن سماج کي إنساني آب سان رهڻو آهي ۽ گذريل حڳن کان جنهن آنند لاءِ ترقي رهي آهي لنهن حي پراپتي۽ لاءِ واڌارو ڪرڻو آهي. ١٩

۱۹۰٦ع سال تائين، مان صرف اڳلي کي سمجهاڻ لي ڀاڙيندو هوس. مان هڪ لمام جٽاڪس سڌارڪ هوس. مان لکڻ ۾ ڳڻو هوس، جڏن تہ مونکي هميشہ حقيقتن لي پختو قبضو هوندو هئو جا ڳالهہ وري سچ لاءِ منهنجي باريڪ لحاظ جو لازمي نتيجو هئي. مگر مون ڏنو تہ ڏکڻ آفريڪا ۾ جڏهن نازڪ گهڙي پيش آيہ لڏهن رڳو سمجهاڻا سان ڪم ٿي بل نانير پيدا نہ ٿي سگهيو. منهنجا ماڻهو جوش ۾ اچي ويا؛ اُنس نہ هڪڙو ڪيڙو بہ ڪلهين ڪلهن ڪُرڪندو ۽ ڪندو بہ آهي — سو بدلي وٺڻ جي ڳالهہ اُئي. اُن وقت جوند پسندي ڪرڻي پير، تہ مان هنسا سان ڀاڱ ڳنڍيان يا اُن اوکي۽ گهڙي۽ کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪو ٻيو طريقو ڳولهيان ۽ اِن بيهودي ڳالهہ کي بنجو ڏيان ۽ مونکي سجهي آيو تہ اهو قانون جو ذليل ڪندڙ آهي لنهن کي مڃڻ کان اسين انڪار ڪريون ۽ بوءِ ڀلي جي چاهين تہ اسانکي جيل ۾ ڪلي وجهن. اهڙي۽ ريت مقابلي لاءِ لڙائي عيوض هڪ اخلاقي هٿيار پيدا ٿي ويو. آءٌ لنهن وقت راڄ ڀڳت هئس ڇاڪاڻ تہ مان پوري لنچي سان مڃيندو هوس تہ برطانوي سلطنت جي ڪارگذارين جو ڪل جوڙ ڀارت لاءِ، بلڪ ساري۽ إنسان ذات لاءِ مفيد آهي. لڙائي

# اُهنسا جو مارڳ

لڳڻ کان سگهوئي پوءِ انگلنڊ پهچي، مان ٻہ اُن ۾ گهڙي
۽ پوئيرو جڏهن ڦٽڻ جي پڙدي جي سوچ واري روڳ
ور تہ جنهن کارڻ ڀارت ڏانهن موٽڻ لاءِ مجبور ٿيس، ت
جان جوکي ۾ وجهي ٻہ رنگروٽ ڀرتي ڪرڻ جي اڳواڻي ڪ
جنهن تي منهنجي دوستن مان ڪي تہ ڏهڪائجي ويا. ١٩١٩
سال ۾ رولٽ واري ڪاري قانون[1] جي پاس ٿيڻ پڇاڙ
جڏهن سرڪار اسانجي تقاضا موجب ثابت ڪيل اُهنج
ايذاون جي اوائلي داد ڪرڻ کان ناڪار ڪئي تڏهن اکيو
ڪليم. سو، ١٩٢٠ع سال ۾ آءٌ باغي بڻيس. تڏهان لاڪر مو
۾ اهو يقينو زور وڌندو ويو آهي تہ لوڪن لاءِ بنيادي اهميت
واريون ڳالهيون چڙو سمجهائڻ سان هٿ نہ اينديون، ۾ اُهي
لوڪن جي دک سهڻ سان ئي ڳنهڻيون آهن. ڪشت سهارڻ
ڪرڻ انسان جو ڌرم آهي؛ لڙائي آهي جهنگل جو قاعدو.
مگر دک سهڻ جهنگل جي قاعدي کان ايترو گهڻو جبرو هٿيار
آهي مخالفتيءَ کي بدلائڻ ۽ هنجا ڪن کولڻ لاءِ، جي ٻيءَ
طرح ٻُڌيءَ جي آواز ڏانهن بند ٻل رهندا آهن. گهڻو ڪري
مونکان وڌيڪ ٻئي ڪنهين ٻہ اينڙيون گهڻيون عريضيون
نہ لکيون هونديون يا اينڙن نڌر اُديشن جي حمايت نہ
ڪئي هوندي؛ ۽ آءٌ انهيءَ بنيادي نتيجي تي پهتو آهيان
تہ جيڪڏهن اوهين سچ پچ اهم ۽ وڏو ڪجهہ ڪرائڻ چاهيو ٿا
تہ اوهانکي اڪلي جي فقط ٻُڌيءَ کي راضي ڪرڻ نہ گهرجي،
ٻر دل کي بہ چورڻ گهرجي. ٻُڌيءَ جو دليل گهڻي ڀاڱي
دماغ تائين پهچي ٿو مگر دل ۾ دخل ٿيندو ڪشت سهڻ
سان. سهڻ انسان ۾ اندريون فهم ٿو کولي. دک سهڻ ئي
انسان ذات جي سچاوٽي نشاني آهي ۽ نہ تلوار.



١. اُهو قانون جنهن موجب هندواسين کان ڪي بنيادي ناگرڪ حق کسيا ويا.

أهنسا هڪ أها شڪتي آهي جا سڀ هڪٻئي کي ڇڙوني ڪري آڻي سگهي ٿي—ٻار، نوجوان مرد ۽ استريون يا وڏي ڄمار وارا—بشرطيڪ انهن کي پريم روپي پرميشور ۾ زندہ ويساھ هجي ۽ انهن ڪري ڪل إنسان ذات کي هڪجهڙو پيار ڪندا هجن. جڏهن أهنسا کي جيون جو نيم ڪري سوليڪار ڪبو ۽ ٻندو تڏهن پوءِ أهو اساڻي ساريءَ هستيءَ ۾ سمائجي وڃڻ گهرجي ۽ نه ڪن جزوي ڪارجن سان لاڳو ڪيو وڃي. ۲۱

جيڪڏهن اساڻي أهنسڪ ٻيٺو آهي ته پوءِ هن روءِ زمين لي اهڙي ڪنهن به پدارت لاءِ اساڻي چاهنا نه هئڻ گهرجي جو ليچن ۾ نيچ يا أدنى ۾ أداڻي إنسان کي به برابر لي نٿو سگهي. ۲۲

أهنسا جي متي جي تاطا آهي ته ڪنهن به قسم جي غيرواجبي فائدي وٺڻ کان مڪمل طرح ڪنارو ڪرڻ گهرجي. ۲۳

ڏاڍيءَ ڏاڍهن ميئنجي محالت مولکي أاهيءَ حد تائين نه لي ڪي جو أنهن جي آڌر اڄات جي ان ۾ ڦورو واڌ گهرن ٿا. [illegible] أنهن سان بحث ڪندو آهيان. ۾هتر وستو أاهن اڳيان [illegible] ڪندو آهيان ۽ پوءِ جڏهن ڏيان نه پهنجي مرضيءَ موجب [illegible]. ۲۴

[illegible] ڪڏهن ڪي جوڙس نه نه فقط پارلواسين جا [illegible] دنيا جي أهي سڀ ماڻهن جا ڪشت، چاهي [illegible] آهن يا نه، جي جوءِ سان گڏجي محسوس [illegible] حو اهو ڪوڙ پو ٿي ان لبست مان [illegible] سگهان. [illegible] آهي نه إنسان جو هڪ [illegible] ڪرڻ جي

واٽ وٺن. انهن لاءِ ٻيو ڪو رستو آهي تنهن ۾ مونکي
ڪوبه سنديه ڪونه آهي. ٢٥

جيسين سوڌو اسين سرير ڌارڻ ڪريون ٿا، تيسين سوڌو پورڻ
اَهنسا ناممڪن آهي، ڇاڪاڻ ته ڪجهه نه ڪجهه جاءِ ته
والارڻ ڪپيئون. جيسين اوهين هن جسم ۾ رهو ٿا تيسين يوڪلڊ
جي ٽٻڪي يا سڌيءَ ليڪ وانگي پورڻ اَهنسا فقط هڪ
ڪلپنائي آهي؛ مگر اسانکي پنهنجي زندگيءَ جي هرهڪ
لحظي ۾ اُدم ڪرڻوئي آهي. ٢٦

ساهواري کي مارڻ فرض به ٿي سگهي ٿو. اسين پنهنجي سرير
کي ٽڳائڻ ۽ هلائڻ لاءِ جيترا جيوَ ضروري ٿا سمجهون اوترا
ضرور ناس ٿا ڪريون. جهڙيءَ طرح کاڌ خوراڪ لاءِ جيوَ ٿا
ماريون چاهي سبزي آهار جي صورت ۾ اَٽوا ٻئي صورت ۾
۽ صحت خاطر مڇر ۽ ٻيا اهڙا جيوَ، جيوڙامار دوائن وغيره جي
استعمال سان ناس ٿا ڪريون، اسين ائين سمجهون ئي نٿا ته
ڪو ائين ڪرڻ سان اسين ڌرم هيڻ ٿيڻ جو گناهه ٿا ڪريون...
اِنسان ذات جي ڀلي لاءِ گوشت خور مرون ماريون ٿا...منش-گهات
پڻ ڪن حالتن ۾ ضروري ٿيو پوي. فرض ڪريو، ڪنهن
ماڻهوءَ جو مغز بگڙي ٿو ۽ ترار هٿ ۾ کڻي جوش ۾ هيڏانهن
هوڏانهن ڦري ٿو ۽ جيڪو منهن سامهون اچيس ٿو تنهن کي
ماري ٿو ڇڏي ۽ ڪنهن کي به همت نه ٿي ٿئي جو هنکي
جيئرو جهلي سگهي. جيڪو به هن پاڳل کي ختم ٿو ڪري
نهنجا سماج ٿورا مڃيندي ۽ هو هتڪاري پرش ليکيو
يندو. ٢٧

ن ڏسان ٿو ته پرانين کي کهڙين به حالتن هيٺ مارڻ جو
ڪ پرڪار جو ذاتي خوف ٿو ٿئي. مثلاً، ڇنن ڪتن جي

حالت ۾ ھڪ ٻيو اُپاءُ ڏسيو ويو آھي ته انھن کي ڪنھن مُقرر جاءِ ۾ بند ڪجي جتي ھُرِي ڦُرِي مري ختم ٿين. ھاڻي منھنجو جھڪو ڪھل قياس ٻاٽ ويچار آھي سو مون لاءِ اھا ڳالھه ناممڪن بڻايو ڇڏي. مان ھڪ لحظي پل لاءِ به ڏسڻ برداشت ڪري نه سگھندس ته ھڪڙو ڪتو يا مطلب ته ٻيو ڪوئي جيوُ ھُري ڦُري مري ختم ٿئڻ جي ڀيڙا ڀوس عاجز ٿي سھندو رھي. اھڙيءَ طرح ساڳيءَ حالت ۾ مبتلا ٿيل ڪنھن انسان کي مان نه ماريان ڇا لاءِ جو مون وٽ وڌيڪ اُميد ڀريا علاج اُپاءُ ھڪيا آھن. ساڳيءَ اوستا ۾ پيل ھڪ ڪتو ماريان نه ڇاڪاڻ ته اُن جي حالت ۾ مون وٽ ڪو اُپاءُ ڪوانھي. جي نه ڪٺي منھنجو ٻار جتي ڪتي جي ڏاڙھن واري روڳ ۾ ورتجي وڃي ۽ ھنجي ڀيڙا لاھڻ ڪاڻ ڪو به ڪارائتو علاج نه ٿي سگھي، ته پوءِ مان ھن کي مارڻ ڇڏڻ پنھنجو فرض سمجھندس. تقدير کي نه پنھنجون حدون آھن. سڀ اُپاءُ ولي جچھه ڪرڻ ڪانپوءِ ٿي، اسين قسمت تي ڪٺي ڇڏيندا آھيون. انھن اُپاون منجھان ھڪڙو ۽ جو آخرين آھي، سو آھي پيڙت ٻالڪ کي ڀيڙا کان ڇڏائڻ خاطر ھن جي جان وٺڻ. ٢٨

جتيءَ عملي صورت ۾ اھنسا جو اَرت آھي گھٽي ۾ گھٽو ٻريو، وڏي ۾ وڏي اَدارنا. جيڪڏھن آءٌ اھنسا جو پوئلڳ آھيان ته پنھنجي شترو کي اوس پيار ڪرڻ گھرجي. جي لس مان ھولڊ پنھنجي ناحق ڪندڙ پيءُ يا پٽ سان لاڳو ڪريان، سي ئي ساڳيا مولڪي اُن ناحق ڪندڙ جو منھنجو شترو آھي يا مون لاءِ ھڪ اَجنبي آھي تنھن سان لاڳو ڪرڻ گھرجن. انھيءَ جتيءَ عملي آھنسا منجھه ستيه ۽ نرڀئتا لازمي طور اچي نا وڃن. جھڙيطرح ماڻھو پنھنجي پياري کي لڪي نه سگھي ساڳيءَ طرح ھوُ ھن کان نه ڊڄندو، نه ڪنھن ڊيڄاري ٿو.

جيون - دان سڀني دانن کان وڏي ۾ وڏو دان آهي؛ جو منش
سچ پچ اهو دان ڪريٿو سو سڀ دشمني دفع ڪريٿو. ه
ڪنهن ماڻهوءَ سمجهوتي لاءِ رستو ٿو گهڙي؛ ۽ ڪو به جو
پرو وهيٺو آهي اهو دان ڪري نٿو سگهي. تنهنڪري ضروري
آهي ته هو پاڻ ئي ڊپو تئي؛ ڪو ماڻهو اهنسا تي به عمل
ڪري ۽ ساڳئي وقت بزدل به هجي سو ٿي نه سگهندو.
اَهنسا جو عمل وڏي ۾ وڏي همت ٿو گهري.
٢٩

تلوار تياڳڻ بعد بيو ڪجھ آهي ئي ڪونه سواءِ پريم جي
پيالي جي، جو مان اُنهنکي آڇي سگهان جي منهنجو
مقابلو ٿا ڪن. اُن پيالي آڇڻ سان ئي مان اُنهنکي پاڻ
ڏي ويجهو ڇڪڻ جي آشا رکان ٿو. انسان جي انسان سان
دائمي دشمني، مان ويچار ۾ ئي نٿو آڻي سگهان، ۽ جڏهن
ته پنر جنم جي سدانت کي مڃيندڙ آهيان، مان اِنهيءَ ئي
آس تي ٿو ٽڪيان ته جيڪڏهن هن جنم ۾ نه، ته ٻئي ڪنهن
جنم ۾، آءٌ سڄيءَ انسان ذات کي مترتا جي ڀاڪر ۾ ڀيڙي
سگهندس.
٣٠

سنسار ۾ پريم ئي سڀ کان پربل شڪتي آهي، ۽ ته به اُن کان
وڌيڪ نماڻي شڪتي خيال ۾ آڻي نٿي سگهجي.
٣١

ڪنور ۾ ڪنور هردوءَ ڳري ۾ ڳرو اڳيان به بنا ڪروڌ ۽ بنا
ديش جي، ڪشٽ سهڻ سندي اُپرندڙ سورج اڳيان اوس
آلوپ ٿي ويندا.
٣٢

اهنسا ۽ برائي خلاف سچي ويڙه کان ڪنارو ڪرڻ ڪين
آهي؛ هتائين، منهنجي ڪلپنا واري اهنسا برائي خلاف وڌيڪ
ٿرائتي ۽ سچي پچي ويڙهه آهي بنسبت بدلي وٺڻ جي،
منهنجي خود ذات ئي آهي بڇڙائي وڌائڻ. منهنجي ويچار

پر آهي بدڪارين خلاف مالڪ ۽ ڪنهنڪري اخلاقي مقابلو
مان ظالم جي تلوار جي ڌار کي ٻٿو مڏو ڪرڻ چاهيندو
آهيان، نہ تہ اهو لڪيءَ ڌار وارو هٿيار آئيجي سامهون ڪڙو
ڪرڻ سان، پر اڳلي جي الهيءَ آمد کي نابود ڪرڻ سان
نہ آءٌ ڪو موت پر جسماني مقابلو ڪندس. آتمڪ مقابلو جو
آءٌ ڪندس ڪنهنکي هو منهن نہ ڏيئي سگهندو. پهرين تہ
اهو هنکي عبرت پر وجهي منجهائيندو ۽ ليڪ هيڪر سچهہ
آڻيندو، جا ساڃهہ هنکي ٻيجو نوائڻ بدران سندس آتما
کي نہ اوچو ڪندي. شايد دليل طور زور ڏنو وڃي تہ اها
آهي آدرشي اوستا. ۽ ائين نہ آهي. ٣٣

اهنسا هڪ وياپڪ سڌانت آهي. اسين ٻي وس فاني انسان
هنسا روپي باهہ جي وڏي ٻنيت اندر قائل آهيون، اها
جا چوڻي آهي تہ ساهہ وارو ساهہ واري تي گذاري ٿو، لنهنہ
اونهي معنيٰ آهي. منش خمر هولدي ٻا ٻي خريءَ وحان
باهرينءَ هنسا ڪرڻ ڌاران پل پر نہ رهي نٿو سگهي. خود
هنجي زلده هئڻ پر — کائڻ، پيئڻ ۽ هلڻ چلڻ — لنهن پر بہ ڪجهہ
هنسا اَوس ٿئي ٿي، جبوت جو گهات ٿئي ٿو، نوروڙو سوڪبر
ئي سهي. اهنسا جو اُپاسڪ لنهنڪري چئو تہ پنهنجي
لشجي پر پورو ۽ سچو آهي جڪڏهن هنجي جملي ڪرلس
جو بنياد آهي ڪهل يا ديا، جبڪڏهن گهٽي پر گهٽو،
پنهنجي سمرٿيءَ سارؤ، ننڍي پر لنڍي جيوَ جي گهات کان
نہ ونءَ وڃي، وڏو وس ڪري اُنکي بچائي ۽ اهڙيطرح هو
همشہ هنسا جي مونمار جنجال کان ڇٽڻ لاءِ حاڪوڙ ڪري.
هو آتم سنجم ۽ ديا ۾ پر هودم وڌندو ويندو مگر لڏهن نہ
باهرينءَ هنسا مان صفا آجو ڪڏهن بہ نہ ٿي سگهندو.
بوڌ، چاڪاڻ تہ اهنسا جي تهہ پر بہ تہ سموريءَ حدوت
حدوديءَ حدودي آهي، سو هڪڙي جي ٻَل ضرور سيني تي

اثر ڪندي ۽ تنهنڪري ماڻهو هنسا کان بِراسر آجو ٿي نٿو سگهي. جيسين سوڌو هو هڪ سماجڪ جيوَ ٿي رهندو اچيتو، تيسين سوڌو هو هنسا جا خود جيوت سان اوس لاڳو آهي، تنهن کان صفا آجو ٿي ڪين سگهندو. جڏهن ٻه قومون پاڻ ۾ لڙڻ لڳن تڏهن اهنسا جي اُپاسڪ جو فرض آهي ته لڙائي بند ڪرائي. جيڪو اِن فرض ادائي جي قابل نه آهي، جنهنکي لڙائي کي روڪڻ جي طاقت نه آهي، جنهنکي لڙائي جي مخالفت ڪرڻ جي گهربل لائقي نه آهي سو ڀلي لڙائي ۾ ڀهرو وٺي ۽ تنهن سان گڏ دليون جانيون ڪوشش به ڪري جئن پنهنجي، پنهنجي راشٽر جي ۽ ساري دنيا جي لڙائي مان جند آزاد ڪري سگهي. ۳۴

آءٌ اهنسا جي نقطي نگاه کان وڙهندڙ ۽ نه وڙهندڙ سڱنڪن جي وچ ڪو ڀيد نه رکندو آهيان. اُهو جو ڌاڙيلن جي هڪ ٽوليءَ جي واهر ڪرڻ لاءِ، اُنهنجو حمال ٿئي ٿو يا پهريدار ٿئي ٿو، جڏهن هو پنهنجي ڪارروائي ۾ رڌل آهن، يا جڏهن هو زخمي ٿين ٿا تڏهن سندن ٽهل سيوا ڪرڻ لاءِ پاڻ آڇيتو، سو اُنهن ڌاڙيلن جهڙوئي ڏوهاري آهي. ساڳئي طرح اُهي جي فقط جنگ ۾ زخميلن جي خدمت ۾ حاضر رهڻ لاءِ پاڻکي ٻدل ٿا رکن سي پڻ لڙائيءَ جي گناهه کان دوش مڪت ٿي نٿا سگهن. ۳۵

اِهو سوال سوکيو آهي. ان ۾ رائي جي مت ڀيدن جي گنجائش هي، ۽ تنهنڪري جيڪي اهنسا ۾ وشواس رکنتا ۽ جي ندگيءَ جي هر راه ۾ اُنتي عمل ڪرڻ لاءِ ساڀيا ۾ جهد جفا ڪنتا، تن اڳيان مون پنهنجو دليل جيترو ٿي سگهيو اتر چٽيءَ رح پيش ڪيو آهي. ستيه جي سيوڪ کي رکو هلڻ چليءَ ي لحاظ کان ڪجهه نه ڪرڻ گهرجي. هنکي جڳائي ته هو

سُود سنوار لاءِ هميشه تيار رهي ۽ جڏهن بہ هو سهي ڪري
وٺي ته هو غلطيءَ ۾ آهي تڏهن هو اها ضرور ڪٿن بہ قبولي
۽ ان لاءِ پراسچت ڪري. ٣٦

اهنسا، جي هڪ جهڙي شڪتي نٿي تہ من سان ئي شروع
ٿيڻ گهرجي. من جي سهڪار ڪانسواءِ جهڙيءَ سريرَ جي اهنسا
هيڻن جي اهنسا آهي يا ڪاتِرن جي، ۽ تنهنڪري اُن ۾
ستا آهي ئي ڪانہ. جيڪڏهن اسين پنهنجي دلين اندر
دوئيش ۽ ڌڪار سانديون ۽ بدلي تہ وٺڻ جو رکو پرولڳ ڪريون،
تہ اُهو اسان ئي پڪ ٿيءَ پوندو ۽ اسانجي سنباسي
ڏانهن نيندو سَن. جي جهڙو سريرڪ هنسا کان باز رهڻ
هاڃيڪار نہ ٿئي، تہ ايترو ضروري آهي تہ جي اسين عملي
اثرائتو پيار پيدا ڪري سگهون تہ گهٽ ۾ گهٽ ڌڪار
تہ اندر ۾ نہ ڌاريون. ٣٧

جو ماڻهو ڪنهن شخص کي وڻج واپار ۾ دغا ڏيئي ڌرو ڌرو
ڪري مارڻ جي ڪڪ مالر پرواه نٿو ڪري، يا جيڪو ڪن
بن ٽن ڳالهين جي هٿيارن جي بل سان رکيا تو ڪري ۽ ڪاسائي
کي مارڻ تو وڃهي، يا جنهنکي پنهنجي ديس جي ڪنهن
فرضي ڀلي خاطر ڪي ٿورا عملدار ماري ختم ڪرڻ ۾ ڪو
سنڪوچ ڪونہ ٿو ٿئي — سو اهنسا جو پوڄڪ ڪين آهي. اهي
سڀئي ڌڪار، نردليءَ ۽ ڊپ جي ڪري ئي اٿين ڪيتا. ٣٨

آءٌ هنسا خلاف آهيان ڪري اعتراض تو وان جاڪاڻ تہ جي
ظاهريءَ اُن مان ڀلائي نسندي ڏسجي ٿي تہ، ڀلائي فقط
عارضي آهي؛ پر جا خرابي اها ڪري ٿي سا دائمي آهي. مان
نٿو مڃان تہ هرهڪ انگريز جو گهات بہ ڪو ڀارت کي ذري
پترو بہ فائدو پهچائيندو. جي ڪٽي ڪو سياڻي هرهڪ

اُهنسا جو مارڳ

انگريز کي ماري ختم ڪرڻ ممڪن بڻائي به، ته به ڪروڙها لو
پوءِ به ائين ٿي بريءَ حالت ۾ رهندا جڻ اڄ آهن. هاڻوڪ
حالتن لاءِ جوابداري انگريزن جي جوابداريءَ کان به اسانج
گهڻي آهي. جي نه فقط اسين نيڪ ٿي ڪم ڪندا هلون
انگريز برائي ڪرڻ لاءِ اسمرت ٿي پوندا. ان ڪري ٿي منهنج
بار بار زور آندر جي سڌاري تي آهي.

٣٩

اتهاس پاڻکي اِهو ٿو سيکاري ته جن به لاشڪ نيڪ اراد ن
ساڻ ٿي سهين هبڇيءَ کي، حيواني طاقت ڪم آڻي، تڏي
ڪڍيو آهي سي واري سر خود جيئنيل جي مرض جو شڪار
ٿيو پون.

٤٠

ڌارئي حاڪم خلاف هنسا ڪانپوءِ، پنهنجي ماڻهن جن لاءِ
اسين سمجهون ته ديس جي ترقي روڪي رهيا آهن، تن جي
خلاف هنسا ڪرڻ هڪڙو سولو سياويڪ قدم ٿيو پوي. پين
ملڪن ۾ هنسڪ ڪارروايون منجهان ڪهڙو به ڪري نتيجو
نڪتو هجي ۽ اهنسا جو سدانت به الڳ رکي، ان سمجهڻ لاءِ
ڪا گهڻي دماغي ڪوشش ڪانه گهرجي ته جيڪڏهن اسين
پنهنجي اٿيءَ ۾ اڪاءُ ڪندڙ ڪيترين ئي خرابين کي سماج
مان ترڪي ڪڍڻ لاءِ هنسا جي اوٽ وٺنداسين ته مشڪلاتن
کي وڌائيندا ۽ آزاديءَ جي ڏينهن کي مهمل ڪندا وينداسين.
جي لوڪ سڌارن لاءِ تيار نه آهن ڇاڪاڻ ته اُنهن جي ضرورت
کان اُهي آگاهه نه ٿيا آهن، سي پاڻتي پيل زور زبر جي ڪري
جوش غصي ۾ چڙي پوندا، ۽ بدلي وٺڻ ڪاڻ ڌاريئي جي
مدد گهرندا. ڇا گذريل ڪيترن ورهين کان اساڻي اکين
اڳيان ائين ڪين پئي ٿيو آهي جنهنجي اسانکي دکدائڪ
چٽي يادگيري اڃا تائين آهي؟

٤١

جيڪڏهن حڪومت جي باترتيب ڪڙي ڪيل هنسا سان

ڪو ٻه واسطو نه ٿو رکڻ گهران نه لوڪن جي ٻي ترتيب سنڀال
هنسا سان واسطو ويتري گهٽ رکندس. آءٌ ٻنهي جي وچ
جيجي چتاڙجي وچڻ وڏيڪ پسند ڪندس. ٤٢

ٻنجاه ورهين کان مٿي، عرصي تائين سانده مان اهنسا ۽ ان
جي اُپيوگن جو وگياني ٻتارتنا سان عمل ڪندو آيو آهيان.
گهرو، سنستائن سنبندي، آرٿڪ ۽ راجنيتڪ ـــ مطلب نه
زندگيءَ جي هر راه ۾ ان کي آزمايو اٿم. ڪا هڪڙي به
حالت ڪانه سڃيران جنهن ۾ اهنسا گتي هجي. جتي ظاهري
ڪڏهن ڪٿي ناڪاميابي ٿيل ڏسڻ ۾ آئي آهي نه اُلي اُنجو
ڪارڻ مون پنهنجي اُپورنتائي ليکي آهي. مان پنهنجي لاءِ
پورنتا جي ڪابه دعوي نٿو رکان. مگر ستيه جي جوش پرٽي
طالبو هئڻ جي دعوي ضرور رکان ٿو، جو ستيه ايشور جو فقط
ٻيو نالو آهي. اُنهيءَ کوج جي دوران ۾ ئي اهنسا جي ڦولهه
ٿي پيم. اُن جو ڦهلاءُ منهنجو جيون ڪاريه آهي. سواءِ انهيءَ
جيون ڪاريه جي ٻنيان لڳو رهڻ جي مونکي زنده رهڻ لاءِ
ڪو چاه ڪونهي. ٤٣

موت لاءِ اها دائمي سنتوش جي ڳالهه آهي جو جنجي اُصولن
۽ ليکن جو وروڌ ڪندو آهيان تنجو پيار ۽ وشواس اڪثر
لبهه هوندو اٿم. ڏکڻ آفريڪا وارن پنهنجي سر مون تي
ڀروسو ڪيو ۽ پنهنجي دوستيءَ جو هٿ ڊگهيڙيو. برطانوي
ليڪيءَ ۽ سرشتي کي منهنجي نندڻ جي باوجود، آءٌ هزارين
انگريزي مردن ۽ زالن جو ڦرب ماڻيان ٿو ۽ هاڻوڪي جڙوادي
سڀيتا تي ٻنا رک رکڻ جي ملامت ڪندي به، منهنجو
مڃالي امريڪن مترن جو دائرو سدائين وڌندو ئي رهي
اهنسا جي سوڀ ڇٽي. ٤٤

جو ڏيهون پوءِ وڌيڪ مضبوط ۽ مالامال

ٿيندو پيو وڃي سو ٻڌائينم تو ته شخص لاء خواه قومن
جيتري قدر اِنسان لاء گهٽي ۾ گهٽو ممڪن آهي اوترو تائ
سنيه ۽ اَهنسا تي هلڻ ڌاران سک شانتي ڪانهي. بدلي و
واري نيتي ڪڏهن به ڪامياب نه ٿي آهي. ۴۵

منهنجو اهنسا لاء پريم، ٻيءَ هرڪنهن سنساري يا پرلوڪي
چيز کان سرس آهي. اِهيءَ جي مٽ فقط منهنجو سنيه لا
پريم ٿي ٿيندو جو مون ليکي، اهنسا جو هم معنيٰ شب
آهي جنهن د ٿاران ۽ صرف اُنهي وسيلي سان ٿي سنيه کي
ڏسي ۽ رسي سگهانٿو. منهنجي زندگيءَ جي رٿا، جيڪڏهن
ڀارت جي ڌار ڌار مذهبن جي وچ ۾ ڀيد نه ٿي رکي، ته
اَلگ اَلگ قومن جي وچ ۾ ٻڻ اصل نه ٿي رکي. منهنجي
لاء ”اِنهن تفاوتن هوندي به اِنسان اِنسان ٿي آهي.“ ۴۶

آءٌ فقط هڪڙو هيڻو جگياسُو آهيان، سدائين ڪُسندڙ، سدائين
اُدم ڪندڙ، ناڪامييون. مونکي اڳي کان پاڻ وڌيڪ
سچيت ٻڌائين ٿيون ۽ منهنجي اشڇي کي تکو تيز ڪن ٿيون.
مان وشواس روپي نيتر سان ڏسي سگهانٿو ته سنيه ۽ اهنسا
جي جاڙي سدانت جي ٻجاوريءَ مان اهي نتيجا نڪري
سگهنتا جن بابت اسانکي فقط تمام اڻپوري سوجهي آهي. ۴۷

آءٌ هڪڙو اَڻ مُٽ آشاوادي آهيان. منهنجي آشاواد جو آڌار
منهنجي ان نشچي تي آهي ته اهنسا ۾ اُنتي ڪرڻ جي
انسان ۾ اٿاه شڪتي آهي. جيترو وڌيڪ اوهين پنهنجي
وجود ۾ اُنکي (اهنسا کي) وڌائيندؤ، اوترو وڌيڪ وچڙندڙ
ٿي پوندي تان جو اوهانجي آسپاس کي پاڻسان ٻري ڇڏيندي
۽ ڏيري ڏيري شايد دنيا مٿان تار ٿي ويندي. ۴۸

منهنجي راء ۾ اهنسا ڪنهن به روپ يا اوليءَ ۾ ڪريا رهت

ڪن آهي. اهنسا، جنهن مان الڪي سمجهاڻو، دُنيا اندر هڪ نهايت اثرائتي شڪتي آهي. ... اهنسا اعليٰ ۾ اعليٰ قانون آهي. منهنجي اڌ صديءَ جي آزمودي ۾ اڃا اهڙي حالت آئي ڪانه آئي آهي جنهن ۾ آئون چوڻ لاءِ مجبور ٿي ويو هجان ته آئون لاچار آهيان ۽ اهنسا جي نقطي نظر کان مونکي ڪو اپاءُ ڪونهي. ٤٩

اهنسا جي ڪسوٽي اها آهي جو اهنسڪ مقابلي ۾ پنهنجي ڪا ڪوشش لڪي رهي ۽ آخر ۾ دشمن بدلجي دوست ٿيندو. ڏکڻ آفريڪا ۾ جنرل سمٽس سان منهنجو اهو ئي تجربو هئو. منهنجو سخت ۾ سخت مخالفتي ۽ نڪته چين بڻجي سان هن شروعات ڪئي هئي. اڄ هو منهنجو نهايت حامئڻو دوست آهي. ٥٠

پنهنجي بچاءَ لاءِ اهو ضروري نه آهي ته ٻئي کي مارڻ جي توفيق هجي؛ پر ماڻهوءَ کي جان ڏيڻ جي سامرٿي هئڻ گهرجي. جنهن مهل ماڻهو مرڻ لاءِ پوريءَ طرح تيار ٿو ٿئي تنهن مهل هو هنسا ڪرڻ جي ڪابه خواهش به ڪين ڪندو. تحقيق، اها هڪ سڌي سنئين ڳالهه آهي ته مارڻ جي اڃا، مرڻ جي اڃا کان بلڪل ابتي آهي. ۽ انهن ماڻهن جي مثالن سان سچو اتهاس ڀرپور آهي جن مرڻ مهل زبان مان همت ۽ ڪهل جي اظهار سان پنهنجي هسڪ مخالفن جون دليون بدلائي ڇڏيون. ٥١

آءٌ اهنسا جي وکبان جو فقط هڪ نماڻو کوجنا ڪندڙ آهيان. ان جون گهيون گهرايون ڪڏهن ڪڏهن مونکي ايتروئي ڏڪائيندڙ آهن جيترو منهنجي ساٿي ڪم ڪندڙن کي. ٥٢

اڄڪلھ ائين چوڻ فئشن ٿي پيو آهي ته سماج اهنسڪ ستاءَ
تي برپا ڪري يا هلائي نٿي سگھجي. اُنهي نُڪتي جو مان
ورود ڪريان ٿو. هڪ ڪٽنب ۾ جڏهن پيءُ پنهنجي خطا
ڪندڙ ٻار کي چماٽ هڻندو آهي تڏهن اُهو ٻار بدلي وٺڻ
جو ويچار ڪندوئي ڪين آهي. هُو پيءُ جو چيو مڃيندو
آهي نه چماٽ جي روڪيندڙ اثر جي ڪري، پر پيار جي
رنجيدگيءَ سبب جنهنجو اُن (چماٽ) پنيان اُحساس ٿيس
ٿو. اِهوئي، منهنجي راءِ موجب اِختصار آهي اُنهيءَ نموني جو
جنهن موجب سماج هلڻ گھرجي. جيڪي اُن ڪٽنب بابت
سچ آهي سو سماج لاءِ به سچ هوندو، جا سماج فقط هڪ وڏيرو
ڪٽنب آهي. ٥٣

آءٌ هڪ ناڳ جي به جيوت ناس ڪري جئرو رهڻ نٿو
چاهيان. مان اُنکي ماريان تنهن کان ته ڀل هو مونکي ڪکي
ماري ڇڏي. مگر ٿي سگھيٿو ته جيڪڏهن ايشور مونکان اِها
ڪنور آزمائش وٺي ۽ هڪ ناڳ کي مونتي حملو ڪرڻ ڏي،
ته شايد مونکي مرڻ جي همت نه به ٿئي يا مان مرڻ جو
ساهس نه به ڌاريان ۽ مون ۾ جا حيوانيت آهي سا اُٿي
ڪڙي ٿئي ۽ مان هن ناسونت سرير جي رکيا لاءِ اُن ناڳ
کي مارڻ چاهيان. مان مڃان ٿو ته منهنجي ويساهه مون
منجھه اهڙي عملي صورت اختيار نه ڪئي آهي جو پڪيءَ
ختيءَ طرح چوڻ مون لاءِ جائز ٿئي ته ناڳن جو سمورو
ڏر ڏهڪاءُ لهي ويو اٿم، جو جيڪر چاهيان ته سندن سڃڻ
يان. ٥٤

ءٌ سائنس جي ترقيءَ جو ذاتي طرح ورودي نه آهيان.
للندو، اولهه جي وگياني ڀاؤ کي مان ساراهيان ۽ تنهن جو قدر
ڪيان ٿو ۽ جيڪڏهن اُها واکاڻ شرطي آهي، ته اُهو اِنهيءَ

ڪري جو اولهه جو وگياني اسُور جي هٿن ۾ مخلوقات کي
آخر ۾ ٿي ٿو آئي. مان پنهنجي سموري جيءَ جان سان،
جهڙي جانور جي ودڪت کي سخت ڌڪاريندو آهيان. سائنس
۽ انسانيت، جنهن چوڻ ۾ ٿي اچي، ان جي نالي ۾ نردوش
جيوت جي، نه معاف ڪرڻ جهڙي گهات لاءِ بلڪل نٿو
اٿر ۽ سڀ وگياني ايجادون جي نردوش خون سان کلنڪت
ٿيل آهن سي مان ڪنهن به ڪار جا نه ليکيندو آهيان.
جبڪلهن "خون جي دوري" وارو سڌانت جنهن جانورن
جي ودڪت ذريعان ايجاد نه ٿي سگهي ها ته انسان ذات
انڪانساءِ نه هلي سگهي ها. ۽ آءٌ اهو ڏينهن اوڏو ايندو جنهنءَ
طرح ڏسان ٿو جڏهن اولهه جو سچار وگياني گيان جي پراپتيءَ
جي ڪارڻ پرهاڻوڪن طريقن تي ڪي بندشون وجهندو. ٥٥

جنهن نه اسين ديٺا آهيون، اسان لاءِ اهنسا سمجهڻ سولي
ڳالهه نه آهي، عمل ۾ آڻڻ نه لهان ٿي گهٽ. اسان سڀني کي
پرارٿنا جي پاڙ ۾، نمرتا پرُوڪ ليو برحه ور لڳا گهرجي ۽ اسٽور
در وينتي ڪندو رهجي نه اساڻي اکه ڪرڻ جا ليتر کولي
جنهن اسين روز مره روشنيءَ ۾ هلڻ لاءِ ليتر رهون. ليهن ڪري
شانتيءَ جو پرهمي ۽ ترقي ڪندڙ ٿي ڪري اچ منهنجو ڪارڻ
آهي نه پنهنجي آزادي وري هٿ ڪرڻ لاءِ سنگرام هلائڻ
منجهه اُمڙ ٿي اهنسا کي پاڻ آرپيان. ۽ جبڪلهن ڀارت ان کي
اهڙيءَ طرح وري هٿ ڪرڻ منجهه سوڀارو ٿو ٿئي، نه وشو
شانتيءَ لاءِ وڏي ۾ وڏي واهر ٿيندي. ٥٦

اهنسڪ مقابلو (ستياگره) هرطرف رکندڙ تلوار آهي ۽ اها
ڪهڙي طرح به ڪم آڻي سگهجي ٿي. اها آسيس ٿي ڪري
انهيءَ [illegible] ڪم ٿو آئيس ۽ پڻ انهيءَ ٿي جنهن خلاف
ڪم [illegible] آهي. رت جو ڦڙو به وهائڻ ذريعان اها (ستياگره)

پر ستيہ جنهن لاءِ زنده ٿي رهيا تنهنکي لباڳ ڪرڻ بدران هو پاڻ خوشيءَ سان بلدان ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ٿيا. پروهتن جو مقابلو ڪندي گوتم ٻڌ هونده خان ڏٺي ها، جيڪڏهن هنجي پرمرجي ڏيا پروهتن کي جهڪائڻ واري ڪرجي برابر ثابت نہ ٿئي ها. ڪرست متي ٿي ڪندن جو تاج پهري، هڪ ساريءَ سلطنت جي طاقت کي للڪاريندي صليب تي پران ڏنا. ۽ جيڪڏهن مان. اهنسڪ لمولي جا مقابلا تو ڪريان تہ مان رڳو ۽ لمرتا سان اُنهن مهان رهبرن جي نقش قدمن تي هلي رهيو آهيان. ٦٠

اهو ستياگره جو قانون آهي تہ جڏهن ماڻهوءَ کي همت ۽ ڪو هٿيار ڪونهي ۽ جڏهن ٻيو ڪو وسيلو ڪرڻ تو سڄهيس، تڏهن هنکي پنهنجي بليدان ڏيڻ وارو آخرين قدم کڻڻ گهرجي. ٦١

اهنسا آتمشڪتي آهي ۽ آتما اُپاسي آدي، اُمت ۽ اُنادي. اُٿو پرجنهاي ٻل جي جوٽي يا اوچي حد آهي ۽ ان حالت ۾ اهو ڪاجي ختم ٿيڻ، زواليمت ۽ اُجل واري قانون وهيٺو آهي، جو قانون ساري پرُلڪ جڳت سان لاڳو آهي. اساڻا ڌرم شاستر ان ڳالهہ جي ساکي ٿا ڏين تہ آتمشڪتي حڏدن اسان ۾ پورن ريت جاڳرت ٿيئي تہ ان جي آڏو ڪجهہ ٽڪو ٻڌي سگهي. اُن پورن جاڳرتيءَ جي ٻرک ۽ ان جو شرط اهو آهي، تہ اُها (آتم شڪتي) اسانجي جسم جي هر هڪ سوراخ منجهہ سمائجي وڃي ۽ هرهڪ سواس حو ڪڍون ٿا، تنهن مان ٻاهر نڪري.

مگر ڪا بہ سنستا زور زبردستيءَ اهنسڪ ٿائي نٿي سگهجي. اهنسا ۽ ستيہ ڪنهن وڏان ۾ درج ٿي نٿا سگهن. اُهي ازخود پنهنجي آزاد اڇا سان اپنائڻا آهن. اُهي اسانتي اٿين سياويڪ طرح نڪڪڻ گهرجن جئن جيڙيءَ سان لڳنڌڙ

گهڻو فرق ڪونهي. هوڏانهن ديس ۾ ڏڪر لڳو پيو هجي ۽
اهنسا جي نالي ۾ فصل ڇڏيا ڏجن ته پڻ جانور کائي پورا ڪن،
سو نه يقيناً پاپ آهي. نراتي ۽ ڀلائي سبنڌي حرف آهن. جيڪي
هڪڙين حالتن هيٺ ڀلو آهي سو ٻين مختلف حالتن هيٺ
برو يا پاپ ٿي سگهندو.
مهاتما ءَ ڪي شاسترن روپي ڪوه ۾ پاڻ ٻوڙيو نه آهي ۽ انهن جي
وڪري وسيع ساگر ۾ ٽٻي هڻي ٻاهر موتي ڪڍي آندا آهن.
هر قدم تي هنڪي پنهنجي سمجهه بوجهه کان ڪم ورتو آهي ته
اهنسا ڇا آهي ۽ هنسا ڇا آهي. ان ۾ شرمندگي يا ڪائرتا
لاءِ گنجائش ڪانهي. ڪوي ءَ چيو آهي:

مهرلو مارگ جي شورانو نهين ڪايرون ڪام جوئي

ارٿ: "ايشور ڏانهن مٿي ابڙ راه بهادرن لاءِ آهي، ڪائرن
لاءِ اصل نه. ۶۴

اگرو وچن چوڻ يا لکڻ يقيناً هنسڪ نه آهي خاص ڪري
جڏهن ڳالهائيندڙ يا لکندڙ ان کي سچو ٿو سمجهي. هنسا جو
اصل مول اهو آهي ته ڪنهن ويچار، وچن يا ڪم پٺيان
هنسڪ مراد هجي، يعني جنهن کي وروڌي چئجي ٿو تنهن
کي نقصان رسائڻ جي نيت هجي.
مريادا جا خام خيال يا دل ڏکوئڻ جو ڊپ اڪثر ماڻهن
کي پنهنجي مطلب جي ڳالهه چوڻ کان روڪين ٿا ۽ ايئن
انهنکي نون پاکنڊ جي ڪناري تي سٽين. مگر جڏهن من
جي اهنسا شخص ۾، يا سماجن، يا قومن ۾ اسرائڻي آهي ته
سچ چوڻو پوندو پوءِ چاهي اهو في الحال ڪهڙو به ڪئور ۽
اپريه ڇو نه ڪٿي لڳي. ۶۵

هن پرتوءَ تي سڌو قدم کڻڻ ڏاران ڪڏهن به ڪجهه نه
ٿيو آهي. آءٌ "اهنسڪ مقابلو" شبد، آهي اُبورانيءَ جڪري

۽ چاڪاڻ ته اُنکي هيٺين جو هٿيار ڪري سمجهيو ٿو وڃي
نٿو پسند ڪريان. ٦٦

اهنسا ۾ لڙڻ جي سامرٿي اڳيئي مڃي وڃي ٿي. اِها اَڳلي
جي ويڙ ونڻ واري خواهش تي هڪڙي سچيت، ڳڻيل ڳوتيل
روڪ آهي. مگر اهنسڪ لي هٿيءَ ۽ بيوسيءَ واريءَ آن
ميڻ ڪان، بدلو هرحال ۾ سريشت آهي. ڪميا تباڻتي اُت
آهي. (البت) بدلو بڻ ڪمزوري آهي. بدلي جي چاهنا
خيالي يا حقيقي هرج هاڃي جي ڏر منجهان ئي اُٿڻ ٿي
ٿي. جو ماڻهو روءِ زمين تي ڪنهن کان به نٿو ڊ جي سو اُنهيءَ
ماڻهوءَ تي ڪروڌ ڪرڻ جي موزگو تڪليف ئي ڪين ونندو.
جو ڪيس ايذائڻ جي وئرت ڪوشش ڪري رهيو آهي.

اهنسا ۽ بزدلي هڪبئي سان نهن ئي ڪين. ٦٧
هٿيار بند شخص اندر جو بزدل هجي سو آءٌ سمجهي سگهانٿو.
هٿيارن جو پاڻ وٽ هئڻ ۾ جي گيد پڻي جو نه، ته ڊپ جو
جزو ته موجود آهي. مگر سچي اهنسا خالص لي ڊ پائي هئڻ
ڪانسواءِ ناشدني آهي. ٦٨

منهنجو اَهنسا وارو عقيدو هڪ نهايت اثرائتي طاقت آهي
جنهن ۾ بزدليءَ کي يا بلڪ ڪمزوريءَ کي به جڳهه ڪانهي.
هڪ هنسڪ شخص جي، ڪنهن ڏينهن، اهنسڪ بڻجڻ جي
آشا رکي سگهجي ٿي مگر هڪ ڪائر لاءِ اصل نه. تنهنڪري
هتي هنن صفحن ۾ هڪ کان وڌيڪ ڀيرا چيو اٿم ته جي
اسين نٿا ڄاڻون ته پاڻکي، پنهنجي استرين کي ۽ پنهنجي
ڌرمي آستانن کي، ڏک سهڻ جي طاقت سان يعني اهنسا
جي ذريعي ڪئن بچائجي، ته پوءِ جي، اسان ۾ مردانگي آهي ته
گهٽ ۾ گهٽ لڙڻ سان اِنهن سڀني جي بچاءُ ڪرڻ جهڙا ته ٿيون. ٦٩
ٻيئيا جي نزديڪ هڪڙي ڳوٺ جي ماڻهن مونکي ٻڌايو ته

هو وقت پوليس سندن گهر پٺيءَ لڳا ۽ سندن ڳالهين سان هٿ چراند پئي ڪئي سو وقت هو ڀڄي ويا هئا. جلدئي جيائون ته هو ٻاهر ڀڄي ويا هئا لڪري جو مون کين چيو هو ته اهنسڪ ٿيو، للڪن شور مچائيندو ڪنڌ هيٺ ني ويو، مون هنن کي پٺين ڪرايو ته منهنجي اهنسا جي اها معنيٰ ڪانه هئي. مون منجهين اها اميد رکي هئي ته ڪمزور بہ مقابلي طاقت جا سندن بچاءُ هيٺ رهندڙن کي آزارڻ لڳي. ته انهو مقابلو ڪن ۽ بدلي وٺڻ ڪانسواءِ سڄو سنڪٽ پنهنجي سر تي سهن بلڪ مري جان ڏين، مگر خطري جي وقت مان ڪڏهن بہ پٺي نہ ڏين. تلوار جي زور تي ٿي سهڻ، پنهنجي ملڪيت، عزت يا ڌرم کي بچائڻ ڪافي جرئت جو ڪم آهي. نقصان ڪندڙ کي ايذائڻ ڌاران انهجو بچاءُ ڪرڻ تياتي مردانو ۽ وڌيڪ شاندار ڪم آهي. مگر فرض ادائي واري جڳهہ ترڪ ڪرڻ ۽ پنهنجي کل بچائڻ خاطر ملڪيت، عزت ۽ ڌرم، برائي ڪندڙ جي رحم تي ڇڏي ڀڄڻ، ڪائراڻو، اسپاريڪ ۽ خواريءَ ڀريو ڪم آهي. جي مري ڄاڻن ٿا ڪي مان اهنسا جي پيغام ڏيڻ لاءِ رستو ڏسي سگهان ٿو، پر انهن کي جي موت کان ڊڄن ٿا. ٧٠

آءٌ هزار بار هنسا جو جوکم کڻندس انهي کان جو ساري قوم نامرد ٿي پوي. ٧١

منهنجي اهنسا، خطري وقت، پنهنجا پيارا بيپناه ڇڏي ڀڄي وڃڻ تي قبولي. هنسا ۽ ڪائراڻي ڀاڄ، پنهنجي مان هنسا تي وڌيڪ پسند ڪندس. جيئن هڪ سورداس کي صحت بخش نظارن جي موج وٺڻ لاءِ جرڪائي ڪو سگهيان تئن هڪ ڪائر کي بہ اهنسا بابت اپديش ڏيئي ڪو سگهيان. اهنسا ويرتا جي چوٽي آهي. ۽ منهنجي پنهنجي آزمودي موجب هنسا جي مڪتب ۾ سکيل ماڻهن کي اهنسا جي اُتمتا بادليل ثابت ڏيکارڻ ۾ موڪي ڪاہ مشڪلات ڪانہ ٿي آهي.

اِن (مقابلي) مان پنهنجي حمايتءَ کي خوب خطرو هجي. اهڙا جو هڪ اڌ پاڪ ٿي ڪري، جيتري قدر مون لاءِ ممڪن آهي، اهڙيءَ بي همت ويهه خلاف موڪلي خبردار رهڻ گهرجي. ٧٣

فڪر ڪونهي جي ڪو شخص شرير ڪري ڪمترو ۽ ڪمزور هجي، جيڪڏهن هنداءِ پڻ شرمندگي آهي ته هو مرس ٿي بيهي ۽ الي مري جان ڏئي. اها ٿيندي اهنسا ۽ ويرتا. پر ڪولهي حي هو ڪمترو ۽ دربل آهي، جيڪا پاڻ منجهه سگهه اٿس سا ڪم آڻي پنهنجي سامهون مقابلي ڪندڙ کي زخميندو ۽ اُن ڪوشش ۾ پران نه ڏيندو. اها آهي بهادري، پر نه اهنسا. جيڪڏهن هنجو فرض هجي خوف جي سامهون ٿيڻ، پر هو ڀڄي وڃي ته اها بزدلي آهي. پهرئين حالت ۾ اُن ماڻهوءَ کي دل اندر پيار يا اُدارتا هوندي. ٻئين ۽ ٽئين حالت ۾ ڪراهت يا بدگماني ۽ ڊپ ٿي رهندو. ٧٤

فرض ڪبو ته آءٌ شبدي آهيان ۽ هڪ گوري منهنجيءَ پٺ جو سب ٽوڙيو آهي يا سڄيءَ جاليءَ هٿان ڪيس سنگسار ڪبو ويو آهي، ته اُن حالت ۾ منهنجو ڪرتويه ڪهڙو ٿيندو؟ مان پاڻان پڇاسو. ۽ موڪلي جواب ٿو ملي، ته موڪلي اُنهنجو مندو نه چاهڻ گهرجي، ليڪن وري اُنهن سان سهڪار ٿي ڪرڻ ڪبيم. اُنس هجي ته رواجيءَ طرح سنگسار ڪندڙ حالي لي ٿي منهنجي گذران جو مدار هجي. مان اُنهن سان سهڪار ڪرڻ کان انڪار ٿو ڪريان، بلڪ جيڪو ڪاڏو اُنهن وٽان ملبم ٿو تنهن کي ڇهڻ کان به انڪار ٿو ڪريان ۽ مان خود پنهنجي شيدي ڀائرن، جي اِهو اُبرت مانت ۾ برداشت ٿا ڪن تن سان به سهڪار ڪرڻ کان انڪار ٿو ڪريان. خود ... جو منهنجو مطلب اِهو آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾

اڪثر اِنهي ئي رڳا تي عمل پئي ڪيو اٿم. البت ڪَل جـ
(بنا نسچي) لنگهڻ ڪيڻ جو ڪو مطاب ئي ڪونهي. جـ
ئي دم دم جيون اُجهامندي وڃي، پنهنجو وشواس جهڪ
ٽيڻ نه گهرجي. مگر آءٌ اَهنسا جي ساڌنا جو هڪ تمام جهـ
ٿهڙو نمونو آهيان ۽ منهنجي جواب ماڻ اوهانکي يقين نه
ٿئي. پر مان تمام سخت اُدم ڪري رهيو آهيان، ۽ توڙي ڪٽي
هن حياتيءَ ۾ پورن ريت سوڀارو نه به ٿيان ته به منهنجـ
نسچو گهٽبو ڪين.



هن حيواني شڪتيءَ جي راڄ واري زماني ۾، ڪنهين لاءِ به
اٿين مڃڻ ذري گهٽ ناممڪن آهي ته ڪو به ماڻهو، پسون
ٻل جي اَنتيم سريشٽتا جو قانون، وس پڄندي نظرانداز ڪري
سگهيٿو. ۽ تنهنڪري مونکي گمنام خطن ۾ صلاح پئي ملي
ته قطع تعلقات هاڻي هلچل جي ترقيءَ ۾ دست اندازي نه ڪرڻ
گهرجي پوءِ توڙي ڪٽي عام جام ماراماري به ٿي پوي. ٻيا
وري مون وٽ ايندا آهن ۽ اٿين فرضي ڄاڻي، ته ڳجهه ڳوهه
۾ هنسڪ ڪارروائي تجويز ڪري رهيو آهيان، پڄندا اٿم ته
کلي کلائي هنسڪ مقابلي جي پڌرائي جو خوش اَوسر ڪڏهن
ايندو. اِها به پڪ ڏياريندا اٿم ته انگريز سواءِ ڳجهي يا ظاهر
هنسا جي، ٻئي ڪنهين ڳالهه تي ڪڏهن به ڪين مُڙندا.
وري ڪي ٻيا آهن، جن مونکي خبر ڏني ويئي آهي،
جي سمجهن ٿا ته آءٌ ڀارت ۾ رهندڙ، وڏي کان وڏو لچو
شخص آهيان ڇو ته پنهنجو سچو پچو اراد و ڪڏهن به ظاهر
نٿو ڪريان ۽ ٻڻ اُنهنکي اِن ۾ ترماتر به سنديهه ڪونهي ته
گهڻن ماڻهن وانگر مونکي به هنسا ۾ ويسهه آهي.
تلوار وار و سڌانت منش جاتيءَ جي گهڻي حصي تي اهڙو
ته قبضو ڪري ويو آهي ۽ جن ته اسهڪار جي سوڀ، ان
(اسهڪار) جي هلندي مڪمل ريت هنسا جي عدم موجودگيءَ تي

منحصر آهي ۽ جنهن ان ڳالهه نسبت منهنجا ويچار، ماڻهن جي وڏي تعداد جي هلت تي اثر ڪندا، تنهنڪري مان منتظر آهيان ته جيتري قدر ممڪن ٿي سگهي، آءٌ جنهن طرح ظاهر ڪريان.

آءٌ اهو ضرور ميائنيو ته جتي فقط ڪائربڻي ۽ هنسا جي وچ پسندي، جو سوال هجي اُتي آءٌ هنسا جي ئي صلاح ڏيندس. اهڙيطرح جنهن مهل منهنجي وڏي پٽ موڪلان پڇيو ته جڏهن ١٩٠٨ع سال ۾ مونتي ڏري گهڻ گهاتي حملو ٿيو هئو، جي پاڻ اُتي حاضر هجي ها ته ڇا ڪري ها، مونکي مارڻو ڏسي ڀڄي وڃڻ کپندو هئو يا مونکي بچائڻ لاءِ جسماني زور ڪم آڻڻ گهرجو هو جو ڪم آءٌ سگهي ها ۽ آئين چاهيائين ٿي، مون اُن کي ڏنس ته هنسا استعمال ڪري به مونکي بچائڻ سندس فرض هئو. اِهي ڪري ئي بوئر لڙائي ۾ جنهنکي زولو فساد چوندا آهن ۽ گذريل لڙائي ۾ مون بهرو ورتو هئو ۽ انهيءَ ڪارڻ ڪري ته جيڪي هنسا واري طريقي ۾ وسهه ٿا رکن تنکي هٿيارن جي سکيا ڏيڻ جو حامي آهيان. مان ته جيڪر چاهيان ته هندستان عزت جي بچاءُ ۾ هٿيارن جي اوٽ وٺي، اِهي ڪان جو ڪانئرتا جي لموني بيواهو ساکشي بڻجي پنهنجي بيعزتي ٿيندي ڏسي.

پر منهنجو نسچو آهي ته اهنسا هنسا کان بيحد بالا اعليٰ آهي، کِما ڪرڻ سزا ڏيڻ کان وڌيڪ مڙسي آهي. معاف ڪري ڇڏڻ هڪ سپاهيءَ جو سينگار آهي. مگر (هنسا کان) پرهيز کي کِما تڏهن چئبو جڏهن سزا ڏيڻ جي طاقت هجي. اها (پرهيز) بي معنيٰ آهي جڏهن ڪو ناموس آدمي اُنهي ڏيکاءُ ٿو ڪري. ڪڪڙ ڪوئو ٻلي کي ڪٽي ٿو معاف ڪري جڏهن هو پنهنجو پاڻ ٻلي هٿان ڇيرائي ڦاڙائي ٽڪر ٽڪر ٿو ٿئي. آءٌ تنهنڪري اُنهن جي دليءَ خيال جو قدر ڪريان ٿو جي جنرل ڊاير ۽ ٻين اهڙن کي حوالي سزا ڏيڻ لاءِ

دانهن ٿا ڪن. اهي وَس پڄين ته هوند هنکي چيري ڦاڙي
ٽڪر ٽڪر ڪن. مگر مان پارت کي هڪڙي بيوس پرانيءَ
سمان سمجهائڻي نٿو. مان رڳو چاهيانٿو ته پارت جي ءَ پنهن
جي سگهه سامرٿي ڪنهن بهتر مراد مقصد لاءِ ڪتب آڻيان.
متان ڪو مونکي غلط سمجهي. طاقت جسماني ٻل تي
مدار نه ٿي رکي. اها اَجيت اِڇا شڪتيءَ منجهان ٿي اپجي.
بدني سگهه جي لحاظ کان هڪ رواجي زُولو هڪ ساڌارڻ انگريز
کان گهڻو طاقتوار آهي. مگر هوُ هڪ انگريز ڇوڪر کان به
پاسو ڪري ويندو آهي ڇاڪاڻ ته هوُ ان ڇوڪر يا سندس
حمايتي انگريزن جي تمنچي کان ڪوُ ڪائيندو آهي. هوُ (زولو)
پنهنجي ڏيڙ ڏلي آڪار هوندي به ٻي همٿ آهي ءَ موت کان
ڪنبي ٿو. اسين هندستان ۾ ڪن ٻل ۾ سولو سمجهي ويندا سين
ته هڪ لک انگريز ٽيهن ڪروڙن انسانن کي ڪئن ٿا ڏهڪائي
سگهن. تنهنڪري پوريءَ پڪيءَ معافيءَ جي معنيٰ ٿيندي
پنهنجي ٻل جو پورو قدر ڪرڻ. اهڙي سڄيت معافي ساڻ اسان
۾ منجهه سگهه شڪتيءَ جي هڪ ڀاري لهر اوس ايندي جا
ڪنهن ڊاير يا ڪنهن فرئنڪ جانسن لاءِ پارت جي جهڪيل سر تي
بي عزتيءَ مڙهڻ اي عزتي سٽڻ ناممڪن بڻائيندي. فڪر ڪونهي
جي في الحال منهنجي نقطي نگاهه اوهانکي دل سان نٿي
وڻي. اسين پاڻکي اِهڙو ته پائمال ٿيل ٿا سمجهون جو غصي
۾ اچي ڊاير وٽڻ جو جذبو اُٿيئي نٿو. مگر مان چوڻ کان نه رهندس
ته پارت سزا ڏيڻ جي حق تان دست بردار ٿيڻ سان وڏيڪ
ٻل پرائيندو. اسانکي بهتر ڪم ڪرڻو آهي، بهتر سنديش
دنيا کي ڏيڻو آهي.

مان ڪو خوابير ڪين آهيان. مان عملي آدرش وادي
هجڻ جي دعويٰ ٿو رکان. اَهنسا جو ڌرم ڇڙو رشين ءَ سنتن
لاءِ آهي پر ان جو واسطو عام ماڻهن سان پڻ آهي. اَهنسا
اسان جي جنس (منش جاتيءَ) جو قانون آهي جئن هنسا حيوانن

جو قانون آهي. حيوان ۾ روحاني مادو سُتل ٿو رهي ۽ هُو جسماني زور زبردستيءَ وارن ٻين کي قاعدو ڄاڻي ٿو ڪري. منش جي مرتبي جي اعليٰ تقاضا آهي ته هو اعليٰ (اخلاقي) قانون يعني آتمڪ بل جي مڃتا ڪري.

مون خود قربانيءَ جو قديم قانون ڀارت اڳيان پيش ڪرڻ جي جرئت ڪئي آهي، ڇا لاءِ جو ستياگره ۽ ان جون شاخون، اسهڪار ۽ ناگرڪ مقابلو، ڏک سهڻ جي ئي جا نوان نالا آهن، ٻيو ڪي ڪين آهن. رشي لوڪ جن هنسا جي وچ ۾ اهنسا جو قانون ڳوليو سي نيوٽن کان وڌيڪ وڏا ذات وارا پرش هئا. اهي پاڻ ۾ ويلنگٽن کان وڌيڪ وڏا جنگي جوڌا هوندا هئا. پاڻ هٿيارن جو استعمال ڪري ڄاڻندا هئا، سو ان جي نڪمائيءَ جو انڀو ٿين ۽ ٿڪل دنيا کي سيکاريائون ته انجو نستارو نه هنسا ڌارن پر اهنسا وسيلي ٿي ٿي سگهي ٿو.

پُر-جوش حالت واريءَ اهنسا جو مطلب آهي ڄاڻي ٻجهي سور سختيون سهڻ. ان (اهنسا) جو اهو مطلب نه آهي ته برائي ڪندڙ جي اڇا اڳيان سانتيڪي آڻ مڃجي پر انجي معنيٰ اها آهي ته ظالم جي اڇا جي ورڌ پنهنجي سموري آتمڪ بل سان ڪرڙو ٿي بيهجي. پنهنجي هستيءَ جي الهيءَ قانون پٽاندڙ هلندي هڪ اڪيلي شخص لاءِ اهو ممڪن آهي، ڪنهن انيائي سلطنت جي سموريءَ طاقت کي للڪارڻ ممڪن آهي، الهيءَ لاءِ ته هو پنهنجي عزت، پنهنجو ڌرم، پنهنجي آتما جي رکشا ڪري ۽ ان سلطنت جي زوال يا اُڌار سڌار جو بنياد وجهي.

۽ تنهنڪري ڪو مان ڀارت لاءِ وڪالت ڪا نه ٿو ڪريان ته ڇاڪاڻ ته اهو ڪمزور آهي تنهنڪري اهنسا عمل ۾ آڻي. مان چاهيان ٿو ته ڀارت پنهنجي سگهه ۽ طاقت جي ڄاڻ هوندي به اهنسا تي عمل ڪري. پنهنجي سگهه شڪتيءَ جو انڀو ڪرڻ لاءِ هٿيارن جي سکيا ضرور نه آهي.

ظاهري اهڙي گھرج ڏسڻ ۾ اچيتي چاڪاڻ تہ اسين ڏسڻي
ائين ٿا ڀانيون تہ اسين فقط هڪڙو ماس جو پنوڙو آهيون.
آءٌ اِهو ذهن نشين ڪرڻ ٿو گھران تہ ڀارت کي آتما آهي جا
ناس ٿي نٿي سگھي ۽ جا هرهڪ جسماني ڪمزوريءَ کان
مٿي چڙهي سرهي سوڀاري ٿي سگهيتي ۽ ساريءَ دنيا جي
جسماني يڪمشتيءَ جي سامهون ٿي بيهي سگھيتي...
جيڪڏهن ڀارت تلوار جو اُصول اپنائيندو تہ وقتي سوڀ
شايد حاصل ڪري. پر پوءِ ڀارت منهنجي هردي جو فخر ٿي
رهي نہ سگھندو. منهنجي چند جان ڀارت سان اِنڪري
جڙيل آهي چاڪاڻ تہ جيڪي ۽ ڪجھ اٿم سو سڀ سندس ئي
صدقي اٿم. مونکي پورن وشواس آهي تہ اُنکي دنيا لاءِ
سنديش ڏيڻو آهي. يورپ جو اکيون پوري نقل ڪرڻو
ڪونهيس. ڀارت جو تلوار وارو مٿو قبولڻ سچ پچ منهنجي
آزمائش جي گھڙي ٿيندي. مان اُميد ٿو ڪريان تہ مان پورو
ڪين پوندس. منهنجي ڌرم کي ڪي جاگرافيہ حدون ڪينهن.
جيڪڏهن مونکي منجهس زنده ويسهہ آهي تہ اُهو (ڌرم)
خود ڀارت لاءِ منهنجي پيار کان ئي مٿي چڙهي ويندو. أهنسا
پرمو ڌرم جنهنکي مان هندو ڌرم جي پاڙ ڪري ٿو مڃان
تنهنجي ذريعي ئي ڀارت جي سيوا ۾ منهنجي حياتي ارپن
ٿيل آهي. ٧٦

جيستائين ڪ مخالفتين جي خيالن ۾ ڦيرو نہ آندو اٿم يا پنهن
جي هار نہ قبولي اٿم تيستين تائين آءٌ ساڻن بحث ڪندو ئي
رهندس چو تہ پرسپر لاڳاپا، چاهي اهي راڄنيتڪ، آرٿڪ،
ساماجڪ يا ڌارمڪ کڻي هجن، تنکي نيڪ طرح نباهڻ لاءِ
منهنجو مقصد ئي آهي تہ هرهڪ هندواسيءَ پڻ انگريزن ۽ انت
۾ ساري سنسار کي ڦيرائي أهنسا ڌرم ۾ آڻيان. جيڪڏهن
ڪو مونکي تمام وڏ خيالي ٿيڻ لاءِ جوابدار نهرائي تہ مان دوش

قبوليندس. جڏهن موکي چيو ويو ته منهنجو سڄو سرمايو
کڏهن به ڦيٽو نه آهي ته مان اُن ڏيندس، ته "اهو ممڪن
آهي،" ۽ پنهنجي راهه هليندو هليندس. مان آهيان پڪو پختو
لبار ٽل ساهي اهنسا جو ۽ موکي پنهنجي سچي کي قائم
رکڻ لاءِ ڪافي ثبوت آهي تنهنڪري چاهي ساڻ ڪڙو
ساٿي هوندم يا گهٽا يا هڪ به نه، تڏهن به پنهنجو تجربو
هلائيندو هلندس. ٧٧

امريڪي مترن اهو ويچار پيش ڪيو آهي ته آٽوُ ير تي اهنسا
آٽيندو ۽ ٻيو ڪو آٽي ڪين سگهندو. لاشڪ آٽيندو،
جيڪڏهن ان جو مطلب اهو آهي ته انجي ناس ڪرڻ جي
شڪتي دنيا ۾ اهڙي ته ڪراهت پيدا ڪندي جو ڪو وقت
ان ڪري دنيا هنسا کان منهن موڙي ويندي. ۽ اها ڳالهه
ساڳي ان ماڻهوءَ وانگر ٿي جو لذيذ مال ملبدن سان پنهنجو
پيٽ ڏلهي، ان جو دل ڪچي اچي ٿئيس ۽ انهن کان ٻوءِ
پاسو ڪري ۽ وري جڏهن دل ڪچي ٿيڻ جو اثر صفا لهي
وڃيس تڏهن ورائي انهن مال ملبدن تي ٻيڻي شوق سان
اچي متان پوي. ٺيڪ ساڳيءَ طرح جڏهن اُن ڪراهت جو
تاثير متي ويندو، تڏهن دنيا ورائي به تئين سر سرگرم ٿي
هنسا ڏانهن ورندي.

اڪثر برائي منجهان ڀلائي ظاهر ٿيندي آهي. مگر اها
ايشور جي، نه انسان جي تجويز آهي. انسان فقط ايترو ڄاڻي
ته برائي مان برائي ئي پيدا ٿيندي جيئن چڱائي مان چڱائي....
آٽوبر جي سڀ کان وڏي مصيبت منجهان جا جٽي واضح
نصيحت پرائجي ٿي سا اها آهي ته بم جوابي بم سان
ناس نه ٿيندو جيئن هنسا جوابي هنسا سان ناس نه ٿي
ٿئي. انسان ذات کي اهنسا دنارا ئي هنسا مان ٻاهر ڪڍڻو
آهي. ڌڪار پريم سان ئي جيتجي سگهجي ٿي. جوابي ڌڪار ته

٧

پاڻ ڏڪار جو مقابلو، توڙي گهرائي، وڏائي وسيع ٿي ڪري
مونکي خبر آهي ته جيڪي ڪيترائي ڀيرا اڳي ٻڌايو اٿم
پنهنجيءَ گهٽي ۾ گهٽي لياقت ۽ پهچ ديءَ آهر آئون ساڌ
ڪئي اٿم سو دهرائي رهيو آهيان. جيڪي پهرين چيو هو
تنهنم خود ڪجهه به نئون ڪونه هئو. اُهو اهڙو ئي پراڻو هئو
جهڙا پهاڙ. ڪو ڪتابي ڀاڪو يا ڪو ساڪ جو ڦول چڻي
ٿو ڪونه ٻڌايم، باقي جيڪي منهنجي وجود جي رڳ
رڳ ۾ سمايو ٿي سو صاف پڌرو ڪيم. زندگيءَ جي ڪيترن
ئي ڏڌن پيشن ۾ سٺ ورهين جي ورتاءَ پاڻ زور وتايو
آهي ان نسبت کي جنهنکي منهنجي دوستن جي آزمودي
پشتي ڏني. ڪڏهن به، اِهو مرڪزي سچ آهي جنهنجي
آڌار تي ماڻهو بنا ٿهڻ پڇڻ جي اڪيلو بيهي سگهيو. مان
به ائين ئي ٿو مڃان جڏهن مڪس ملر، ڪي ورهيه اڳي
چيو هئو، يعني، ته جيستائين ڪ اهڙا ماڻهو موجود آهن
جي ويسهه نٿا ڪن تيستائين سچ کي دهرائڻ جي ضرورت
پوندي. ٧٨

جيڪڏهن ڀارت هنسا کي پنهنجو عقيدو بڻايو ۽ آءٌ زنده
هوندس، ته پوءِ ڀارت ۾ رهڻ جي پرواهه ئي ڪانه ڪندس.
اُو (ڀارت) پوءِ مون ۾ ڪو به فخر جاڳائڻ کان رهت ٿي ويندو.
منهنجي ديش ڀڳتي منهنجي ڌرم جي ادين آهي. مان ڀارت
کي ائين چهٽيل آهيان جئن ٻالڪ ماءُ جي ڇاتيءَ کي چنبڙي،
ڇاڪاڻ ته مان محسوس ٿو ڪريان ته هجي ڀارت ماتا
آڌياتمڪ خوراڪ جا گهرجيم مونکي ڏئي ٿي. ان منجهه اهي
لاڳاپو رکندڙ حالتون ميسر آهن، جي منهنجي اعليٰ ۾ اعليٰ
آرزو سان نهڪي ٿيون اچن. جڏهن اهو وشواس نڪري
مان پاڻکي هڪ اناٿ وانگر پيو پائيندس جنهنکي
بيندڙ جي ڪڏهن به ملڻ جي اميد نه هجي. ٧٩

# باب پنجون

## آتم - سنجم

سيتا، حتي معنحلي ۾، ڳُيرڻن جي وڌائڻ ۾ نه ته انهن لي ڳٽيل ٻيهل ۽ آزخود وڌل بندش ۾ آهي. انهيءَ مان ئي فقط سچو سک ۽ سنتوش ته وڌي ۽ شوا جي سموريءَ منجهه اضافو ٿو اچي. ١

ندني ٽال ميل ۽ آسائش جي ڪا تکڙي حد ضروري آهي، پر اُن سطح کان متي حد، مدد جي بدران اَٽڪ ٿيو پوي. تنهن ڪري اِهو ڳيرجن جي بيحد تعداد پيدا ڪرڻ وارو آدرش ۽ انهن ڳيرجن جو پورائو ڪرڻ هڪ فريب ۽ ڦندو ٿو ڏسجي. پنهنجي جسماني ياڪ خود پنهنجي تنگ شخصيت وارين دماغي ڳيرجن جي ٿرتيءَ ڪي ڪنهن حد لي صنا بنجو ڏيڻ ڳيرجي جڏهن آهي بگڙجي، جسماني ۽ دماغي نشس پرستي نه ٿجي پون. ماٿيوءَ کي ڳيرجي نه پنهنجون طبعي ۽ تهذيبي حالتون اهڙيءَ طرح سٽي ۽ ناهي، جڏهن آهي پنهنجي منش جاليءَ جي شيوا ۾ ڪيس رنڊڪائن نه، جنهن شيوا لي هنجو سمورو بل ۽ زور ايڪاگر ٿي لڳڻ ڳيرجي. ٢

ٿن ۽ من جو باڻ ۾ اهڙو نه ڳيرو سنبند آهي جو جيڪڏهن پنهي مان ڪو هڪڙو اُلٽ پلٽ ٿي پوي نه سمورو سرشتو پورگها پوگيندو. انهيءَ مان اِهو ٿو سڌ ٿئي نه صحت ڪي جي صحيح معنحلي ۾ وتجي نه پوتو جرلو اُنجو بنياد آهي، ۽ اسين اُٿين نه جيڪر جٿون نه سب ترا ويچار ۽ ترا منوُ وڪار ... جدا جدا روپ آهن. ٣

پورن تندرستي فقط ايشوري نيمن جي پالنا ۽ رهت رهڻ سان ۽ شيطان جي طاقت کي سامهون پوڻ سان ئي حاصل ڪري سگهجي ٿي. سچيءَ صحت کانسواءِ سچو سک ناممڪن آهي، ۽ نيڪ پوري صحت، رسنا سواد تي سخت ضابطي ڌاران ناممڪن آهي. جنهن مهل رسنا سواد ضابطي هيٺ آندو ويو، پيا سڀ حواس اَزخود وَس ۾ اچي ويندا ۽ اهو جنهن پنهنجن حواسن کي جيتيو آهي تنهن سچ پچ سارو جڳ جيتيو آهي. هُو پوءِ ايشور جو اَنگ بڻجو پوي. ۴

مون اخبار نويسيءَ جو ڪم اخبار نويسيءَ خاطر نه ڪيو آهي، پر صرف جيون ۾ جيڪو پنهنجو مقصد ڪري سمجهيو اٿم تنهن جي واهر لاءِ. منهنجو مقصد آهي سخت پابنديءَ هيٺ ٻنهي مثال ۽ نصيحت سان، ستياگره جي لاثاني هٿيار جو استعمال سيکارڻ، جو آهي اهنسا ۽ ستيه جو سڌو سنئون نتيجو. مان منتظر آهيان، سچ ڪري نه بي صبر ٿي پيو آهيان، ته ثابت ڪري ڏيکاريان ته زندگيءَ جي ڪيترين مصيبتن لاءِ سواءِ اهنسا جي ٻيو ڪو علاج اُپاءُ آهيئي ڪو نه. اِهو هڪ جبرو ڳاريندڙ دارون آهي جو پٿر جهڙي سخت ۾ سخت دل کي پڳهاري سگهيٿو. تنهن ڪري پنهنجي عقيدي تي پورو رهان تنهن لاءِ جڳائيم ته ڪاوڙ ۾ يا بغض وچان نه لکان. اجايو بي فائدو به نه لکان. صرف جذبات کي ڀڙڪائڻ لاءِ به نه لکان. پاڻ سمجهي ڪين سگهندو ته پنهنجي شبد پندار ۽ وشين جي چونڊ پسندي ۾ هر هفتي ڪيتريءَ نه پابنديءَ کان ڪم وٺڻو ٿو پوي. اِها منهنجي لاءِ هڪ قسم جي سکيا آهي. اُن جي ذريعي پنهنجي پاڻ منجهه جهاتي پائي ۽ پنهنجي ڪمزورين جي کوج ڪري سگهانٿو. اڪثر منهنجو اَيمان، ٽکي اظهار لاءِ ڀڙڪائيندو آهي يا منهنجو غصو سخت ڪلاميءَ لاءِ. اِها هڪڙي سخت پريکشا آهي. پر وري اِنهن وڪارن سندي ڪن ڪڍهڻ ڪڍڻ لاءِ

هڪڙي سلي ڪسرت نہ آهي. پالڪ ”ينگ الدباء“ جا مشتا ليک، واجيءَ طرح جڳي خاصي روپ ۾ سچايل ۽ سندو آهي ۽ ڪڏهن نہ رومين رولند جيان انهن جوڙ لاءِ ہ مائل ليندو آهي نہ ”ڪيڙو نہ ناهرڪو پيرمرد اِهو هوندو!“ پل دنيا سمجهي نہ دل جي نئيسائي، عمرداري ۽ دينتا سان انهن ڪٽي ويندي آهي. ۽ جيڪڏهن اُها ڪن کي، جنجي واڻي جو مان قدر ڪندو آهيان قبول پيئي آهي، پل نہ پالڪ سمجهي نہ هلڻ اُها دل جي نئيسائي پوريءَ طرح سياويڪ ئي وبئي آهي يعني نہ جڏهن مان نرائي ڪرڻ لاءِ اسموت ٿيو آهيان ۽ هلڻ ڪجهہ نہ ڪنور يا ڳهمنديءَ، گهڙيءَ ساعت لاءِ ئي سهمن، منهنجي ويچار سنسار ۾ لتو رهي، تسين سودو ۽ نہ اڳي، منهنجي اهنسا ساريءَ دنيا جون سپ دليون نہ هلائيندي. مون پنهنجي ۽ پالڪ جي اڳيان ڪو اسيڙ آدرش يا آزمائش ڪاڻ رکي آهي. اِهو منش جو خاص ادڪار ۽ هنر جو حق آهي. اسان سرگ وڃايو رکو ان لاءِ نہ ورپ هٿ ڪنداسون. ۵

مون ڪڙي آزمودي مان، ڪاوڙ کي سنڀالي ضابطي ۾ رکڻ جو هڪڙو وڏي ۾ وڏو سڌي برابر آهي ۽ جهڙيطرح سانڀايل گرمي بدلجي شڪتيءَ جي صورت وٺندي آهي، ساڳيءَ طرح اسانجي وَس ۾ آندل ڪاوڙ جي صورت ہ هڪڙيءَ اهڙيءَ طاقت ۾ بدلائي سگهجيتي جا ساريءَ دنيا کي هلائي سگهيتي. ٦

الين ڪونهي نہ ڪو مولکي ڪاوڙ ڪاڻ ايندي آهي. مان ڪاوڙ چندڻان ئي ڪين. ڪرودڪ رهت ٽرڻ جي روپ ۾ صبر جو سدڪڻ پاڻ پيدا ڪندو آهيان، گهڻو ڪري ڪٽي جنجي نہ پارو ليندو آهيان. مگر ڪاوڙ جڏهن ايندي اٿم تڏهن ... اُنکي قبضي ۾ رکندو آهيان. اُنکي روڪڻ

مون لاءِ ڪٿي ممڪن ٿي سگهندو آهي سو هڪ اجايو بي فائد
سوال ٿيندو، ڇاڪاڻ ته اِها هڪڙي هير آهي جا هر ڪنهنڪي
پاڻ ۾ وجهڻ گهرجي ۽ لڳاتار ساڌنا سان انکي عادت بڻائي
۾ ڪامياب ٿيڻ گهرجي. ٧

پنهنجن ڪرتبن جي نتيجن يوڳڻ کان پڇي ڇٽجي، ائين
چاهڻ ڪينتو ۽ ناجائز آهي. گهرج کان وڌيڪ کائيندڙ لاءِ
پيٽ جو سور ۽ اپواس سندس چڱائي لاءِ آهن. اِهو هن
لاءِ خراب آهي ته بکه ۾ پيٽ ڌلهي کائي ۽ پوءِ انجي نتيجي
کان بچڻ لاءِ ٽانڪس ۽ ٻيون دوائون وٺي. اِهو ماڻهوءَ لاءِ
تهائي خراب آهي جو پنهنجن حرص ۾ حد کان ٻاهر دل
پوري ڪري ۽ پنهنجي ڪئي جي ڦل يوڳڻ کان پڇي. قدرت
ڪنور آهي ۽ پنهنجن قاعدن جي ڪنهن به اهڙي النگهن
لاءِ پورو پورو عيوضو چڪائيندي. اخلاقي ڦل فقط اخلاقي
پابندين سان ئي ملي سگهندا . ٻيون سڀ بندشون جنهن
مطلب لاءِ رٿيل آهن تنهنکي ئي شڪست ڏيڻ واريون آهن. ٨

ٻئي ڪنهن جي عيب جوئي ڪرڻ ۽ پوءِ مٿس فتوي ڏيڻ،
اِهو اسانجو ڪم نه آهي. اسانکي فقط پنهنجن عيبن ڪڍڻ ۾
پاڻکي ٽڪائي چؤر ڪرڻ گهرجي ۽ جيسين سوڌو پاڻ ۾ هڪڙو
به سقم ڏسڻ ۾ اچيٿون ۽ چاهيون ته اهڙي عيب جي باوجود
به اسانجا مائٽ ۽ مٽر اسانکي نه ڇڏي ڦٽو ڪن، تيسين تاءِ
اسانکي ٻين ماڻهن جي چال چلگت ۾ سونجهه سونجهه ڪرڻ
جو حق ئي ڪونهي. تنهن هوندي به جيڪڏهن ٻئي جو عيب
ڏسون ته اسين پاڻ هنکي چئون، بشرطيڪ اسانجي مٿس
هلندي پڄندي هجي ۽ ائين ڪرڻ واجب سمجهون، باقي
ٻئي ڪنهن کي به چوڻ جو اسانکي اَڌڪار ڪونهي. ٩

منؤ وڪارن تي ڌر ڌر ڪري ويچار نه ڪريو. جنهن مهل

هيڪر فيصلي تي آيا هجو ته وري اُنتي ويچار نه ڪريو.
پرڻ ڪرڻ جو مطلب آهي ته من وڌيڪ اُن پرلڪيا جي وشيءِ
تي سوچ ڪرڻ کان بس ڪئي آهي. جڏهن هڪڙي وڻجاري
ڪجهه مال وڪيو آهي تڏهن اُن بابت هو وڌيڪ خيال
ڪرڻ ڪونه، پر فقط پنهنجي شين جو ئي خيال رکندو آهي.
ڪنهن پرلڪيا جي پاڙ-اوت سان به ساڳي حالت لاڳو
آهي. ١٠

اوهين جاڻڻ چاهيندؤ ته ڪهڙيون نشانيون آهن اُن ماڻهوءَ
جون، جو سچو، حو ايشور آهي، تنهن کي پاڻڻ تو چاهي. هو
مڪمل طرح ڪام ۽ ڪروڌ، لوڀ ۽ موهه، اهنڪار ۽ ڀؤ کان
آجو هجي. پاڻکي گهٽائي پڙي ڪرڻ گهرجيس ۽ پنهنجي سڀني
اندرين تي پورن ضابطو هجيس — رس سواد يا زبان تي
ضابطي سان شروعات ڪري. زبان، واڻيءَ ۽ پڻ سواد جي
ڪرم اندري آهي. اها زبان آهي جنهن سان اسين وڏاءُ،
جوٺ ۽ ڏکوئيندڙ واڻيءَ به ڪاهي ٿا پئون. سواد جي ڇڪ
اسانکي رس پوڄ جي غلام تي بنائي جهنڪري جانورن جيان
اسين کائڻ لاءِ ئي جئون ٿا. مگر پوري ضابطي ساڻ اسين
پاڻکي اهي جهو بنائي سگهون ٿا جي فقط فرشتن کان ٿورو
هيٺرو آهن. جنهن پنهنجين اندرين کي وس به آندو آهي
سو منش منجهه پهريون، ۽ پهريان م به پهريون ليکبو. سڀ سدگڻ
هن به هڪيا آهن. ايشور هن دنارن پاڻ پڌرو ڪري ٿو. اُهو
سنجر جي اِها اهڙي شڪتي آهي. ١١

چال چلگت ها سڀ سارڙ لوڪڪ قالون جي ايشوري آکائي
جي قالي سان جاڻجن ٿون، سڀ سمجهڻ ۽ عمل م آڻڻ
بر سليس ۽ سولا آهن، جي رکي اِپا هجي. اهي فقط
ستلتائي. ڪري ڏسڻ به مشڪل نا اهن، جا انسان

ذات تي سوار آهي، سرشٽيءَ ۾ ستر ڪجهه به ڪونهي.
ايشور ئي اچل آهي چاڪاڻ ته هو ڪالهه، اڄ ۽ سڀاڻي سا
ئي هئو، آهي ۽ هوندو ۽ تنهن هوندي به سندس شڪت
پرڪرتي سدائين چربر ۾ آهي... اِلڪري مان اِن ڳالهه
قائم آهيان ته جي منش جاتي زنده رهڻي آهي، ته سنيم
اهنسا جي اثر ۽ زورهيٺ وک وڌائيندي هلڻو پوندس. ۲

جهڙي دستور وگياني تجربن ڪرڻ ڪاڻ هڪڙو ضروري
هدايتن جو وگياني سلسلو ڏنل هوندو آهي، ساڳيءَ طرح
روحاني عالم ۾ تجربن ڪرڻ ڪاتر پاڻ لائق ڪرڻ لاءِ به
ماڻهوءَ لاءِ سخت ابتدائي ضابطو ضروري آهي. ۱۳

نشيدار پيئڻ ۽ پسار ۽ طعامن جي سيني قسمن، خاص ڪري
ماس کان پرهيز گاري، آتم جي واڌ وڪاس لاءِ لاشڪ
هڪڙي وڏي واهر آهي، پر اها پرهيز گاري پنهنجي ليکي ڪو
خود مقصد اصل نه آهي. ڪيٽي ماڻهو آهن جي ماس ورتائيندي
۽ ڀڳوان جي ڀڳتي ۾ رهندي پنهنجي موڪش کي وڌيڪ ويجهو
آهن، انهيءَ ماڻهوءَ کان، جو ڌارمڪ ڀاوَ ۾ ماس آهار ۽ ٻين
ڪيترين چيزن کان پرهيز ٿو ڪري پر پنهنجن ڪرتبن مان
هر هڪ منجهه ايشور جي بي عزتي ڪندو رهي ٿو. ۱۴

آزمودو ائين ئي ٿو سيکاري ته جانورن جو ماس آهار انهن لاءِ
ناموافق آهي جي پنهنجن منؤوڪارن کي تابع ڪرڻ ٿا چاهين.
مگر اِندرين کي وس ڪرڻ يا چريتر ٺاهڻ منجهه آهار جي اهميت
جي اَجائي وڏي ڪٿ ڪرڻ به غلط آهي. بيشڪ خوراڪ
ڪڙو جبرو جزو آهي جو وسارڻو نه آهي مگر سموري ڌرم
و حاصل مطلب کاڌ خوراڪ اندر سمائڻ، جنهن اڪثري
رت ۾ ڪيو وڃي ٿو، اهڙوئي غلط آهي جهڙو کاڌ خوراڪ

جي لسٽ سڀ قسم جي جهل پل ۾ ڏبان نه ڏيڻ ۽ پنهنجي
اشتها، ترپتيءَ کي ڇيڪ ڇڏڻ. ١٥

آزمودي مونکي سيکاريو آهي ته سٽڀ جي سموڪ جي
اڏيالمڪ سادنا جو هڪ انگ آهي سانت ۾ رهڻ. وڏاءُ اناءَ
ڪرڻ لاءِ لاهه لاڙو، سٽڀ کي لڪائڻ ڇپائڻ يا ڪي قدر
انکي قرانڻ جاڻي ٻجهي يا ٻي خبرو ٿي — اها انسان جي
هڪڙي ذاتي ڪمزوري آهي ۽ سانت ان ۾ غالب پوڻ
لاءِ ضروري آهي. تور ڳالهائو ماڻهو پنهنجي ڳالهه ٻولهه ۾ ڪو
وڙلي ٻي خيالو هوندو. هؤ هڪ هڪ حرف جي لڪ تور
ڪندو. ١٦

اها [سانت] مون لاءِ هاڻي شريڪ خواهه اڏيالمڪ ضرورت
ٿي پيئي آهي. اصل ڪم جي ٻيڙ جي احساس کي ٻرو
ڪرڻ لاءِ اها سانت اختيار ڪئي ويئي. ٻيو ته مونکي
لکڻ لاءِ وقت ڪيندو هئو. ڪڏن به ڪجهه وقت انتي پاڻ
هيرائڻ سان مونکي انجي اڏيالمڪ خوبي ڏسڻ ۾ آئي. اوجتوئي
منهنجي من ۾ هري آيو ته اهوئي سانت جو سمو هئو جنهن
۾ پرمالما سان سنمڪ ٿي سنگ ڪري سگهبس ٿي. ۽ هاڻي
آءٌ محسوس ٿو ڪريان ته جڻ ڪ سانت اصل منهنجي سڀاءَ
جي ئي جوڙ ۾ آهي. ١٧

سڀ ڇڏيل جين واري سانت ڪا سانت ڪانهي. پنهنجي
زبان وڍي ڇڏڻ سان به ساڳي سانت ٿي سگهي ٿي، پر اها
به سانت نه هئجي. سانت ۾ اهو جيئو جو ڳالهائڻ جي
حيثيت رکندي، ته ڪو به اجايو حرف وات مان نڪتو
ڪندي. ١٨

ميون ڄاڃا جيوت جي انتيءَ لاءِ ذمروار آهي تنهن

جي رکيا ۽ آتما منجهائي سڀ طاقت حاصل ٿيندي. اِها
جيون شڪتي سانده ۽ اڻ ڄاڻائي وچان به ٻرن يا پڪندڙن،
بگڙيلن ۽ اڻ وڻندڙ ويچارن جي ذريعي به ضايع ڪجي ٿي.
۽ ڇاڪاڻ ته ويچار سڀ واڻيءَ ۽ ڪرم جي جڙ آهي، واڻي
۽ ڪرم جي خاصيت ويچار جي خاصيت مطابق ٿئي ٿي. اِنهي
ڪري پورن ريت سان ضابطي ۾ آندل ويچار پنهنجي ليکي،
هڪ وڏي ۾ وڏي قوت واري شڪتي آهي جا پنهنجو
پاڻ عمل ڪرڻ واري ٿيو پوي... جيڪڏهن منش ايشور جو
سوروپ آهي ته هنکي فقط پنهنجي مليل محدود حيثيت منجهه
ڪنهن ڳالهه جو نسچو ڪرڻو آهي ۽ اها اوس ٿيندي. اهڙيءَ
شڪتيءَ جو هجڻ اُنهيءَ ماڻهو ۾ ناممڪن آهي جو پنهنجي
طاقت ڪنهين به طرح بالڪل اجائي ضايع ٿو ڪري. ١٩

من سان وشيه-يوڳن جي مزي وٺڻ جي بجاءِ سرير دواران
يوڳ ڪرڻ بهتر آهي. وشيءَ واسنائون جڏهن ئي من ۾ اُٿن
تڏهن تنکي ناپسند ڪرڻ ۽ دٻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ ڄڳو
آهي. مگر جيڪڏهن بدني وشيه يوڳ نه هجڻ سبب من اُن
مزي ماڻڻ جي ويچارن ۾ پيو ليٽڙيون پائي ته پوءِ جسماني
تمنا ترپت ڪرڻ جائز آهي. اِن نسبت ۾ مونکي ڪوبه
شڪ شبه ڪونهي. ٢٠

جنسڪ ڇڪ هڪڙي عمدي ۽ شاندار ڳالهه آهي. اُن ۾ شرم
اچڻ جهڙي ڳالهه ئي ڪانهي. مگر اهو بدني ميلاپ فقط اُٽپتيءَ
جي ڪارج لاءِ ئي هجڻ گهرجي. ان مان ٻيو ڪو مطلب ساڌڻ
ايشور ۽ اِنسان ذات خلاف پاپ آهي. ٢١

دنيا کي ڏسجيتو ته اُها ڪڻ ڀنگ ڪٽ قدر وارن پدارٿن پٺيان
پيٺي ڊوڙي. انکي ٻين ڳالهين لاءِ وقت ئي ڪونهي ۽
تنهن هوندي به جڏهن ماڻهو ٿورو اونهو ويچاري ٿو، اِها ڳالهه

صاف ليو پوي ته اهي انادي ڳالهيون ئي آهن جي ئي اُلٽ
۽ ليکي ۽ اڄ ليون. هڪڙي اهڙي ڳالهه آهي برهمچريه.
برهمچريه ڇا آهي؟ اها اها حيوِن جي راهه آهي جا
برهم-ايشور ڏانهن نئي ٿي. ان ۾ پار پيدا ڪرڻ جي ترڪيب
لي پورن ضابطو ته اچي ٿو وڃي. اهو ضابطو ويچار، وچن
۽ ڪرم ٽنهي لي لڳ گهرجي. هيڪڏهن ويچار ضابطي هيٺ
نه آهي، ته بين ٻن جو ڪو مليه ئي ڪونهي. ڇاڪاڻ ته جنهن
شخص جو ويچار تهضي هيٺ آهي ته باقي ٻيو صرف پاراٿو
ڪيل آهي. ٢٢

اهو سچ آهي ته اهو جو پورن برهمچريه کي پهتو آهي تنهن کي
ٻوءِ ڀتاڙ جي ديوارن جي درڪار ئي ڪانهي. مگر ڪالڪيءَ
کي سٺڪ ديوارن جي لوڙ پوي ئي جيئڙيءَ طرح هڪ ننڍڙي
اُلب جي ٻوٽي کي پنهنجي چوگرد هڪ مضبوط لوڙهي جي
گهرج آهي. هڪ ٻالڪ پنهنجي ماءُ جي ڇنيءَ مان لهي پوڻو
پينگهي ۾ پينگهي مان پاراڻي گاڏيڙي ۾ — تان جو هو وڏو
سچو ٿيئو جو ٻيا اوت آڌار جي بند ڪرڻ سکيو آهي. اها
اوت هڏهن ضروري ٿي ته آهي تڏهن به الڪي ڇنڙي پوڻ
سو يقيناً نقصانڪار آهي.
مونکي الين لوڏسڃ ۾ اڄي ته سڄي ڪالڪيءَ کي ته
متي ذڪر ڪيل پابندين جي ضرورت ڪانهي. برهمچريه اهو
سدگڻ ته آهي جو ٻاهرين بندشن سان اُپائي يا پيدا ڪري
سگهجي. ڪجهه اسٽريءَ سان ضروري ٽڙ وچڙ کان هڪو
بري پهتو سو برهمچريه جي پوري معنيٰ سمجهي ئي ڪو نه
ٿو. ڪيتري نه ڪري ڪا استري موهيندڙ هجي، هتي
ڪشش ڪو نه اهو پيدا نه ڪندي اهڙي ماڻهوءَ لي جنهنکي
ڪاوَ هڪ ٻڪ نه آهي...
سچو برهمچاري هڙو پابندين کان ٻري ڀڄندو. هو پنهنجي

وس پڄنديءَ آهر پاڻ تي بندن وجهندو ۽ پوءِ ٽوڙي ڇڏيندو
جڏهن ڏسندو ته اُهي غير ضروري آهن. پهرين ڳالهه جاڻڻ
۽ سمجهڻ ته سچو برهمچريہ ڇا آهي، تنهانپوءِ آهي اُنجي ڪٿ قدر
ڪوشش ڪرڻ. منهنجو رايو آهي ته ديس جي سچي سيوا
لاءِ برهمچريہ جي هيءَ پالنا ضروري آهي. ٢٣

مونکي پنهنجي آزمودي مان جاڻ آهي ته جيسين سوڌو
مان پنهنجي پتنيءَ کي نفساني نظر سان ڏسندو هوس، تيسين
سوڌو اسانجو پاڻ ۾ سچو پچو من جو ميلاپ ڪونہ هوندو هئو.
اسانجو پيار اوچيءَ سطح تي ڪين پهتو هئو. اسانجو پاڻ ۾ موه
محبت هميشه هوندي هئي پر جئن ٿي اسان يا بلڪ مون
پاڻ پليو تئن هڪ ٻئي جي وڌيڪ ويجهو ۽ ويجهو ايندا
وياسين. منهنجي پتنيءَ منجهہ پاڻ پلڻ جي ڪمي تہ اصل
هئي ڪانہ. اڪثر ڪري هوءَ خود ضابطو ڏيکاريندي هئي پر
ورلي ڪڏهن مونکي روڪيندي هئي، جيتوڻيڪ اڪثر
ناپسندي ڏيکاريندي ايندي هئي. جيسين وشيءِ ڀوڳ ولاس
جي چاهنا هيم، تيسين آءٌ هنجي سيوا ڪري نہ سگهيس.
جنهن گهڙيءَ نفساني خوشيءَ واريءَ جيوت سان موڪلاڻي
ڪيم، اسانجو سنبنڌ اڌياتمڪ بڻجي پيو. ڪام مٽو ۽ پريم
اُن بدران راڄ ڪرڻ لڳو. ٢٤

برهمچريہ لاءِ ٻاهرئين مدد طور، اُپواس اهڙوئي ضروري آهي
جهڙو ڪاڌ خوراڪ جي چونڊ پسندي ۽ پابندي. اِهي حواس
اهڙا ته زبردست ۾ زبردست آهن جو اهي ضابطي هيٺ
فقط تڏهن رهي سگهندا جڏهن چؤطرف، مٿان، هيٺان مڪمل
طرح اوڙهي سان گهيريا ويندا. دام طرح سڀني کي سڌ آهي
تہ اِهي حواس ڪاڌي ڪانسواءِ ڪمزور آهن، ۽ تنهن ڪري حواسن

ڪي قبضي ۾ آڻڻ جي ويچار کان اُپواس ڪرڻ گهڻو مددگار آهي، ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي. ڪن جي حالت ۾ لنگهڻ ڪرڻ بي سُود آهي ڇاڪاڻ ته جڙو پاڇريون اُچار و ورت ڪبن بجاءِ ڏيندو اٿين ميي، آهي پنهنجو تن ڪاڏي وانجهيل ٿا رکن ۽ پنهنجي من کي سيني قسمن جي مال مليد ن جي مزي وٺڻ لاءِ جبڪ چڏين ٿا؛ سڄو وقت پيا خيال ڪندا ته ورت ٽوڙڻ بجاءِ ڇا کائيندا ڇا پيئندا. اهڙي ماڻهو ڪشي انهن کي لڪي رس سواد ۽ نه وري ڪام چيشتا کي قبضي ۾ آڻڻ ۾ سهائڪ ٿيندي. اپواس ڪارگر تڏهن آهي جڏهن بک ڪيلدڙ تن سان من به سهڪار ڪري يعني جڏهن اهو انهن جيزن لاءِ جي شرير کي ڪٽيون ملن ٿا ۾ بچان پيدا ڪري. سپ ڪش برستيءَ جو مول ڪارڻ من آهي. ان ڪري اپواس رکو ڪنهن حد تائين ڪارگر آهي ڇاڪاڻ ته اپواس رکندڙ ماڻهوءَ کي اجا به انساني ڪامش شايد ستائيندي رهي. ۲۵

اهڙو برهمچريه تڏهن برهمچريه جيسو جڏهن سيني حالتن هيٺ ۽ هر ممڪن لالچ هوندي به اهو قائم رهي. جبڪڏهن ڪا سوينبڪ استري ڪنهن مرد جي سنگمرمري پتلي جي نزديڪ پهچي وڃي ته ان پتلي تي ذرو به اثر نه ٿيندو. برهمچاري اهو آهي جنهن تي ساڳئي حالت ۾ ساڳئي طرح اهو ئي اثر ٿو ٿئي جو سنگمرمر تي ٿو ٿئي. ۽ جهڙيءَ طرح سنگمرمري پتلو پنهنجون اکيون يا ڪن ڪم آڻڻ کان باز ٿو رهي تهڙيءَ طرح ماڻهوءَ کي به پاپ جي هرڪنهن موقعي کي ٽارڻ گهرجي.

اوهين دليل ٿا ڏيو ته استريءَ تي نگاهه پوڻ ۽ ان جي صحبت خود ضابطي جا وڏي آهن، ۽ انهن ڪري تن کان پاسو ڪرڻو آهي. اهو دليل ڄُڙنو آهي. برهمچريه پنهنجي نالي جي لائق ڪين جيسو جڏهن ان جي پالنا استرين جي

سنگ کان کنارو ڪرڻ سان ئي ڪري سگهجي توڙي
اهو سنگ سيوا ڪرڻ جي ويچار سان ڪيو وڃي. اهو جس...
تياڳ آهي پر ان کي نهايت ضروري مانسڪ ويراڳ
پنيرائي ڪانهي جنهن ڪري نازڪ وقتن تي اسانکي د...
ڏيو ڇڏي.



ويهه ورهيه ڏکڻ ائفريڪا ۾ آءٌ اولهه سان گهاٽيءَ لڳه وچڙ...
رهيس. هئولاڪ ايلس، برٽرئنڊ رسيل جهڙن نامور ليکڪن جي
جنسڪ سنبند بابت لکيتن ۽ انهن جي سڌانتن جي ڄاڻ اُنم...
اهي سڀ مشهوري، ايمانداري ۽ تجربي وارا ويچاروان آهن.
انهن پنهنجن عقيدن ۽ تنجي اظهار جي ڪري گهڻو سَنو آهي.
وهانءُ وغيره جهڙيءَ رسم رسمات ۽ اخلاق جي چالو قانون نامي
تان قطعي دست بردار ٿيندي به — ۽ ان ۾ مان ساڻن سهمت نه
آهيان — اهي انهن سرشتن ۽ دستورن کانسواءِ جيون ۾ پوترتا
ٿي سگهي ٿي ۽ هئڻ گهرجي سو مڃين ٿا. اولاهن ملڪن ۾
اهي اِستريون پرش مليا اُنم جي پوتر جيون ٿا وتيت ڪن،
جيتوڻيڪ اهي چالو رواج ۽ پنگتي ريتيون رسمون کين ٿا
قبولين يا مڃين. منهنجي ڪرجنا کي قدر اُنهيءَ ڏس ۾
هلندي آهي. جيڪڏهن اوهين پراڻيءَ روايت کي، جتي به
ضروري هجي ترڪ ڪرڻ ۽ هاڻوڪي زماني سان ٺاوندي
...ينتي ۽ اخلاقن جو نئون سرشتو سرجڻ وارو سڌارو ضروري
...هي ۽ ٿيڻ گهرجي اهو قبوليو ٿا، ته پوءِ ٻين جي اجازت
...رڻ يا اُنهنکي مڃائڻ جو سوال ئي نٿو اُٿي. سڌارڪ تيسين
...سندو ئي کين جيسين ٻين جا خيال بدلجن. ساري عالم
... مخالفت هوندي به هنکي اڪيلو ئي جرئت ڌاري
...ري نروار ٿي اڳواڻي ڪرڻ گهرجي. مان برهمچريه چالو
...ي ۾ آزمائڻ، وڌائڻ ۽ سڌارڻ ٿو چاهيان ... پنهنجي
...، اڀياس ۽ آزمودي جي روشنيءَ پٽاندڙ. تنهنکي...

جڏهن به ڪو موقعو ملي ته اُنکي ٽاريان ڪين يا پڇي ڪين چئان. اُللدو آءٌ اُن موقعي سان منهن مقابل ٿيڻ ۽ اُنجو نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري ۽ آءٌ ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهيان سو سهي ڪرڻ پنهنجو فرض، ڌرم سمجهانٿو، ڪنهن استريءَ جي لڙه وجڻ ڪان پاسو ڪرڻ يا ڌب وڃان تنهن ڪان بوڪ پڇڻ، سڀي بوهمچريه جي اپلاشيءَ لاءِ آءٌ اڻ سهائيندو سمجهندو آهيان. ڪام چيشٽا جي ترپتيءَ ڪاڻ جنسڪ لڙه وجڻ رکڻ يا چاهڻ جي ڪڏهن به ڪوشش نه ڪئي اٿم. پاڻ منجهان جنسڪ احساس کي مڪمل طرح پاڙون پٽي ڪيڻ جي آءٌ دعويٰ نٿو ڪان. پر اِها منهنجي دعويٰ ضرور آهي ته مان اُنکي ضابطي هيٺ رکي سگهانٿو. ۲۷

سڀي ويچار ڌارا جا جر لي روڪ جو بنياد آهي سا غلط ۽ خطرناڪ آهي. اُنجي حامين جي دعويٰ آهي ته ماڻهوءَ جو نه فقط اِهو حق پر اِهو سندس فرض آهي، ته ڪام چيشٽا جي ترپتي ڪندو رهي ته نه هنجو وڪاس روڪجي ويندو. منهنجي خيال موجب اِها دعويٰ ڪوڙي آهي. اُهو ماڻهو جو هتراڌو طريقا ٿو اپنائي تنهن مان پاڻ پاڻ جي اُميد رکڻ اُجائي آهي. در حقيقت جر لي روڪ جي، اِاهيءَ ٿي بنياد لي حمايت ٿي ڪئي وڃي ته نفساني ناٽش لي روڪ رجهڻ هڪ اُڻ ٿيڻي ڳالهه آهي. اُنبن چوڻ ته اِهڙو خود ضابطو اُسنيءَ يا غير ضروري يا نقصانڪار آهي سو سموري ڌرم کي مسارڻو آهي. جاڪاڻ ته ڌرم جي سڄي مٿين عمارت خود ضابطي جي بنياد لي ٿي بيٺل آهي. ۲۸

ڪرب روڪڻ جي هتراڌو وسيلن د ٽاران حر لي روڪ جي وشيءَ کي وري ڪٽڻ ٿو چاهيان. ماڻهن جي ڪنن ۾ اِهو ٺونسيو ٿو وڃي ته جنسڪ ڪامنا جو پورائو هڪ اِهڙو سنجيده

بندن يا فرض آهي، جهڙي جائز طرح ڪنيل قرض جي اد
۽ ائين نه ڪرڻ ٿيندو ذهني تباهي جي سزا ڀوڳڻ. اِها جن
ڪامنا سنتان پيدا ڪرڻ جي اِڇا کان الڳ سمجهي ٿي و
۽ گرڀ روڪ جي هٿرادو ذريعن جي استعمال جي پيشو
جو چوڻ آهي ته ڏيون ٻارن هئڻ جي اِڇا کان سا ڳالهه
آهي، باقي گرڀ ٿيڻ هڪڙو اتفاق ٿي پٽيو پوي جنهنک
روڪڻو آهي. مان همت ساري صلاح طور اِهو ويچار پيش
ڪندس ته اهو ڪٿي به پرچار ڪرڻ لاءِ هڪڙو تمام خطرناڪ
سڌانت آهي ۽ ڀارت جهڙي ديس ۾ ته تهائي گهڻو وڏيڪ
سمجهو، جتي ٻار پيدا ڪرڻ واري ڪرتب جي بد استعمالي ۽
سببان وچولي طبقي جو مردانه آدم ٻُڏي هيڻ ٿي پيو آهي.
جيڪلهن جنسڪ ڪامنا جي پورائي هڪڙو فرض آهي ته
پوءِ غير قدرتي گناهه ۽ ترپتيءَ جا ڪيترائي ٻيا رستا به ساراهڻ
جوڳا ڇئبا. پاڻ کي معلوم هجي ته عالم آشڪار آهي ته
ناليرا شخص به، جنهنکي عام طرح جنسڪ بگاڙ ڇيو وڃيتو
تنهنکي پسند نا ڪن. پاڻ کي شايد اِن اظهار تي صدمو
رسي. مگر جيڪلهن جنسڪ بگاڙ تي ڪنهن طرح معتبري
جي مهر لڳي وڃي ته پوءِ ڇوڪرن ڇوڪرين لاءِ پنهنجي
ٿي جنس جي ميمبرن منجهه شوق پورو ڪرڻ لاءِ سخت
حرص پيدا ٿي ويندو. منهنجي نظر ۾، جنسڪ ڪامنا جي
پورتيءَ لاءِ جن ذريعن جي اوت هيلنائين ماڻهن پٽي
رتي آهي تن ۽ گرڀ روڪ وسيلن جي استعمال ۾ گهڻو فرق
ڪونهي ۽ تنهن جا انگور ڪهڙا اڪنا آهن، تن جي تمام
ڪن تورن کي ڄاڻ آهي. اِسڪولي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين
جهه اِنهي ڳجهي پاپ ڪيتري نه خرابي ڪئي آهي تنهنجي
ڪي ڄاڻ آهي. وڳيان جي نالي ۾ گرڀ روڪ اُپاون جي رواج
اج جي پرسند اڳوانن طرفان ڇيڻ جي اجازت — اِنهن
بن پاڻ مونجهاري کي وڌايو آهي ۽ سڌارڪ جي سماجڪ

جيون جي ٻولڻا لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن تنهن جي محنت واري
ڪاري کي حال ۾ ناممڪن بڻائي ڇڏيو آهي. ٻالڪ کي ان
خبر ڏيڻ سان مان ڪو راز ڪونه ٿو کوليان ته اسڪولن ۽
ڪاليجن ۾ پڙهندڙ ڪڇڙيءَ ڳڀيءَ وارين ڪنوارين ڇوڪرين
آهن جي جهڙوڪ جو ساهتيه ۽ مخزنون وڏي چاهه سان پڙهن
ٿيون ۽ پڻ گوپ روڪ وسيلن وارو سامان پاڻ وٽ رکنديون.
انهن جو استعمال پرٿبيل ڄاڻن ٿانئن محدود رکڻ ناممڪن آهي.
جڏهن وهانءَ جي مراد ۽ اُهو ۾ اُهو مطلب فقط انساني ناس
کي پڇاڻڻ تي سمجهيو وڃيٿو ۽ اهڙيءَ ترپتيءَ جي قدرتي
نتيجي لي سوچ نٿو ڪجي تڏهن وهانءُ پنهنجي ٻولڻا کوهي
ٿو ڇڏي. ٢٩

مولڪي لبسوي سڏڻ غلط آهي. جي آدرش منهنجيءَ جيون
کي باقاعدي هلائي رهيا آهن سي عام طرح منش جاتيءَ جي
هيتا لاءِ رکيا اٿم. مان درجي بدرجي واڌاري ڪرڻ سان
اُنهن آدرشن کي رسيو آهيان. هرڪو قدم ويچاري، ٻڌيءَ
سوچي ۽ اُتي گهڻي ۾ گهڻو غور ڪري پوءِ ٿي کنيو ويو هئو.
منهنجو برهمچريه ۽ اهنسا ٻئي، شخصي تجربه منجهان حاصل
ڪيل هئا ۽ سماج جي شبوا جي طلب جي پيروي لاءِ
هئڻ لازمي ٿي پيا. ڏکڻ آفريڪا ۾ جيڪا الڳ اڪيلي
حياتي مون کي بسر ڪرڻي پيئي، چاهي گهرٻاري ٿي،
وڪيل، پنگتي سڌارڪ يا راڄ نيتي مدبر جي، تنهن
انهن سڀني فرض جي حقي بجاآوريءَ ڪاڻ استري پرش
سمبنڌ جي حبوب کي سختي ۾ سختي پابنديءَ سان هلائڻو پيو،
۽ انساني تعلقات منجهه، پنهنجي ديس واسين خواه يورپي
لوڪن سان ستيه ۽ اهنسا جي سختي سان ڳنڍڻا گهربل هئي. مان
سراسريءَ کان گهٽ لياقت واري هڪ معمولي ماڻهوءَ کان
وڌيڪ هئڻ جي دعويٰ نٿو رکان ۽ نڪي وري ڪنهن خاص

لائقيءَ جو حق ٿو چڪي سگهان، اهڙيءَ اهنسا يا جنيپٽي
لاءِ، جو جفاڪشيءَ واريءَ ڪوجنا سان حاصل ڪري سگهيو
آهيان. ۳۰

مون پڪو نشچو ڪري ڇڏيو آهي. ايشور جي هيڪليءَ راه
۾ جئن نڪري پيو آهيان، مونکي دنيوي سنگين ساٿين جي
گهرج ڪانهي. تنهنڪري، اهي جنکي وڏي سي پلي مونکي
نندين جيڪڏهن مان ڪپٽي آهيان ته، جئن هو مونکي سمجهي
رهيا آهن، پوءِ چاهي هو ڪليل لفظن ۾ ائين نه به ڪٿي چون.
اهو نندڻ لکها لوڪن جون شايد اکيون پٽي جي مونکي مهاتما
ڪري ليکڻ ۾ هوڏ بڌي بيٺا آهن. مونکي قبول ڪرڻ گهرجي
ته انهيءَ اوچيءَ مهاتماپڻي واريءَ پدويءَ تان هيٺ ڪرڻ
جو امڪان مونکي ڏاڍو پسند آهي. ۳۱

# باب ڇهون

## انٽر راشٽريہ شانتي

آءٌ اِن ڳالهہ ۾ وشواس نٿو رکان تہ ڪو منش آتمڪ اُنتي نہ ڪري ۽ اُهي جي سندس چوڌير رهن تہ تن کي اُنهو اُن نٿو ٿئي. مان اَدوئيت کي مڃيندڙ آهيان. منهنجو منش جي ذاتي ايڪي، مطلب، ۾ وِسهہ آهي ۽ اُنهيءَ ڪارڻ جنڪي ڪجهہ هستيءَ ۾ آهي تنهن جي ايڪي ۾ بہ. تنهنڪري اُئين ٿو وسهان تہ جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو روحاني ترقي ٿو ڪري، تہ ساري دنيا ٻڻ ساڻس گڏ واڌارو ڪريٿي ۽ جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو ڪِريٿو تہ ساري دنيا بہ اوتري قدر ڪِريٿي. ١

هڪڙو بہ اهڙو سدگڻ ڪونهي جنهنجو واسطو صرف هڪڙيءَ شخص جي خيرخواهيءَ سان هجي، يا جو اُن کي راضي رهي. اهڙيءَ طرح هڪڙو بہ اِهڙو اخلاقي ڏوهہ ڪونهي جو سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح گنهگار کالسواءِ گهڻن ٻين تي سڌيءَ طرح يا اڻ سڌيءَ طرح اَثر نہ وجهندو هجي. اِهڙيڪري ڪو شخص ڀلو آهي يا ٻُرو، تنهن جو نہ صرف هنجو پنهنجي پاڻ سان واسطو آهي، پر سمورو سڄيءَ پنگت سان، نہ رڳو ايترو، پر سڄيءَ دنيا سان. ٢

جيتوڻيڪ قدرت ۾ ڪافي لوڏ آهي، تنهن نہ اُها ڪسس جي ڪريٿي وحود ۾ آهي. پر سبر ٻولير جي ڪريٿي قدرت هستيءَ ۾ قائم آهي. اِنسان تباهيءَ يا وناش وسيلي نٿو گذر ڪري. سوَ-ٻرير يعني پنهنجو پاڻ سان پيار، ٻين جي سانگي لحاظ رکڻ لاءِ پاڻکي مجبور ٿو ڪري. قومون ملي پاڻ ۾ گڏجي جن تسمان. حالانڪہ تہ منش جن مان قومون ٺهن ٿيون تن ۾ هڪ ٿئي

لاءِ سنمان آهي. ڪنهن ڏهاڙي اسانکي راشٽريه قانون وڌائي ساري جڳت سان لاڳو ڪرڻو پوندو، جهڙي طرح اسان ڪٽنبي قانون وڌائي وسيع ڪيو آهي، اِنهيلاءِ ته قومون ٻاجهن — هڪ وڏيڪ وڏو پريوار. ٣

منک جاتي هڪڙيائي آهي جڏهن ڏسجيٿو ته سڀ اخلاقي قانون جا هڪجهڙا پابند آهن. اَپاٿهار جي اظر ۾ سڀ منش هڪجهڙا آهن. البت قومي پيڙ، درجي، حيثيت جا فرق ٻيا اهڙا آهن، پر جيترو انسان جو درجو مٿيرو، اوتري آهي هنجي جوابداري وڏيڪ وڏي. ٤

منهنجي جيون جو مقصد صرف ڀارتي منش جاتيءَ جي ڀائپي نه آهي. منهنجو مقصد ڇڙو ڀارت جي آزادي نه آهي جيتوڻيڪ هن وقت اُها آزادي لاشڪ عمليءَ طرح منهنجيءَ ساري جيون ۽ منهنجو سمورو وقت مونکي رڌل رکيٿي. پر ڀارت جي آزاديءَ جي پراپتي دئاران، مونکي آشا آهي ته منش جي ڀائپي واري مقصد جو اَنيڙ ٿيندو ۽ اُن ڪاريه کي هلائيندس. منهنجي ديش ڀڳتي ڪا الگ چيز نه آهي. اُها سڀ کي پاڻ ۾ سمائيندڙ آهي ۽ مونکي اُها ديش ڀڳتي نامنظور آهي جا ٻين ديشن کي آفت ۾ وجهي ۽ انهن کي لُٽي پنهنجو واڌارو ڪرڻ چاهيٿي. منهنجي ديش پريم جو چتر پيو ڪجهه ڪينهي، جي اُنيم هر هميشهه ۽ بنا ڪنهن نياري مثال جي، هرحالت ۾ عام انسان ذات جي وڌ ۾ ڀلائي سمايل نه آهي. نه فقط ايترو، پر منهنجو ڌرم ۽ منهنجي حب وطني، جا منهنجي ڌرم منجهان ٿي نڪتل آهي، سا سڀ پرڪار جي جيوت ۾ سمايل آهي. مان ڀراتري ڀٽي يا هڪجهڙائي جو اَنيڙ ڪرڻ ٿو گهران، نه صرف اُنهن جيون سان جنکي اِنسان چيو ٿو وڃي، پر مان هر پرڪار جي ساهوارن سان سمتا جو اَنيڙ ٿو چاهيان، اِهڙن جيون

سان ٻڌل، جي ٻرڻوٽ ۾ ئي سُرندڙ ۽ رڙهندڙ آهن، جي ڪنهن ڏل کي ڏڏڪو ئي ڏيان، ته جيڪر انهن چوان ته مان گهرائي ته ڏرڻ ۾ ئي چرندڙ جيوڻ سان به هڪجهڙائي حاصل ڪريان، چاڪاڻ ته اسين ساڳئي ئي آپائتهار مان پيدا ٿيڻ جي دعويٰ رکون ٿا، ۽ جنهن صورت ۾ انهن آهي، ٺنهن صورت ۾ سڀ جيوت جاهي ڪهڙي به روپ ۾ ٺظر اچي، واسٽو ۾ ته هڪڙ ياٺي آهي. ٥

سوديش ڀريمي ٿيڻ ٻنا، انتراشٽريه ڀريمي ٿيڻ ڪنهن لاءِ به ناممڪن آهي. انتراشٽريتا جو پاڙ ممڪن ٿئڻ لڏهن آهي، جڏهن سوديش پاڙ حسبٽي ٻڌجي ٿو، يعني، جڏهن ڏار ڏار ملڪن ۾ رهندڙ لوڪ پاڻ ۾ سنگهٽس ٿي هڪ سُر ۾ هلن. اهو راشٽرپٽو ته آهي جو ٻرو آهي. اها ٺنگدلي، خود غرضي، الڳپٽو آهي جو هاڻوڪن راشٽرن جي ستياناس ڪندڙ آهي ۽ اهائي ٻرائي آهي. هرڪو ٻئي جي هرج منجهان فائدو وٺڻ ۽ هنجي ٻربادي ذريعي اُسرڻ ٿو چاهي. ٦

آءٌ ڀارت جو هڪڙو نماڻو خدمتگار آهيان ۽ ڀارت جي سيوا ڪرڻ جي ڪوشش ذريعي مان هرهنڌ انسان ذات جي سيوا ٿو ڪريان... پهڪ جيون جي ذري گهٽ پنجاهه ورهين ڪاٿوءِ اح مان چئي سگهان ٿو ته منهنجي راشٽر جي سيوا ساري دنيا جي شيوا سان اڻ ٺهڪندڙ ڪينهي. ان سڏالت ۾ منهنجو سچو وڌلوئي رهيو آهي. اهو خاصو سڏالت آهي. ان سڏالت جي قبوليت ئي ٺئڻ دنيا جي اوستا ۾ سڀ سنهنجائي آئيندي ۽ اسانجي ڌرتيءَ ئي وسندڙ قومن منجهه ٻرسپر حسد ۽ بدگمانيءَ کي بنجو ڏيندي. ٧

هڪ ٻئي جو آڌار منش لاءِ اهڙوئي آدرش آهي ۽ هٺڻ گهرجي. جهڙو خود ٻوري وارو آدرش. منش سماجڪ جنو

آهي؛ سماج اندر هڪ ٻئي سان لڳ لاڳاپي ڌاران هو ساري
جڳت سان ايڪتا جو انڀوُ نہ ڪري سگهندو ۽ نہ پنهنجي
آپي ڏُئيءَ کي دٻائي سگهندو. هنجي سماجڪ پرسپر آڌار
ڌاران ئي هو پنهنجي لسچي جي پرک ڪري سگهيتو ۽ ٻڻ
سچائي سنديءَ ڪسوٽي تي پاڻکي صحيح ثابت ڪري
سگهيتو. جي نہ انسان اهڙيءَ حالت ۾ هجي يا اهڙيءَ طرح
پاڻکي رکي جئن پنهنجي همجنس ڀاين کي سڀ قسم جي
آڌار کان ٻنهہ آجو هجي تہ جيڪر هؤ اهڙو تہ ايماني ۽
اهنڪاري ٻڻجي، جو دنيا لاءِ سچو پچو بوجو ۽ آزار ٿي پوي.
سماج جي آڌينتا هنکي ماڻهپي جو سبق ٿي سيکاري. ماڻهوءَ
کي پنهنجن تمام ضروري احتياجن مان گهڻن جي پنهنجي پاڻ
پورائي ڪرڻ لاءِ سمرٿي هئڻ گهرجي، سا ڳالهہ پڌري پيئي
آهي؛ پر مونکي تہ اها ڳالهہ بہ اهڙي ڀائي پڌري پيئي لڳي تہ
جڏهن خود پورتي ايتريءَ حد تائين نيجي ٿي جو پاڻکي
سماج کان ڇٽي الڳ ڪري ٿو ڇڏجي تہ اهو ڌري گهٽ
پاپ جي برابر ٿو ٿئي. خود ڪپهہ اُپجائڻ کانوني سٽ ڪتڻ
تائين، جملي ڪارروائن نسبت ٻڻ ماڻهو پنهنجي پاڻ پورائي
ڪندڙ ٻڻجي ٿو سگهي. هنکي ڪنهن هڪ نہ ٻئي منزل
تي پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين جو سهارو وٺڻو ئي پوندو. ۽
جيڪڏهن ماڻهوءَ کي خود پنهنجي پريوار جي مدد وٺڻي
پوي ٿي تہ پوءِ پاڙيسرين کان ڇو ڪين وٺي؟ جي نہ تہ اُن
مهاواڪيہ جو ڪهڙو اَرٿ آهي تہ ”سنسار منهنجو پريوار
آهي“؟ ٨

پنهنجو پاڻ ڏانهن، پريوار ڏانهن، ديش ڏانهن ۽ جڳت ڏانهن
جيڪي بہ فرض آهن سي هڪ ٻئي کان علحدا يا الڳ نہ
آهن. ماڻهو پنهنجو پاڻکي يا پنهنجي پريوار کي ڏک ڏيڻ سان
ديش جي ڀلائي ڪري نہ سگهندو. ساڳيءَ طرح دنيا کي

نقصان رسائڻ سان به پنهنجي ديس جي سيوا ڪري ڪين
سگهندو. آخرين چند چاڙ ۾ اهين سمجهندو ته اسانکي مرڻ
جان ڏيڻ گهرجي انهيءَ لاءِ، ته پريوار جيئرو رهي؛ پريوار کي
مرڻ ڏيڻ گهرجي انهيءَ لاءِ، ته ديس زنده رهي؛ ديس کي قربان
ٿيڻ گهرجي انهيءَ لاءِ، ته دنيا هستيءَ ۾ رهي. مگر فقط پورڻ
وستوءَ تي قرباني ۾ آڇي سگهجون. ٿنهنڪري آتم-شڌي
پهريون قدم کڻندو. جڏهن هردو پورڻ آهي تڏهن اسانکي
هڪدم اليؤ ٿئي ٿو ته هرهڪ پل ۾ اسانجو ڪرتويه ڪهڙو آهي. ٩

سونهري راه ته اها آهي ته دنيا سان دوستي ڳنڍجي ۽
ساري انساني ڪٽنب کي هڪ ڪري ليکجي. جيڪو
پنهنجي ڌرم ۽ ٻئي ڌرم جي پوڄارين جي وچ ۾ ڀيد ٿو رکي،
سو پنهنجي ڌرم وارن کي جهٽڪ آڻي سگهيا ٿو ڏئي ۽ ولجهوڳ
۽ اڌرم لاءِ رستو ٿو کولي. ١٠

آءٌ ڀارت جي آزاديءَ لاءِ جيان ٿو ۽ ان لاءِ جان ڏيندس
جاڪاڻ ته اها آزادي سڀ جو ڀاڳو آهي. فقط آزاد ڀارت ئي
سچي پرمشور کي پوڄي سگهي ٿو. مان ڀارت جي سوتنترتا
ڪاڻ ڪم ڪريان ٿو جاڪاڻ ته منهنجو سوديش پريم مونکي
سيکاري ٿو ته ان ۾ جنم لهي ۽ اُنجي سڀيتا سنسڪرتي ورثي
۾ وٺي، مان اُنجي سيوا ڪرڻ ڪاڻ سڀ کان وڌيڪ لائق
آهيان ۽ اُنجو به منهنجي سيوا تي پهريون حق آهي. مگر
منهنجي ديش ڀڳتي الڳ، اڪيلائي نه آهي، نه فقط ٻئي
قوم کي نقصان نه رسائڻ، پر سڀني جو صحيح معنيٰ ۾ ڀلو
ڪرڻ لاءِ ئي رٿيل ڪيل آهي. منهنجي ڪلپنا جي ڀارت
جي آزادي، دنيا لاءِ ڪڏهن به خوف جو باعث ٿي نٿي
سگهي. ١١

ديش لاءِ اسين آزادي چاهيون ٿا، پر نه ٻين کي هرج

وجهي يا اُنهنکي ڌُهي ۽ اِنهيءَ منشا سان ته ٻين ملڪن کي ذليل ڪريون. مونکي ڀارت جي آزادي نه کپي جيڪڏهن اُنجو اِهو مطلب آهي ته انگلنڊ جو خاتمو ٿئي يا انگريز لوڪ صفحي هستيءَ تان ميسار جي وڃن. مونکي پنهنجي ملڪ جي آزادي کپي اِنهيءَ لاءِ ته ٻيا ملڪ منهنجي آزاد ملڪ منجهان ڪجهه پرائين، اِنهيءَ لاءِ ته منهنجي ديس جا آرٿڪ واهڻ وسيلا مانَک جاتيءَ جي فائدي لاءِ ڪتب اچي سگهن. جهڙيطرح ديش ڀڳتيءَ جو متواج اسانکي اِهو سيکاريشو ته هڪ جڻي کي ڪٽنب خاطر مرڻو آهي، ڪٽنب کي ڳوٺ لاءِ، ڳوٺ کي ضلع لاءِ، ۽ ضلع کي پرانت لاءِ، ۽ پرانت کي ملڪ لاءِ قربان ٿيڻو آهي، عين ساڳيءَ طرح، هڪڙي ملڪ کي آزاد ٿيڻو آهي اِنهيءَ لاءِ، ته جي ضرور ٿئي ته دنيا جي فائدي لاءِ جان ڏئي. تنهنڪري راشٽريتا لاءِ منهنجو پيار يا راشٽريتا نسبت منهنجو ويچار اِهو آهي ته منهنجو ديس سوتنتر ٿئي، ۽ جي ضرورت ٿئي ته سڄو ديش مري جان ڏئي اِنهيءَ لاءِ ته انسان ذات زنده رهي. اُتي جاتي نفرت کي ڪابه جڳهه ڪانهي. اسانجو راشٽر پڻو اهڙو ٿئي. ١٢

حڪومت جي ٺاهيل سرحدن جي پريان، اسانجي پاڙيسرين تائين پنهنجون خدمتون وڌائي وسيع ڪرڻ کي ڪا حد نه آهي. ڀڳوان اُهي سرحدون ڪڏهن ڪين ٺاهيون. ١٣

ساري دنيا سان مترتا منهنجو اُديش آهي ۽ آءٌ گهٽي ۾ گهٽو پيار ۽ انرت جو گهٽي ۾ گهٽي ورود ٻئي ڳنڍي ملائي سگهانٿو. ١٤

مون ليکي ديش ڀڳتي ساڳيائي آهي جهڙي اِنسانيت. مان ديش پريمي آهيان ڇاڪاڻ جو آءٌ انسان آهيان ۽ انسانيت رکانٿو. آها ديش ڀڳتي الڳتا واري نه آهي. مان ڀارت جي سيوا ڪرڻ لاءِ انگلنڊ يا جرمنيءَ کي هرج هاڃو نه رسائيندس

منهنجي زندگيءَ جي وڏا مرشيشاتيءَ کي کابه جاءِ ڪانهي.
ديش ڀڳت جو قانون ڪنهن ڪتب جي وڏي جي قانون
کان نيارو ڪونهي. ۽ هڪ ديش ڀريمي جيتري قدر گهڻو
برمارٿي آهي، اوتري قدر هو گهڻو ديش ڀريمي آهي. شخصي ۽
سياسي قاعدي جي وچ ڪو جهڳڙو يا ڇنڊڇاڻ ڪانهي. ١٥

اسانجي تمام لڙائيون اڪي انگريزن سان آهي ۽ نه وري
اولاهين ملڪن سان. اسانجو اسهڪار آهي اُنهيءَ سرشتي
سان جو انگريزن استاپن ڪيو آهي، جو واديءَ تهذيب ۽ اُن
سان لاڳو طمع ۽ هٿن کي ڏهڻ واريءَ ڪار سان. اسانجو اسهڪار
آهي ڀيڇڻو ياڻ مچهه لي جهالي پائڻ. اسانجو اسهيوڳ آهي
انگريزي حڪمراني سان، سندن شرطن شرطن تي سهڪار
ڪرڻ کان انڪار. اسين انهن کي چئون ٿا: "اچو ۽ اچي
اسانجي شرطن تي اسان ساڻ سهڪار ڪريو ۽ ٻوءِ سڀ ڇڳو
ٿيندو، اسان لاءِ، اوهان لاءِ ۽ دنيا لاءِ." اسانکي ڀيهڻ ڀرن
کان ني ڪجهي وڃڻ کان ناري وارڻ گهرجي. هڪڙو هڏدڙ ماڻهو
پن کي بچائي نٿو سگهي. ٻين کي بچائڻ لاءِ لائق ٿيڻ لاءِ
لاءِ اسانکي پاڻکي بچائڻ جو ادم ڪرڻ گهرجي. ڀارتي راشٽريٽو
الڳ نه آهي، نڪي اڳرائي ڪندڙ ۽ نه ناستي آڻيندڙ. اهو
راشٽريٽو صحت بخش، ڌارمڪ ۽ انهن ڪري پرمارٿي آهي.
منش جاتيءَ لاءِ پاڻکي قربان ڪرڻ جي اهليت رکڻ کان اڳ
ڀارت کي پاڻ زنده رهڻ سکڻ گهرجي. ١٦

"[illegible] جاڻيان ته انگلنڊ شڪست کائي يا ڪيس ٽيچو لوالسو
[illegible] ست پال جي وڏي ڳرجا کي رسيل نقصان بابت معلوم
[illegible] منهنجي دل کي ڌڪ رسي آهي. مولڪي اعتراض
[illegible] آهي جيترو جيڪر ڀڃجي، جيڪڏهن هندان نه
[illegible] مندر يا جامع مسجد جو نقصان ٿيو آهي. مان

بنهي ڪاشي وشوناٿ مندر ۽ جامع مسجد ۽ بڻ سنت پا
جي شاهي ديول جو پنهنجي جان ڏيئي به بچاءُ ڪرڻ پسن
ڪندس، پر اُنهنجي بچاءَ لاءِ هڪڙي به حياتي ڪين وڃندس
برطانوي لوڪن سان اُهوئي منهنجو بنيادي اختلاف آهي
تنهن هوندي به منهنجي ساڻن همدردي آهي. انگريز
ڪانگريسي يا ٻيا جن تائين منهنجو آواز پهچي، سي اِها غلط
نه ڪن ته منهنجي همدردي ڪنهن ساڻ آهي. اِهو انهي ڪري
نه آهي ڇاڪاڻ ته مونکي برطانوي قوم لاءِ پريم آهي ۽ جرمن
قوم لاءِ ڌڪار. مان نٿو ڀانيان ته جرمن لوڪ هڪڙي
قوم جي حيثيت ۾، انگريزن کان ڪي بدتر آهن يا اٽالي لوڪ
ڪي وڌيڪ خراب آهن. اسين مڙيئي ساڳئي رنگ ۾ رڱيل
آهيون؛ اسين مڙيئي هڪڙي وڏي وسيع انساني پريوار جا ڀاتي
آهيون. مان انهن جي وچ ڪي به ڀيد تفاوت رکڻ کان انڪار ٿو
ڪريان. مان هندواسين جي ڪنهن نه طرح اُتم هئڻ جي دعوي
نٿو رکان. اسان ۾ به ساڳيا سدگڻ آهن ۽ ساڳيائي اوگڻ.
اِنسان ذات ڏار ڏار بند طبقن ۾ وراهيل نه آهي جنهنڪري
هڪڙي مان ٻئي ۾ اسين ڪو وڃي نٿا سگهون. اُهي
ڀلي هڪ هزار ڪوهه پرن والارين، مگر اُنهن سيني جو پاڻ ۾ هڪ
ٻئي سان ناتو آهي. مان ائين نه چوندس: "ڀارت ئي
سمپورن هجي، پوءِ ڀلي سڄي دنيا ناس ٿي وڃي." اِهو
سنديش منهنجو نه آهي. ڀارت سمپورن ٿيڻ گهرجي مگر دنيا
جي ٻين راشٽرن جي بهبوديءَ سان نهڪندڙ نموني ۾. مان
ڀارت کي ثابت سالم رکي سگهانٿو ۽ اُنجي آزادي به صحيح
سلامت، فقط جيڪڏهن مان سڄي انساني پريوار جو خير خواه
آهيان ۽ نه رڳو الهيءَ انساني پريوار جو، جو ڌرتيءَ جي هن
ننڍڙي هند تي ٿو رهي جنهنکي ڀارت ٿو سڏجي. اُهو ڀارت
ڪافي وڏو آهي ٻين ننڍڙن راشٽرن جي ڀيٽ ۾ مگر هن

وسيع دنيا ۾ يا ڪائنات ۾ ڀارت ڇا آهي؟ ١٧

دائمي امن امان جي امڪان متعلق ويساهه نه ڪرڻ آهي
جڻ نه انساني طبع جي ايشوريتا کي نه مڃڻ. هلندڙن اعتبار
ڪبل طريقا ناڪامياب ويا آهن ڇاڪاڻ ته جن حاڪمن ڪئي
آهي تن جي ثابت قدم صداقت يا اصول سچائيءَ ۾ ڪمي
پئي رهي آهي. انهن ۾ ڪوبه نه آهي اها ڪمي ڪا محسوس
ڪانه ڪئي آهي. شرطن جي اڏوگاريءَ سراپاميءَ سان صلح
شانتي حاصل ٿيڻي نه آهي جهڙيءَ طرح ڪڪڙو ڪيميائي
مرڪب ٺهڻ ناممڪن آهي جيسين انجي حاصلات لاءِ
شرطن جي مڪمل بجاآوري نه ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن
منش جاتيءَ جا سونيڪار ڪبل اڳوان، جنجو تباهيءَ جي
ڪَلُن (هٿيارن) تي ضابطو آهي، انهن هٿيارن جو استعمال
بلڪل ترڪ ڪن، ان جي تحت جي پوري پوري ڄاڻ
هجين، ته پوءِ دائمي امن امان حاصل ٿي سگهندو. برٽوي جون
وڏيون طاقتون جيسين پنهنجي شهنشاهي رٿائن جو تياڳ نه
ڪيون ڪن ليسين اهو اصلي ناممڪن آهي. اهو وري به
لبسن ناممڪن نظر ايندو جيسين اڪر وناشڪ هٿيارن ۽ چڙهت
کي مڃڻ ۽ گهرجن وڏائڻ جي خواهش ڪرڻ ۽ تنهن ڪارڻ
پنهنجي دنوي ڌن مال ۾ اضافو آڻڻ کان وڏيون قومون
باز نه آيون آهن. ١٨

آءٌ ايترو به ويچار لاءِ پيش ڪندس ته اهو سڏائت [آهنسا جو]
حڪڙين حڪومتن جو بين حڪومتن سان ورتاءُ ۾ به ڪارگر
ٿيندو. مان ڄاڻان ٿو ته گنڊيل ٽرائي ڏانهن اشارو ڪرڻ سان مان
حد نازڪ وشيه کي ڇهڙي رهيو آهيان. مگر ان مسئلي کي
چٽيءَ صاف ڪري سمجهڻ خاطر مونکي انهن ڪرٽوٽي بولڻو
اها هئي. جڏهن مون سمجهيو آهي، پنهجي ڏري طرفان پاڪي

مالا مال ڪرڻ واري لڙائي. ڪمزور قومن کي ڏهي ڦرلٽ
وراهست لاءِ اِها لڙائي هئي جنهنکي ٻيءَ طرح پوشيدي
۾ ڪٽي چئجي دنيا جو واپار... ڏسڻ ۾ ايندو تہ يورپ
عام طرح هٿيار ترڪ ڪرڻ واريءَ نيتيءَ جو آرنڀ ٿئي،
ڪنهن ڏينهن اوس ٿيندو، تنهن کان اڳ، يورپ آپ گهاٽ
سو نہ ڪري، ڪا قوم ضرور نڪري نروار ٿيندي ۽ هٿيار
ترڪ ڪرڻ جو ساهس ڪندي ۽ وڏا جوکم پاڻ تي کڻندي
اُنهيءَ قوم ۾ اهنسا جي سطح جيڪڏهن اهو اوسر خوش نصيب
اچي ٿو سهڙي، سياويڪ طرح ضرور ايتري اوچي چڙهي
ويل هوندي جو اُها ساري سنسار جي سنمان يوگيہ بڻجي
پوندي. اُنجون نقطي نگاهون چوڪ رهت، اُنجا فيصلا پڪا پختا
هوندا، سورهيائيءَ واري خود قربانيءَ لاءِ هنجي لياقت وڌيل
هوندي ۽ پوءِ اُها قوم جيترو پاڻ لاءِ اوترو ٻين قومن لاءِ زنده
رهڻ چاهيندي. ١٩

هڪڙيءَ ڳالهہ جي پڪ آهي. جيڪڏهن هٿيارن وڌائڻ جي
چريائي واري ڊوڙ هلي، تہ اُنجو يقيني نتيجو ٿيندو هڪ
اهڙو ڪوس جنهن جهڙو اتهاس ۾ ڪڏهن نہ ٿيو آهي. جي
ڪڏهن ڪو فاتح بچيو آهي تہ اُهائي فتح اُنهي سوڀاري ٿي
ڪنتل قوم لاءِ جيئري ئي موت برابر آهي. اهنسڪ طريقو
جنهنجي مڙيني شاندار نتيجن سميت، نڊر ٿي ۽ بنا شرط جي
قبولبو تہ سر مٿان ڪڙڪيل يا ايندڙ ناستيءَ کان بچي
سگهڻ ڪونهي. ٢٠

ڪڏهن هيچ نہ هجي تہ هوند فوجي اسباب جي ضرورت
ڪانہ پوي. اهنسا جو منتو لازميءَ طرح گهريتو تہ ڪنهن
پ ۾ غير واجبي فائدو کڻڻ کان پورن ريت بازرهجي. ٢١

ئي پرائي ملڪ کي ڌُهڻ جو ڀاؤ ويندو رهيو

# باب ستون

## منش ۽ مشين

مونکي قبول ڪرڻو پوندو ته مان آرٽڪ وهنوار ۽ نيتڪ وهنوار جي وچ ڪا حد ڪانه ٿو نهرايان يا نه ڪو ڀيد ٿو رکان. آرٽڪ وهنوار جو ڪنهن منش يا قوم جي اخلاقي بهبودي کي ضرر ٿو رسائي سو ڪُنيتو آهي، ۽ تنهنڪري، دوشي. اهڙي طرح اهو آرٽڪ وهنوار جو اجازت ٿو ڏئي ته هڪڙو ملڪ ٻئي کي پنهنجي هيج جو شڪار بڻائي، سو ڪُنيتو آهي. ۱

مقصد جو حاصل ڪرڻو آهي سو آهي انساني سک ۽ تنهن سان گڏيل پورن مانسڪ ۽ نيتڪ واڌارو. مان "نيتڪ" صفت ڪم ٿو آڻيان جو "اڌياتمڪ" شبد جو سمرارٿي (هم معنيٰ) آهي. اهو مقصد حاصل ڪري سگهبو گڏيل ڪي ورچڻ واري سلسلي هيٺ. هم مرڪز ڪرڻ وارو سرشتو اهنسڪ سدانت تي اڏيل سماج سان ارڻ نهڪندڙ آهي. ۲

آءٌ صاف صاف پنهنجو يقينو ظاهر ڪندس ته وڏي پئماني تي پئداوريءَ جو خفت ئي دنيا مٿان سنڪت آڻڻ لاءِ جوابدار آهي. پل پر لاءِ ڪٿي فرض ڪجي ته ڪلون (مشينون) انسان ذات جي مڙيئي احتياجن جو پورائو ٿيون ڪن، تڏهن به اُهي ڪلون خاص خاص ايراضين ۾ پئداوري هڪ هنڌ ڪني ڪنديون ويندون ۽ تنهن لاءِ اوهانکي ورن-وڪڙن وارڙي رستي، هيڏي هوڏي ڦرڻو پوندو، انهيءَ لاءِ ته وراهست گهٽ وڌ نه ٿئي، هوڏانهن جيڪڏهن پئداوري ۽ ورهاست ٻئي جدا جدا ايراضين ۾ ٿين جتي ئي شيون گهربل آهن ته اُها وراهست ازخود

باقاعدي پيٽي هلندي ۽ اُلي دغابازيءَ جو امڪان گھٽ
رهندو، ۽ سڀني جو ڀلو ٿ.    ٣

وڏي پيماني تي پيداوار، واپرائيندڙ جي سچي پچي گهرج
جو ڪو به ڌيان نٿي رکي. جيڪڏهن وڏي پيماني واري
پيداوار خود پاڻ هڪڙو ثواب هجي ۽ جيڪر بيحد ڪلياڻ
ڪري سگهي. مگر اهو پوريءَ طرح ڏيکاري سگهبو ته وڏي
پيماني واري پيداوار پنهن جي پاڻ منجهه، پنهنجون حدون
مقرر ٿي ڪري. جيڪڏهن مڙني ملڪ وڏي پيماني واري
پيداواريءَ وارو سرشتو اپنائن ته انهن جي پيداوار ڪاڻ
ايڏي وڏي منڊي لڀندي ڀلا ڪاٿي. وڏي پيماني واري پيداوار
به مجبوراً بيهي ويندي.    ۴

آءٌ ٿو مڃان ته ڪو ڪلن ڪارخانن وارو سرشتو ڪنهن نه
حالت ۾ ڪنهن نه ملڪ لاءِ ضروري آهي، ڀارت جي حالت
۾ ته اهائي گهٽ ضروري آهي. سچ پچ منهنجو اهو وشواس
آهي ته سولتو ڀارت ڏکي دنيا ڏانهن پنهنجو فرض تڏهن
بجاءِ آڻي سگهندو جڏهن اهو پنهنجا هزارين گهرو هنر ڪولڻ
۽ زور ولاڻ سان، ۽ دنيا سان صلح شانتي ۾ رهڻ سان،
سادي ۽ شاندار جيون گذاريندو. اوچ ۽ اُتم ويچار بلڪل
اڻ ٺهڪندڙ آهي دنيوي منجهيل جيوت سان، جنهن جو
بنياد ٻڌل آهي تکي رفتار تي، جا مايا پرستيءَ اسانجي مٿان
مڙهي آهي. زندگيءَ جو سڀ زيب زينت تڏهن ممڪن آهي
جڏهن اسين شاندار رهڻيءَ جي ڪلا سکون.
جوکائتي جيوت رهڻ ۾ شايد جوش خروش هوندو، اسانکي
خوف جي آڌر رهڻ ۽ جوکائتي جيوت گذارڻ جي وچ ۾ تفاوت
سمجهڻ گهرجي. جو ماڻهو اڪيلو هڪڙي ٻيلي ۾ گهارڻ جو ساهس
ڌاري ٿو جتي جهنگلي مورن ۽ رهندڙ وحشي ماڻهن جو آزار مٿل آهي،

سوئي بنا بندوق، ۽ ايشور ئي پنهنجو اڪيلو سهارو سمج
سو ڇٻو ته خوف جي منهن ۾ ٿو رهي. وري جو ماڻهو سدا
وچ هوا ۾ لٽڪيل ٿو رهي ۽ هيٺ ڏرتي ڏانهن ٽپي ٿو ه
جنهنتي اڪيون ڦاڙي نهاريندڙ دنيا هنتي تعجب ۽ هنج
تعريف ٿي ڪري، سو ماڻهو ڇٻو ته جوکائتي جيوت ٿو گذار
هڪڙي آهي مراد وند، ۽ ٻي آهي ٻي مطلب بيفائدي جيوت.

هاٿوڪي اَند اندوڪار جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ ڏهڻ، مار
ائين نه چوندس ته هيٺين قومن جو ذاڏين هتان، پر هڪڙين قومن
جو ٻين هتان جي پاڻ ۾ ڀراتري آهن؛ ۽ منهنجو بنيادي اعتراض
ڪلن ڪارخانن لاءِ اِنهيءَ حقيقت تي ٻڌل آهي ته اِهي ينترئي
آهن جنجي زور تي اِهي قومون ٻين کي ڏهي رهيون آهن؛ ٦

جي مونکي طاقت هجي، اِهو سرشتو اڄ هوند مان ناس
ڪري ڇڏيان. تنهن لاءِ مان جيڪر نهايت موتمار هٿيار ڪتب
آڻيان جيڪڏهن مونکي ڀروسو هجي ته اُهي اُن سرشتي
کي ڊاهيندا. مان ائين ڪرڻ کان ڪنارو ٿو ڪريان فقط ڇاڪاڻ
ته اهڙن هٿيارن جو استعمال پاڻ اِن سرشتي کي هميشه لاءِ
قائم رکندو توڙي ڪٽي اُهو هاٿوڪن ڪاروبار هلائيندڙن کي
به ختم ڪري ڇڏي. اهي جيڪي طريقن جي بدران انسانن
کي ختم ڪرڻ ٿا چاهين سي اهي طريقا ٿا اپنائين ۽ انهن
کان ئي بدتر ٿيو ٿا پون جن کي هو ناس ٿا ڪن، اِنهيءَ غلط
عقيدي هيٺ ته طريقا انسانن سان ئي ختم ٿيندا. انهن کي
خرابيءَ جي جڙ جي سمڪ ئي ڪانهي. ٧

البت ڪلن کي پنهنجي جاءِ آهي؛ اهي آيون سي آيون.
مگر انهن کي ضروري انساني پورهئي کي اُلٽ پلٽ ڪرڻ
ڏيڻ گهرجي. سداريل هُرچُگي چيز آهي. مگر جيڪڏهن

ڪنهن طرح ڪڪرو ماڻهو پنهنجي ڪنهن پنهنجي ايجاد ذريعي
ڀارت جي ساريءَ ڌرتيءَ کي هُرڪندي ڪپڙي ڇڏي ۽ ساري
زرعي پيداوار جي ضابطو ڪري ۽ ڪنهن لکها ماڻهن کي
بي ڪا ڪرت ڪاٽي ته اهي نڪ مرندا ۽ سرڪار ٺڳي
اهي موڪلت ٿي پوندا، ڇو ته اڳتي ڪنترا ئي ڇڪا آهن.
هر گهڙي خطرو آهي ته گهٽتا يا وڌيڪ نه اهيءَ اڻ وڻندڙ
حالت ۾ اچي ڌڪا کائي ويندا.

آءٌ گهرو هنرن جي طريقن ۾ هر پرڪار جي سڌاري جي
احسان ڪندس، مگر جا اها ته هٿ يا بجليءَ جي شڪتيءَ وسيلي
هلندڙ اوزارن جي رواج سان هٿ جي پورهئي کي الٽ پلٽ
ڪرڻ اهڙو ڇهڙو ڪم آهي، يا ته لکها ڪڙمين کي پنهنجي
گهرن ۾ سانگي وقت ۾ ڪا ڪرت ڪار ميسر ڪرڻ لاءِ
ماڻهو لاچار هجي. ٨

جنهن ڳالهه تي اعتراض اٿم سا آهي ڪلن لاءِ 'جُريائي' ۽ نڪ
خود ڪان لاءِ. اهو سوداءُ پيدا ٿيو آهي انهيءَ لاءِ جنهنکي
چوندا 'محنت بچائيندڙ ڪلون'. ماڻهو جيتا پورهئي کان پاڻ
آجا ڪندا ٿا جو هزارها بيڪار ٿيندي تا پون ۽ بک وگهي
مرڻ لاءِ ٻاهر رستن تي اڇليو پون. مان وقت ۽ پورهئي
۾ صرفو ڪرڻ تو چاهيان، نه انسان‌ذات جي هڪ ڀاڱي لاءِ پر
سڀني لاءِ، مان چاهيان ٿو ته ڌن هر مرڪز ٿئي، ڪلو ٿئي،
نه ٿورن وٽ پر سڀني وٽ. اڄ ڪلون صرف ٿورن کي ٿورن
مدد ڪن جي لکها لوڪن کي غلاميءَ ۾ تا جڪڙين. ان
سڀ جي پنيان زور جيڪو آهي سو نه محنت بچائڻ جي
پرمارٿي ويچار جو، پر لوڀ جو. انهن حالتن جي آءٌ خلاف
مان پنهنجي سموريءَ طاقت سان لڙي رهيو آهيان.

إنسان لاءِ ويچار سڀ کان اُتم آهي. مشين کي ماڻهوءَ جي
. ساٿڻ گهرجي. پر آءٌ ڪن ڳالهين ۾ ترالپ

ڪندس. سنگر سبڻ جي مشين جوئي مثال ونو. جيت
ٿوريون ڪمائتيون مشينون ڪڏهن به ايجاد ٿيون آهن
مان هڪڙي اها آهي ۽ خود ان تجويز نسبت هڪڙو روما
قصو آهي. سنگر نالي شخص ڏٺو ته سندس زال سبڻ جي
طول طويل ترڪيب تي پورهيو ڪري رهي هئي ۽ پنهنج
مٿن سان سبيائين ۽ اوني ٽي ڏنائين، سو هن صرف هن
لاءِ پيار وچان اها سبڻ جي مشين ايجاد ڪئي انهيءَ ل
اجائي پورهئي کان هوءَ ڇٽي پوي. ڪٿن به هن نه چاڙ
پنهنجي زال کي پورهئي کان ڇڏايو پر جيڪو به هڪڙي
سبڻ جي مشين ڳنهي سگهيو ٿي تنهنکي بڻ گهٽي پورهئي
ڪان ڇڏائي ڇڏيائين.

اها پورهئي جي نموني منجهه هڪڙي نرالپ آهي جا
مان چاهيانئو. ڏن لاءِ هيءَ ديواني ڏوڪ ڏوڪان بند ٿيڻ
گهرجي ۽ پورهيت کي پڪ ڏيارجي ته نه فقط گذراني معنتا
ملندس پر روزانو مقرر ڪم به جو فقط رڳو ڳهل گيندا ته هجي.
مشين اهڙين حالتن هيٺ، ماڻهوءَ کي جو هلائيس ٿو، اهڙيائي
مددگار ٿيندي جهڙي حڪومت کي يا انهي ماڻهوءَ کي جو
مالڪ اٿس. هاڻوڪيءَ مستيءَ واريءَ ڏوڪ ڏوڪان بند
ٿي ويندي ۽ پورهيت پوءِ، جئن چيو اٿم، ڪم ڪندو دلڪش
۽ آدرشي حالتن هيٺ. نيارا مثال جيڪي منهنجي من ۾
آهن تن مان اهو ته فقط هڪڙو آهي. سبڻ واري مشين جي
پنيان پريرهئو. انسان لاءِ ويچار سڀ کان اُتم آهي. منش جي
پورهئي جي بچت ئي مقصد هئڻ گهرجي ۽ سچي انسانيت
۽ نه لوڀ جي مراد هجي. لوڀ جي جاءِ تي پيار آڻيو، ته سڀ
ڪجهه نيڪ ٿي پوندو.



هٿ جو ڪنڊ، ڪنهن به موجوده قسم جي هنر کي اُلٽ پلٽ

ڪرڻ خاطر جڙهت نٿو ڪري، نه ئي اراد و آهي نه اهل ڪري. اُن جي اِها مراد نه آهي نه هڪڙو سگهارو منش جو پنهنجي ڪم جي ڪري ٻيءَ طرح اڌوري واري ڪرت حاصل ڪري سگهي ٿو سو ٿلهي وڃي. اُن هٿ جي هنر جي طرفان هڪڙيائي تماشا ڪئي وڃي ٿي نه فقط اهو ئي هنر آهي جو ڀارت جي ڀيش آيل اُن وڏي پر وڏي مسئلي جو ڪرت، ضروري، عملي ۽ دائمي حل ڏسي ٿو يعني مسئلو اهو آهي نه ڏري گهٽ سال ۾ ڇهه مهينا ڀارت جي آدم جو ڳهل حصو ڪنهيءَ ڪان فارغ ٿيڻ جي حالت ۾ ٻهت ٻورائيءَ لاءِ وڏيڪ ۽ ڏاڍو واري ڏنڌي جي ڪميءَ ڪري زوريءَ بيڪار رهي ٿو ۽ هنن جو نتيجو ٿو نڪري جنتا جو دائمي ٿڪ ۾ ٻاهه ٿيڻ. ۱۰

هٿ جي ڪتڻ خاطر ڪنهن هڪڙيءَ نه گهاڪاريءَ گڊرالي هنري مشغوليءَ جو تياڳ ڪرڻ جي صلاح ڏني نه ٻري رهي، ٻر اهڙو ويچار ۾ نه نه آيو اٿم. ڪتڻ جي چرخي جو سمورو بنياد انهيءَ حقيقت تي ٻسل آهي نه ڀارت ۾ ڪروڙين لسر-ٻوزهيت موجود آهن ۽ مان ايترو قبول ڪندس نه جڏهن اهڙا ماڻهو نه هجن نه ٻوءِ ڪتڻ جي چرخي جي ضرورت ئي ڪانه ٿيندي. ۱۱

نڪ سمجهندڙ ماڻهو ٻئي سڀ ڳالهه کان اڳ اول پنهنجي لاهڻ جو ويچار ڪندو آهي. ڪاڏي جي هڪڙي گرهه لاءِ هو پنهنجي آزادگي ۽ سڀ ڪجهه وڪڻندو. اهڙي آهي حالت ڀارت جي ڪروڙها لوڪن جي. اُنهن لاءِ آزادي، ايشور ۽ اهڙا سڀ حرف صرف اُکرئي آهن جي ڀاڻ ۾ ملايل آهن جنجي اصل ڪابه معنئي ڪانهي. اهي حرف انهن کي ٻي سرا ٽا... جڏهن اسين انهن ماڻهن ۾ آزاديءَ جو اُحساس ... اُنهن لاءِ ڪم ڏنڌو ميسر ڪرڻو

پوندو جو هؤ پنهنجن اُجڙيل گهرن ۾، سولائيءَ سان ڪ
سگهن ۽ جو اُنهن کي گهٽ ۾ گهٽ خالي گذران جيترو ڏي
سگهندو. اِهو فقط ڪتڻ جو اُئت ئي ڪري سگهندو. ۽ جڏ
اُهي ماڻهو خود- ياور يا پاڻ ڀرو ٿيا آهن ۽ پنهنجو پيٽ پاڙ
لائق ٿيا آهن تڏهن اسين اُن حالت ۾ وڃي اُنهن سان آزادي
ڪانگريس وغيره بابت ڳالهائڻ جهڙا ٿينداسين. تنهن ڪري
اُهي جيڪي هنن وٽ ڪم ۽ روٽيءَ ٽڪر ملڻ جا وسيلا ميسر
ٿا ڪن سي ئي انهن جا راڪا رکپال ٿيندا ۽ سي ئي آزاديءَ
لاءِ منجهن ترق پيدا ڪندا.

١٢

شهر جا رهواسي خبر ڪي جاڻن ٿا ته ڪئن اُڌ بکايل ڀارتي
جنتا ڏيمي ڏيمي مرده دليءَ ڏانهن ڀر ڪندي ٿي وڃي.
کين خبر ڪانه ٿي پوي ته ڌارئي ڏهندڙ لاءِ هو جيڪو ڪم
ڪن ٿا تنهنلاءِ اُنهن کي ٿيڇ سڪ دلاليءَ طور ملي ٿو، پيو ته
۽ دلالي جنتا منجهائي چوسيا وڃن ٿا. اهي محسوس ئي ڪو
ٿا ڪن ته برطانوي هندوستان ۾ جا قاعدي موجب حڪومت
برپا ٿيل آهي سا جنتا جي اِنهي ڏهڻ لاءِ ئي هلائي وڃي ٿي.
.. دوکي جو دليل ۽ نه وري انگن اکرن جي بازيگري سمجهائي
..مان اُها ثابتي ڇپائي سگهندي، جا ڪيترن ڳوٺن ۾ صاف
..اف نظر ايندڙ هڏن جا پڃرا ڏيئي رهيا آهن. مونکي ذرو
شڪ نه آهي ته بنهي انگلنڊ ۽ ڀارت جي شهر نواسين کي
..ب ايشور ساکي آهي، انسان ذات خلاف ان گناه لاءِ جواب
..و پوندو جنهن جهڙو گناه اتهاس ۾ شايد بي مثل آهي.

١٣

جيڪر نهايت لنبين چوڙين ڪلن جي استعمال جي فائدي
..ان جيڪڏهن انهن جي وسيلي ڀارت جي مفلسي ۽ اُنجي
..ب بيڪاريءَ کي دور ڪجي. مون هٿ جي ڪتڻ جي
ڏني آهي، جو اڻ هوند کي ٽڙي ڪڍڻ، ۽ ڪم ۽ ڏن

حي ڏڪر کي ناممڪن بڻائڻ جو ھڪڙو ئي ھڪمو وسيلو
آھي. ڪتڻ جو چرخو خود ھڪ بلڪل ڪمائتو ڪَل ٽڪر
آھي ۽ پنھنجي نماڻي نموني ۾ پارٽ جي خاص حالتن موافق
اُن منجھه سڌارا آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آئر. ١۴

آءٌ چولدس ته جيڪڏھن ڳوٺ ڇت ئي ويو ته پارٽ پڻ
ناس ٿي ويندو. پارٽ پوءِ پارٽ ئي ڪين رھندو. انجو پنھنجو
ڪاربه دنيا ۾ ڪوھجي ويندو. ڳوٺ جي جاگرتا فقط تڏھن
ممڪن آھي جڏھن انکي وڌيڪ ڏھڻ بند ڪجي. وڏي
پئماني تي شھري ڪلون، ڪارخانا ھلائڻ وارو سرشتو ڳوٺاڻن
کي سندن مانت ميٺ واري يا اثرائتي ڏيجهڻ ڏانھن لازمي طور
نيندو جڏھن جڏھن جتاپيتي ۽ خريد فروخت ڪرڻ جا مسئلا
پيش ايندا ويندا. تنھنڪري ڳوٺ خود ٻورلي ۽ لائق ٿئي
مڪيه طرح پنھنجي استعمال لاءِ ئي مال ٺاھي، تنھنتي اسان
کي ايڪاگر ٿي ڌيان ڏيڻو پوندو. جيڪڏھن ڳوٺاڻن ھنرن جو
اھو نمونو قائم ٿئي ته پوءِ اعتراض ڪونه ٿيندو جي ڳوٺاڻا
ھاڻوڪيون مشينون ۽ اوزار به، جي پاڻ جوڙي سگھن ۽ ٿن
جي وسعيت ھجين، پلي ڪم آڻين. باقي آھي مشينون ٻين
کي ڏھڻ جو ذريعو ڪري ڪم نه آڻجن. ١۵

# باب اٺون

## هوند جي وچ ۾ اڻ هوند

اُهو آرٿڪ وگيان اَست آهي جو اخلاقي مُلهه وارين ڳالهين کي
نٿو ليکي يا تن کي ويچار ۾ نٿو وٺي. اهنسا جي قانون کي وڌائي
آرٿڪ وگيان جي دايره اندر آڻڻ جي ٻي ڪا معنيٰ آهي ئي
ڪانه ڪا، سواءِ اِن جي ته انتر راشٽريه واپار کي باقاعدي
هلائڻ ۾ اخلاقي مُلهه وارين ڳالهين کي هڪ ضروري جزو
ڪري سمجهجي. ١

منهنجي خيال موجب، آرٿڪ جوڙجڪ ڀارت جو ته ڇا پر ساريءَ
دنيا جو اهڙو هجي جو ڪو به اُن هيٺ، کاڌي ۽ ڪپڙي
جي کميءَ جو دک نه ڏسي. ٻين اکرن ۾ ڪٿي چئجي، ته
هر ڪنهن کي ڪافي ڪم ڪار ملي سگهي جنهن مان هو گذر
جو پورائو ڪري سگهي. ۽ اِهو آدرش تڏهن هر جاءِ سِڌ ٿي
سگهندو جڏهن زندگيءَ جي رواجي ضرورتن جي پيداواريءَ
وارا وسيلا جنتا جي ضابطي هيٺ رهن. اِهي سڀني لاءِ مفت
ميسر هجن جئن اُپائڻهار جا هوا ۽ پاڻي آهن يا آئين هئڻ
گهرجن. اهي ٻين کي لٽڻ، ڏهڻ لاءِ واپار جو واهڻ وسيلو نه ٿيڻ
گهرجن. ڪو به ملڪ، قوم يا شخص جي جماعت، هڪ هٿي
ڪندا ته اهو ڪنياءُ ٿيندو. اِن سليس سڌانت تي ڌيان نه
ڏيڻ ئي ڪارڻ بڻيو آهي اُن درگتيءَ جو، جا نه فقط هن
ڏکي ديس ۾ پر دنيا جي ٻين ڀاڱن ۾ پڻ اسين ڏسي پسي
رهيا آهيون. ٢

منهنجو آدرش آهي هڪ جيتري ورهست. پر جيتري قدر

آڻ ۾ سي سگهائتو اهو آدرش سِڌ ٿيڻو نہ آهي. تنهنڪري مان انصاف وغ ورچ لاءِ محنت ڪريانٿو. ۳

ٻرير ۽ الڳ مال ملڪيت ڪڏهن بہ هيڪاندا رهي نہ سگهندا. سدائت جي لحاظ کان، جتي پورڻ ٻرير رهنئو آئي مال ملڪيت وڪڻ جو اصل نالوئي نہ رهندو. سڀ ٻرابري آخرين مال ملڪيت آهي. تنهنڪري ماڻهو پورن ٻرير جو ورثاءُ فقط تڏهن ٿي ڪري سگهيتو ۽ مالڪيءَ کان مڪمل طرح آجو ٿئيتو جڏهن هؤ موت کي ڳل لائڻ ۽ منش سيوا خاطر پنهنجو سر ٻر لياڳڻ لاءِ تيار رهيتو.

مگر اهو فقط اصول ۾ صحيح آهي. عملي زندگيءَ ۾، پورڻ ٻرير مشڪل سان عمل ۾ آڻي سگهونٿا ڇاڪاڻ نہ سڀ ملڪيت طور اسان سان نہ سدائين ساٿ رهندو. منش هميشہ اپورڻ رهندو ايندو ۽ اهو سدائين سنڌس ڪرلبوَ ٿيندو نہ پورڻ ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو رهي. الهيءَ ڪري ٻرير ۾ پورنتا يا ملڪيت نہ ڏاڍڻ هڪڙو نہ حاصل ٿيڻ جوڳو آدرش ٿي رهندو، جيستائين اسين جيئرا آهيون ٻر تنهنلاءِ اسانکي اڻ ورچ ٿي آدرم ڪرڻ گهرجي. ۴

منهنجي سمجھ ۾ ٿو اچي تہ اسين هڪ لبکي چور آهيون. جيڪڏهن آڻ ڪجھ بہ وناٿو جنهنجو مولکي پنهنجي لرت ضروري گهرج لاءِ ڪب ٿي ڪونهي ۽ رکي ٿو جڏيان نہ جٿبو تہ مان اهو ڪنهن ٻئي جو ٿو چورايان. مان انهي راتي کي ٻيش ڪرڻ حو ساهس ٿو ڪريان نہ اهو قدرت جو بنيادي قانون آهي، تہ ڪنهن بہ نياري ڳالھ جي، تہ اساڻن احتياجن لاءِ قدرت روزانو ڪافي ٿي آپائي، ۽ جيڪڏهن فقط هرڪو پنهنجي لاءِ پورت جيترو ڪٺي ۽ وڌيڪ ڪي نہ لي، تہ هن دنيا ۾ مفلسي رهي ٿي ڪانہ ۽ نہ هن دنيا ۾ ڪو بہ ماڻهو بک

جي. وگهٽي ٿي مري. مگر جيستائين اسان وٽ هيءَ ڪ
وڏائي آهي، اوستاءِ اسين چوري ڪندا ٿا رهون. آءٌ
سامهه وادي نه آهيان ۽ جن کي مال ملڪيت آهي تن کان
ڪسي ونڻ نٿو چاهيان؛ مگر ايترو ضرور چوندس ته شخصي
طرح اسان منجهان اُهي جي اوجهري مان سوجهروڌ سڻ چاهيم
ٿا، تن کي هن نيم جي اوس پيروي ڪرڻي آهي. آءٌ ڪنهن
ڪان به ڪجهه کسڻ نٿو گهران. پيءَ حالت ۾ چٽبو ته مان اُهنسا
ي قانون کان ڦري ٿو وڃان. جيڪڏهن ٻئي ڪنهن کي
مون کان وڌيڪ آهي، ته پل هڄيس. پر جيتري قدر منهنجي
پنهنجي جيوت کي يا نيم هلائڻ جو تعلق آهي، مان ضرور
چوندس ته جنهن به چيز جي مونکي لوڙ نه آهي سا پاڻ وٽ
رکڻ جو ساهس نه ڪندس. ڀارت ۾ روزانه هڪ ويلي تي
لاچار راضي رهندڙ ٽيهه لک ماڻهو آهن ۽ اُن هڪ ويلي واريءَ
مانيءَ ۾ اُٽن هڪ اَٽيي چپاتي، ۽ لوڻ چپٽي. جيستائين ڪ
انهن ٽيهن لکن لوڪن کي اَنگ ۽ پيٽ سُجهه ملي، تيستاءِ
اوهان کي ۽ مونکي جيڪي سچ پچ اُٽون تنهن تي ڪو
اڌڪاري ڪونهي. اوهانکي ۽ مونکي، جن کي وڌيڪ ڄاڻ
هڻڻ گهرجي، پنهنجون گهرجون حالتن آهر نهڪائڻ کپن ۽
ڻ مرادو لنگهڻ به ڪيڏجي اِنهيءَ لاءِ ته اُنهن لوڪن جي
ر سنيار ٿهل ٿئي، انگ ۽ پيٽ ملين.

۵

ڪيت نه رکڻ ۽ چوري نه ڪرڻ، ٻئي پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن.
شيءِ جا اصل کان چورايل نه آهي، سا تنهن هوندي به
ل ملڪيت ڳڻبي، جيڪڏهن ماڻهو گهرج کانسواءِ اُها
، مال ملڪيت جي هٿڻ جي معنيٰ ٿي آهي آئيندي
و. هڪ ستيہ جو طالبُ، هڪ پريم جي قانون جو پيروُ،
لاءِ ڪجهه به هٿ وس رکي نٿو سگهي. ڀڳوان سڀاڻي لاءِ
به ڪين ميڙي رکي؛ پل پل ۾ جيڪي گهربل ٿئي؛

لٽيرن کان وڌيڪ هو ڪجهه به ڪونه اپائيندو آهي. لٽيندڙن،
جيڪڏهن اسين پروردگار جي سار سنڀار ۾ ڀروسو رکون ته
اسان کي ڀڪ هئڻ گهرجي ته هو جيڪي گهرجي سو
سڀڪجهه ڏيندو. سنت ۽ سڀ ڪي جي اهڙي نصيحت سان ڀريا
آهن ته ڪي هميشه ان لاءِ پنهنجي آزمودي مان پوري
ثابتي پئي ملي آهي. اهو ايشوري قانون آهي جو انسان کي
روزمره، ٻيو وڌيڪ نه ته به هيءَ روزاني روٽي ته ڏيندو ۽
ان قانون بابت اسانجي اڻ ڄاڻائي يا غفلت ئي گهڻو وڌايون
پيدا ڪيون آهن ۽ پڻ سڀ ڏک ڏولاوا جي ساڻن لاڳو آهن.
شاهوڪارن کي پنهنجي اڌارن جو اڻ مو گنج آهي جنهنجو ڪٿي ڪم ئي
ڪونهي، ۽ جي اڌارت لٽيرن ڪري پيا رهن ٿا ۽ ضايع ٿين ٿا،
هوڏانهن ڪروڙها جهو آهن جي کاڌ خوراڪ جي ڪمي ۽ سبب
ڪک وڳهي مري ختم ٿين ٿا. جيڪڏهن هرڪو فقط اوترو رکي
جيترو گهرجس ته پوءِ ڪو به گهرج وهٽو ڪين ٿيندو ۽
سڀ سنتشت رهي سگهندا. موجوده حالت ۾، شاهوڪار به
اهڙائي اسنتشت آهن جهڙا غريب. غريب خوشيءَ سان
ڪک لکاپتي ٿيڻ چاهيندو، ۽ لکاپتي ڪک ڪروڙپتي. شاهوڪارن
کي ئي مالڪيءَ کان دست بردار ٿيڻ ۾ اڳرو ٿيڻ گهرجي، انهيءَ
مراد سان ته سنتوش جي ڀاو جو عام ڦهلاءَ ٿئي. جيڪڏهن
رکيو آهي، پنهنجي ماڪيت واجبي حدن اندر رکن ته ڀک
مرندڙ سولائي سان ٻاجهندا، ۽ شاهوڪارن سان گڏ هو به سنتوش
جو سبق سکندا. ٦

آرٿڪ سماڻتا، اهنسڪ سوراجيتا جي سياسي ڪاڻ ڪي اڳيندڙ
چابي آهي. آرٿڪ برابريءَ لاءِ ڪم ڪرڻ جو ارٿ آهي
پونجيءَ ۽ پورهئي جي وچ دائمي جهيڙو لاهي ڇڏڻ. ان
جو مطلب اهو آهي ته هڪ طرف ٿورڙن شاهوڪارن، جنجي
هٿن ۾ قومي دڳن جو گهڻو حصو اچي ڪٺو ٿيو آهي، تن

درجو هيٺ پرو ڪجي، ۽ ٻئي طرف اڻ ڳڻيا، اڻ ڳهاڙ ڪروڙها لوڪن کي سنئون ساڄو ڪري چاڙهي مٿيرو ڪجي. حڪومت جو اهڙي سرشتو سنئين سڌي اڻ ٿيڻي ڳالهه آهي جيستائين ڪ شاهوڪارن ۽ ٻڪاين ڪروڙها لوڪن جي وچ وڏو ويڪرو ويڇو رهندو. ٿئين دهليءَ جي محلن ۽ مسڪين پورهيت طبقي وارن جي بدنصيب پُونگين جو فرق، آزاد هندوستان ۾ هڪڙو ڏينهن به جٽاءُ ڪين ڪري سگهندو جنهنبر غريب به اُها ساڳي ستا ماڻيندا جا، ديس جا ڏاڻن جا ڏاتا ماڻين ٿا. هنسڪ ۽ خونخوار انقلاب جو اچڻ هڪ ڏينهن پڪي ڳالهه آهي، جيسين ڪ ڌن دولت ۽ طاقت جا ڌڻ مان پنهنجي مرضيءَ سان ان جو تياڳ ڪري ۽ عام ڀلائي لاءِ تنهن ونڊ ورڇ نه ڪندا. جيتوڻيڪ امانت داريءَ واري سڌانت تي چٽ بازي جو وسڪارو پئي ٿيو آهي تنهن هوندي به مان ان سڌانت کي چهٽيل رهانٿو. اهو سچ آهي ته اُنکي رسڻ مشڪل آهي. اهنسا جي پراپتيءَ به اهڙيائي ڪٺن آهي. ٧

هڪجهڙي ورڇ جو حقيقي مطلب اِهوئي آهي ته هر هڪ ماڻهوءَ کي پنهنجين ذاتي گهرجن جي پورت لاءِ سمر ميسر ٿي ملڻ گهرجي ۽ اُنکان وڌيڪ نه. مثلاً جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو هاضمو ڪمزور آهي ۽ پنهنجي روٽيءَ لاءِ اَٽي جا فقط به چٽانڪ گهربل اٿس ۽ ٻئي کي اڌ سير گهرجي، ته ٻئي اُنهيءَ حالت ۾ هنن گهرجن جو پنهنجون گهرجون پوريون ڪري سگهن. ان آدرش کي عملي صورت وٺائڻ لاءِ سمورو سماجڪ انتظام نئين سر سٽڻو پوندو. اهنسا تي ٻڌل سماج ٻئي ڪنهن آدرش جو پالن ڪري نٿي سگهي. اسين شايد منزل مقصود تي نه رسي سگهون، مگر اُن کي ڌيان ۾ ضرور رکون ۽ اُن جي ويجهو وڃڻ لاءِ لڳاتار ڪم ڪندا رهون. پنهنجي منزل مقصود ڏانهن جيترو وادارو ڪنداسين اوتري قدر سک ۽

سنتوش ماڻيندوسين ۽ اوڀري قدر پڻ اهنسڪ سماج جي سرشٽي
۾ واڌارو ڪرڻ جو شرف حاصل ڪنداسين.

هاڻي اچو ته ويچار ڪريون ته اهڙا وسيلا هڪ جهڙي
واسطي ڪم آڻي سگهجن. ان ڏس ۾ اڳيءَ مثل لاءِ
جنهن ان آدرش کي پهچڻ جو حصو ٻڌايو آهي،
پهريون قدم اهو ٿيندو ته پنهنجي شخصي جيوت ۾ ضروري
تبديليون آڻي. پارس جي مثالي زبان ۾ رکي، هو پنهنجون
گهرجون گهٽائي ٿوري ۾ ٿوريون ڪندو. هن جي ڪمائي
ڪوڙ ڪپٽ کان آجي هوندي. سنبازي جي خواهش ترڪ
ڪندو. هنجو ماڳ مڪان هنجي نئين نمولي جي زندگيءَ
آلوسار هوندو. زندگيءَ جي هر دائري ۾ خود ضابطو عمل ۾
آڻيندو هوندو. جڏهن هن خود پنهنجي جيوت ۾ سڀ
جيڪي ممڪن آهي ڪيو آهي، تڏهن ئي فقط هو پنهنجن ساٿين
۽ پاڙيسرين منجهه ان آدرش بابت اپديش ڪرڻ جوڳو ٿيندو.

سچ پچ ته ان هڪ جهڙيءَ ورج جي سدائيت جي بنياد
جو مدار هيٺيان گهرجي ڏنائن وٽ پنهنجي فضول ڏن جي امانتداريءَ
واري سدائيت تي. جاڪاڻ هو هڪ جهڙي ورج واري
سدائيت موجب اُنهن کي پنهنجن پاڙيسرين کان ڪجهه روڪيو
۽ وڌيڪ نه هجي. سوال آهي ته اهو ڪئين ڪجي؟ اهنسا
وسيلي؟ يا ڏنائن کان سندن ڏن مال کسي وٺجي؟ کسي
وٺڻ لاءِ سڀاويڪ اسان کي هنسا جي اوٽ وٺڻي پوندي.
اها هنسڪ ڪارروائي سماج لاءِ فائديمند ٿي نه سگهندي.
سماج اوترو ئي مفلس ٿي پوندي جاڪاڻ ته سماج اُن ماڻهوءَ
جي ڏاهپ کان وانجهي رهندي جنهن کي ڏن ڪٺي ڪرڻ
جو ڏانءُ آهي. ليڪن ڪري اهو ظاهر پيو آهي ته اهنسڪ
طريقو اعلى آهي. تونگر پنهنجي ڏن مال جو ٽرسٽي ٿي
رهندو جنهن مان هو اوترو ڪٽب آڻيندو جيڪي واجبيءَ
طرح پنهنجي شخصي گهرجن لاءِ کپندس ۽ باقي بچيل ڏن

لاءِ امانت دار ٿي رهندو جو سماج ڀلي ڪتب لائيندو. اِهيءَ
سلسلي ۾ امانت دار جي ايمانداري فرض ڄاڻبي.

گهڻي ۾ گهڻي ڪوشش جي باوجود به، جيڪڏهن،
شاهوڪار غريبن جا صحيح معنيٰ ۾ رکپال ۽ سنڀاليندڙ نه
ٿا بڻجن، ۽ غريب هيڪاري گهڻو ڇتاڙيا وڃن ۽ بک وگهي
مرن ته پوءِ ڇا ڪجي؟ اِن ڳجهارت جي ڀيٽي ڳولي لهڻ
جي ڪوشش ۾ مونکي اهنسڪ اسهڪار ۽ سول نافرماني
جهڙا صحيح ۽ اَڻ کٽ اُپاءَ ملي ويا آهن. سماج ۾ غريبن
جي سهڪار کانسواءِ شاهوڪار ڌن ڪٺو ڪري نٿا سگهن.
جيڪڏهن اِها ڄاڻ غريبن کي ٻڌولي پئجي وڃي ۽ منجهن
اِهو گيان ڦهلجي ته پوءِ هو طاقتور ٿيندا ۽ سکي سمجهي
ويندا ته اهنسا وسيلي، جن پيڙيندڙ گهٽ وڌائين کين بک
مرڻ جي ڪنڌيءَ تي اچي رسايو آهي، تن کان هو پاڻ کي
ڪيئن آزاد ڪن. ۸

اِهيءَ کان وڌيڪ اُتم يا وڌيڪ راشٽريه ڀاءُ واري ڳالهه آءٌ
سوچي نٿو سگهان ته مثلاً روز هڪ ڪلاڪ اسين سڀيئي
پورهيو ڪريون جو غريبن کي ڪرڻو ٿو پوي ۽ اِن طرح
اُنهن سان ساڳيو اُنهن جهڙو ٿي ڏيکاريون ۽ اُنهن دئاران ساري
منش جاتيءَ سان. اِنهيءَ کان بهتر پرماتما جي پوڄا، خيال ۾
به نٿي اچيم ته هنجي نانءَ ۾ مسڪينن لاءِ ڦهان جٽن هو
پاڻ پورهيو ڪن ٿا. ۹

انجيل ٿو چوي: "ڀگهر جو پورهيو ڪري پنهنجي روزي
ڪمايو". قربانيون گهڻن ئي پرڪارن جون ٿين ٿيون. اُنهن
مان هڪڙي پيٽ لاءِ پورهيو به بيشڪ ٿي سگهي ٿي:
جيڪڏهن سڀيئي پنهنجي روزيءَ لاءِ پورهيو ڪن ۽ وڌيڪ
نه ئي سهين، ته پوءِ سڀني لاءِ ڪافي قوت ۽ ڪافي فرصت

ٿيندي. پوءِ آدم جي زيادتيءَ جي ڏاڍهن ڪاڻ ٿيندي، لڪي مرض ۾ نه اهڙو ڏک جهڙو اسين حوڏاري ڏسون پسون ٿا. اهڙو پورهيو، قربانيءَ جو مها اُتم روپ ٿي پوندو. ماڻهو پوءِ لاشڪ پنهنجي تن بدن دوٽاران، يا من دوٽاران ٻيا گهٽائي ڪم ڪندا، پر اهو سڀ عام جي ڀلائيءَ لاءِ پيار جو پورهيو هوندو، پوءِ نه غني رهندو، نه غريب، لڪي اوچ لڪي نيچ، نه جوت وارو، نه اڇوت. ١٠

شايد سوال ڪيو وڃي ته پيٽ لاءِ پورهئي جي غرض ڪاڻ اٿم، پوءِ جو انيڪ ڪتابن؟ چا لاءِ، جو مان ڪان تو اهو جهڪي پنهنجو نه آهي. مان پنهنجي ديسواسين جي قرلت تي گذر تو ڪريان. هرهڪ پتسو جو اوهانجي ڪبسي مراجي ٿو پوي، سو ڏسو نه آيو ڪتان، نه پوءِ اوهانکي پتو پوندو نه جهڪي مان لکانٿو سو ڪبتري قدر نه سچ آهي....

موالڪي آلڪ اڳهاڙن ۾ پيٽ بکين حواهڙو ايمان ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ گهرجي جو ڪبن پورهئي ڏيڻ بدران، جنهنجي سخت ضرورت اٿن، مان ڪين ڪپڙو لٽو ڏيان جنهن جي لوڙ ڪانهين. ڏاڍهن مربيٺي جا پاڙ ڏارڻ جو ڏوش مان نه ڪندس. مگر جلهن جاڻ ٿي پوين نه آنهڪي سچي ڪرڻ پر واهرو ٿيو هوس، نه پوءِ آنهڪي نه روٽيءَ جا ٽوٽا ٽڪر ۾ نه پراٽا لٽل ڪپڙا ڏيندس، پر پنهنجي مجهان بهترين خوراڪ ۾ ڪپڙو ڏيندوسان ۾ پورهئي منجهه ساڻن شامل شريڪ ٿيندس....

خالق انسان کي خلقيو، نه پنهنجي گذران لاءِ پورهيو ڪري ۾ فرمايائين نه آهي جي ننا ڪمرجي کائين ٿا سي چور آهن. ١١

آرام وٺڻ يا پوڙهي ماڻي کائڻ کان اسانکي شرم اچڻ گهرجي

جيسين ڪ هڪڙو ب سگهو منارو مرد يا زال بنا ڪم يا ڪا[...]
هوند جي وچر اَڻ هوند
جي موجود آهي۔

١٢

خاص حق ۽ هڪ هٽيءَ کي مان ڌڪاريانٿو. جيڪي ڪج[...]
عام خلق سان ونڊي وراهي نٿو سگهجي، سو مون لاءِ ب نہ آهي۔

١٣

ڏنيا پل ... مونتي خنده ڪري جو مون سڀ ملڪيت کان
پاڻکي بي دخل ڪري ڇڏيو آهي. مون لاءِ تہ اِهو تياڳ پاڻ
سچو پچو لاڀ ٿي پيو آهي. مان چاهيندس تہ ماڻهو منهنجي
سنتوش تي مون سان ريس ڪن. اِهو وڏي ۾ وڏو خزانو آهي
جنهن جو آءٌ ڌڻي آهيان. اِنهيڪري ائين چوڻ شايد درست
ٿيندو تہ جيتوڻيڪ مان غريبيءَ جو پرچار ڪندڙ آهيان تہ
ب مان پاڻکي ڏنوان پرش ٿو سمجهان!

١٤

ڪنهن ب ڪڏهن ڪو اهڙو اشارو ڪونہ ڏنو آهي تہ پيڙيندڙ
ڪنگالپڻو اخلاقي گراوٽ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن ڳالهہ ڏانهن ٿو
[...]ٿي۔ هرهڪ اِنسان کي زنده رهڻ ۽ تنهن سان گڏ سمر حاصل
[...]ڪرڻ جو حق آهي جنهن سان پنهنجو پيٽ پالي ۽ جتي
[...]روري هجي اُتي اوڇڻ ۽ اجهو پاڻ لاءِ ميسر ڪري۔ انهيءَ
[...]م سادي سر انجاميءَ ڪانسواءِ، اسانکي ارٿ-شاسترين يا
[...]جي نيمن جي مدد جي ڪا درڪار ڪانهي۔
”[...]سيان جي چنتا نہ ڪريو“ اِهو آهي فرمان جنهنجو دنيا
[...] گهڻو ڪري سڀني ڌرمي شاسترن ۾ پڙاڏو ملندو۔
[...]يءَ ستيل سماج منجهہ ماڻهوءَ جي آجيوڪا ملڻ دنيا ۾
[...]۾ سولي ڳالهہ ٿيڻ گهرجي ۽ ائين ٿي ڏنو ويو آهي۔ سچ
[...] تہ ڪنهن ب ملڪ ۾ باقاعدي هلندڙ سرشتي جي برڪ،
[...]ملڪ ۾ رهندڙ لڪات پتين جي تعداد تي، پر عام خلق
[...]ڪ مرڻ جي غيرموجودگيءَ تي، منحصر آهي۔

پنهنجي اهنسا اهو برداشت نہ ڪندي تہ ڪو تندرست آدمي کي مٿس روٽي ڪارائجي، جنهن ڪنهن ايمانداريءَ جي طريقي سان ان لاءِ محنت نہ ڪئي آهي ۽ جيڪڏهن مونکي اختياري هجي تہ هر بيڪار جو سداورت هوٽل بند ڪري ڇڏيان، حتي مٿس ڪاڏو ڪارائڻ مر اچيٿو. اهي سداورت قوم کي ڪرايو آهي ۽ سُستي ۽ نڪمائي، پاکند ۽ پڻ گناه کي همٿايو آهي. ١٦

پنهنجي شاعرائي سوجهيءَ انوسار ڪوي سياڻي جي آشا ني تو جيئي، ۽ چاهي ٿو تہ اسين بہ انهن ني ڪريون. انساني ساراهبندڙ ليڻ کي انهيءَ سندر چتر جو ديدار تو ڪرائي جنهن مر پکي بولدا سوير اُسر جو آڪاش ۾ اُڏامندي اُستتيءَ جا گيت ڳائين ٿا. انهن پرندن کي پنهنجو ڏيهن جو قوت مليو آهي ۽ تڪ پکل پرن سان مٿي چڙهي ويا آهن، جنهي وڳن منجهہ اڳين رات، تهين رت جو دوڙو نيو آهي. پر مونکي پکين کي ڏسندي درد بہ محسوس ٿيو اٿم جو اهڙا پکي بہ آهن جي بالحمد هٿڙا سڀ بيڪاري سان نہ پنهنجا پر ڦڙڪائي نٿي سگهيا. انساني پرندو پارٿي آڪاش هيمت رات جو جٽن ني وڃي پاهرين طرح جڻ سمجهڻ لاءِ بستري داخل ٿئي ٿو تڪن ني صوح جو تنهن ڪان ني وڌيڪ ڪمزور ني اٿي ٿو. ڪروڙها لوڪن لاءِ اهو مدامي اوجاڳو آهي يا اها همبشهہ جي مورچاگتيءَ جي حالت آهني. اها بيان ڪان باهر دکدائڪ حالت آهي جنهن جي آزمودي ملڻ سان ني ان جو اُپئو ٿيندو. مون ڏٺو آهي تہ بيڙت روڳين کي پڳت ڪبير جو ڪو گيت ڳائي دلداري ڏيڻ يا دل وٺڻ ناممڪن آهي. بکايل ڪروڙها لوڪن لاءِ هڪڙبائي ڪوتا آهي — مٿوي ڪاڏو. اهو انهن کي ڏيئي نٿو سگهجي. اهو انهن کي ڪمائي ڪاڻو آهي. ۽ اهي پنهنجي پگهر جي بورهئي سان ني ڪئي ڪائي سگهن ٿا. ١٧

...وند جي وچ اَڻ هوند

ئنهن ڪري ويچار ڪريو ته اِها ڪهڙي نه مصيب...
ٽيهه ڪروڙ ماڻهو بيڪار ۽ اڌ بيڪار هجن جن ...
ڪروڙها سؤمان هيڻ ۽ ايشور ۾ وشواس رهـ...
روزگار بنا ذليل ٿيندا وڃن. بکايل لوڪن، جنجي ...
اَها چمڪ ڪانهي ۽ جن لاءِ روٽي ئي فقط اُنهن ...
آهي، تن جي اڳيان مون لاءِ ايشور جو سنديش ...
آهي جهڙو هوڏانهن بيڪل ڪتي جي اڳيان. مان اُ...
پوتر پورهئي جو سنديش کڻي وڃڻ سان ئي فقط اي...
سنديش وٺي کڻي وڃي سگهان ٿو. پرم ايشور بابت ڳ...
ڪرڻ نيڪ تڏهن آهي جڏهن اسين هتي لذيذ ناشتو...
اچي وينا آهيون، ۽ وڌيڪ عمدي مانجهاندي ملڻ جي...
اُٿون، مگر ڪروڙها لوڪن سان آءٌ پرم ايشور بابت ڪ...
ڪهڙيءَ طرح ڳالهايان جڏهن هنن کي ڏينهڪ ٻه ويلا ٻه نص...
نٿا ٿين. اُنهن لاءِ ايشور فقط مکڻ ۽ مانيءَ جي روپ ۾ ئي ظ...
تي سگهي ٿو.
١٨

ٻک ۾ پاهه ٿيندڙن ۽ بيڪار ماڻهن لاءِ، هڪڙو ئي دلپسن...
روپ آهي جنهن ۾ پرماتما پاڻکي سندن اڳيان ظاهر ڪري سگهي
ٿو سو آهي پورهيو ۽ محنتاڻي طور آجيوڪا جو اِقرار.
١٩

ٻين لاءِ سندن آرٿڪ اوستا ئي آهي آڌياتمڪ اوستا. اُنهن
بک مرندڙن ڪروڙها لوڪن منجهه ٻئي ڪنهن نموني ۾ سنتوش
آڻي ڪونه سگهبو. اُهو ٻيو ڪو نمونو اُنهن تي ڪو به اثر
ڪونه ڪندو. مگر اوهين اُنهن وٽ کاڌو کڻي وڃو ۽ اُهي اوهانکي
پنهنجو ڀڳوان ڪري مڃيندا. اُهي ٻيو ڪو خيال ويچار ڪرڻ
لاءِ اسمرٿ آهن.
٢٠

اهنسڪ طريقي سان اسين پونجيءَ واري کي برباد ڪرڻ نٿا
گهرون، اسين پونجي واد کي ناس ڪرڻ ٿا چاهيون. اسين
پونجيءَ واري کي ڪوٺ ٿا ڪريون ته پاڻکي اُنهنجو ٽرسٽي

ڪري ڇڏي جنهن ۾ هو پنهنجي پونجيءَ جي جوڙڻ، سانڍڻ ۽ وڌائڻ لاءِ آزاد ٿو رکي. ٻئي ورڪ پورهيت کي پونجيءَ واري جي بدلجڻ لاءِ ترسي وهڻ گهرجي. جڏهن پونجي شڪتي شالي آهي تہ پورهيو بہ ائين ئي آهي. ٻنهي مان ڪا بہ طاقت ٻنهيءَ آڻڻ لاءِ يا اپائڻ لاءِ ڪم آڻي ٿي سگهجي. ٻنهي مان هڪڙي ٻئي تي مدار ٿي رکي. ڪنهن ٿي پورهيت کي پنهنجي طاقت جو اڃا پتو ڪونہ آهي، هو شاهوڪار جو غلام ٿي رهڻ جي بدران سندس ڀائيوار ٿي رهڻ جي يوگتا حاصل ڪريندو. جڏهن هو اڪيلو مالڪ ٿيڻ جو ارادو رکندو تہ گهڻو امڪان آهي تہ اها ڪڪڙ ماري وجهي جا سونا آنا ڏيندي آهي. ۲۱

هر ڪنهن ماڻهوءَ کي زندگيءَ جي ضرورتن ۾ هڪجهڙو حق آهي جهڙيءَ طرح پکين ۽ پسن کي آهي. ۽ جنهن صورت ۾ هر هڪ حق سان گڏ اُهو جوڳو فرض بہ شامل آهي ۽ ٻہ متس ڪنهن بہ حملي کي سامهون ٿيڻ لاءِ جوڳو اُپاءُ ميسر آهي، تنهن صورت ۾ صرف ايترو ضروري آهي تہ اوائلي بنيادي برابريءَ جي اصول جي لحاظ کان جوڳو فرض ۽ جوڳو اُپاءُ ڳولهي لهجن. منهنجو جوڳو فرض آهي پنهنجي ٻانهن سان محنت ڪرڻ ۽ جوڳو اُپاءُ آهي اُنهيءَ سان اسهڪار ڪرڻ، جو منهنجي محنت جي ڦل کان مون کي وانجهو ٿو رکي. ۽ جڏهن آءٌ پونجي واري ۽ پورهيت جي بنيادي سمانتا قبول ڪندس جنهن مون کي ڪرڻ بہ گهرجي، تہ پوءِ پونجي واري جي تباهيءَ جي مراد نہ هئڻ گهرجي. ڦيرو آڻڻ لاءِ ٿي جتن ڪرڻ کپي. هن سان منهنجو اسهڪار، جيڪو هو ناحق ڪندو هوندو تنهن ڏانهن سندس اکيون پٽيندو. ۲۲

آءٌ اُن سمي جي تصوير پنهنجي اکين اڳيان ڪڍي ٿو سگهان

هوند جي وچم اَڻ هوند
جڏهن ڪوبه ماڻهو ٻئي کان وڌيڪ پريو پاڇيو نه هوندو.
باقي ان وقت جو چٽو پنهنجي اڳيان ساموهون اچيم تو جڏهن
ڏنوان ٽوڏنين کي هرج رسائي پاڻ سائو ٿيڻ کي ڏکاريندا ۽ غريب
شاهوڪار سان حسد ڪرڻ ڇڏي ڏيندا. بلڪل پورن سنسار
۾ پڻ گهٽ وڌ تاين کي ٽارڻ ۾ اسين ناڪامياب ٿينداسين
مگر جنگ جهيڙي ۽ ترشائي کان پاسو ڪري سگهونتا ۽
ڪرڻ گهرجيٿون. ڪيترائي مثال اڃا موجود آهن، شاهوڪارن
۽ غريبن جا، جي پورن منرتا جي پاؤ ۾ رهن ٿا. اسانکي فقط
اُهڙا مثال وڌائڻا آهن.

۲۳

آءِ نثو مڃان ته ڪو شاهوڪار ۽ زمين ۽ جاين جا مالڪ ذاتي
طور اوس ٻين جا ڏهندڙ بڻجن ٿا؛ يا انهن جي ۽ عام
لق جي فائدن جي وچم ڪو بنيادي يا اڻ ٽهڪندڙ
وڌ آهي. سڀ قسم جو ڌهڻ، ڏيجندڙ جي راض خوشيءَ يا
زبردستيءَ واري سهڪار تي منحصر آهي، اِنهيءَ ڳالهه
ڻ کي ڪيترو به ڪٽي ڏکاريون تڏهن به اِها حقيقت قائم
ي ته ڌهڻ ممڪن ئي ڪونه ٿيندو جيڪڏهن ماڻهو
ڙ کي مڃڻ کان نابري واريندا. مگر اِتي آپو يا آپسوارت
پوئتو ۽ اسين اُنهن ئي زنجيرن کي ڳل لايون ٿا جي
جڪڙين ٿيون. اِهو بند ٿيڻ گهرجي. جيڪي گهربل
ر اِهو نه آهي ته ڪو شاهوڪارن ۽ جاين ۽ زمين جي
جو خود خاتمو ٿئي، پر اُنهن ۽ عام خلق جي وچم
ناتو اهڙي ڪنهن روپ ۾ بدلائجي جو وڌيڪ
ش ۽ وڌيڪ پوتر هجي.

۲۴

ڙائيءَ وارو ويچار مونکي پاءِ ڪين ٿو پوي. پارت
جنگ نه صرف ٽري سگهي ٿي پر جيڪڏهن
جو سنديش سمجهيو آهي ته اُن کان ڪنارو ڪري
ڪي طبقي وار جنگ بابت ڳالهيو

اُڻ تہ آهي تن کي يا تہ اُهنسا جي ڀڃيندڙن جي ڄاڻ ڪانهي
يا تہ ڪن فقط مٿاڇرو سمجهيو اٿن. ٢٥
ڪن ٿورڙن ڪروڙپتين جي لاهي آڻڻ سان، غريبن جي ڏيڻ
کي ٻنجو ڏيئي نٿو سگهجي، سواءِ انهن غريبن جي جهالت لوارڻ
سان ۽ انهن کي ڏهندڙن سان اُسهڪار ڪرڻ جي سکيا ڏيڻ
وسيلي. ان طرح ڏهندڙن جي من ۾ ٿ ڦيرو ايندو. مون اهو
اشارو بہ پيش ڪيو آهي تہ اُلسہ ۾ ان طرح پڻ غريب لوڙي غني،
هڪجهڙا ڀاڳي ڀائي نہ ٿيا ٿي پوندا. بولڇي پنهنجي لکي جواب نہ
آهي. ان جو غلط استعمال ٿي آهي جو ٿيو آهي. ناڻي جي
ڪنهن هڪ نہ پٽي روپ ۾ هميشہ گهرج رهندي. ٢٦
جيڪي ڏات آهن تن کي هنڌ جو وڃي تہ اُهي اُن مال
ڏن لاءِ غريبن ڀاران پالڪي رکو ٿو سنتي ڪري لکن. شايد
اوهين چئو تہ اُمانت داري هڪڙو قانوني ڪلپنا جيان آهي.
مگر جيڪڏهن ماڻهو هر هميشہ اُن تي غور ڪندا رهن ۽ اُن
تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن تہ پوءِ ڌرتيءَ تي جيوت
ڌاڻي کان گهڻو وڌيڪ پريم وهٽي ٿيندي. پوري اُمانت داري،
يوڪلڊ جي نقطي جي وصف جيان هڪ خيالي چيز آهي،
جا پراپت ٿي نہ سگهندي. مگر جيڪڏهن اسين ان لاءِ اُدم
ڪنداسين تہ ڌرتيءَ تي هڪجهڙائيءَ واريءَ حالت کي وسط
لاءِ ٻئي ڪنهن طريقي کان وڌيڪ انهيءَ دنارين گهڻو اڳتي
وڌي سگهنداسين. ٢٧
ٻهچي ڏن مال جو پورو تياڳ هڪ اهڙي ڳالهہ آهي جا
رواجي ماڻهن منجهہ بہ ڪي تمام ٿورا آهن جي ڪرڻ لاءِ سمرت
آهن. ڏات طبقي منجهان جئي واجبيءَ طرح جيڪا ڪجهہ
اُميد رکي سگهجي ٿي سا اِها آهي، تہ اهي پنهنجو ڏن مال
۽ قابليتون اُمانت طور ناڻ وٽ رکن ۽ تن کي سماج جي سيوا
۾ لڳائين. ان کان وڌيڪ لاءِ زور پرڻ ٿيندو، گويا اُن سنج
ڪڪڙ کي ماري جهڙو جنهن سونا آنا ٿي لاٿا. ٢٨

# باب نائون

## لوڪشاهيءَ جننا

لوڪ شاهيءَ بابت منهنجو ويچار اِهو آهي ته اُن هيٺ هيٺين ۾ هيٺين کي ساڳيوئي وجهه هئڻ گهرجي جهڙو سگهارن مان سگهي کي. اُهو سواءِ اهنسا وسيلي ٻيءَ طرح ڪڏهن به ٿي نه سگهندو. ١

آءٌ هميشه انهيءَ راءِ تي قائم رهيو آهيان، ته سڀ ڪان تيز، سڀ کان نماڻن لوڪن سان برابر سماجڪ نياءُ ٿئي. هن اوستا کي زور زبردستي سان رسڻ ناممڪن آهي. منهنجو اِهو وشواس پڻ رهيو آهي ته اِها ڳالهه سيني کان اڏين کي جوڳي سکيا ڏيڻ سان ممڪن آهي جئن هو ساڻن ٿيندڙ اهنجن ايذاون جي نورتي، اهنسڪ اُپاون ذريعي حاصل ڪن. اُهو اُپاءُ آهي اهنسڪ اسهڪار. ڪڏهن ته اسهڪار اهڙوءَ ايتروئي فرض ٿيو پوي، جهڙو ۽ جيترو سهڪار. ڪوبه خود پنهنجي ستيا ناسيءَ يا غلاميءَ ۾ سهڪار ۽ ساٿ ڏيڻ لاءِ ٻڌل نه آهي. ٻين جي ڪوشش سان هٿ ڪيل آزادي، پوءِ اها ڪوشش ڪيترو به اسانجي ڀلي جي مراد کان هجي، جتاءِ نه ڪندي جڏهن اها ڪوشش بند ٿي ويندي. ٻين اکرن ۾ ڪٿي چئجي ته اهڙي آزادي حقيقي آزادي نه آهي. مگر سيني کان اڏين لوڪ به جئن ئي اهنسڪ اسهڪار ذريعي اُن آزاديءَ جي حاصل ڪرڻ جو هنر سکندا تئن ئي ان جي چمڪ ۽ جهلڪ محسوس ڪري سگهندا. ٢

سِول نافرماني هڪ نگرواسيءَ جو ذاتي حق آهي. اِنسانيت

ڇڏڻ بنا ھو اھو انڪار ڇڏي ڪين سگھندو. سِول نافرمانيءَ
جي ڪري ڪڏھن به وگوڙ ڦٽو نه آھي. ھنسڪ نافرماني ئي
وگوڙ ڏانھن ليٽي سگھندي. ھرڪا حڪومت ھنسڪ نافرماني
زور زبر سان دٻائي ٿي؛ جي نه ته دٻائي ته پاڻ ناس ٿي
وڃي، مگر سِول نافرماني کي دٻائڻ آھي گويا واءُ کي قيد
ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ. ٣

سچي پچي لوڪشاهي يا جنتا جو سوراج ڪوڙن ئي ھنسڪ
اپاون سان ڪڏھن به حاصل ٿي نه سگھي، سبب سليس
صاف بيو آھي ته انھن ھنسڪ اپاون جي استعمال جو
سڀاويڪ نتيجو اھو ٿيندو ته وروڌين جي دٻائڻ يا انھن
جي جڙن ناس ٿيڻ دتاران سموري مخالفت دفع ڪرڻ
بر اجي. اھو شخصي آزاديءَ ڏانھن نه ليندو. شڌ اھنسا جي
ھيٺ ئي فقط شخصي آزادي پورن ريت ماڻي ٿي سگھجي ۴

دنيا ۾ جو ھيترا سارا ماڻھو اڃا سوڌو جيئرا آھن، اھا حقيقت
ڏيکاري ٿي ته انجو بنياد بدل آھي، نه ھٿيارن جي زور تي،
پر سچ يا پريم جي ٻل تي. تنھنڪري سڀ ۾ پريم واري
ٻل جي ڪاميابيءَ جي سڀ کان وڏي ۽ نهايت پاڪ
صاف ثابتي انهي حقيقت مان ملي آھي ته دنيا جي لڙاين
جي باوجود، دنيا اڃا ھلي پئي.

ھزارھا، حقيقتاً، لکيا لوڪن جي جياپي جو مدار انهيءَ ئي
ٻل جي تمام اثرائتي عمل تي آھي. ننڍڙي روزاني زندگيءَ ۾
ڪروڙھا ڪٽنبن جا ننڍا ننڍا جهيڙا جهڳڙا، انهي ٻل جي عمل
اڳيان الوپ ٿيو وڃن. سوين قومون امن امان ۾ رھنديون.
اتهاس ان حقيقت جو ڌيان نه رکي ۽ نه رکي سگھي. اتهاس
سچ پچ پريم جي ٻل يا آتمڪ ٻل جي سنئين سڌي عمل
جي ھر ھڪ ڀڃڪڙيءَ يا رنڊڪ جو ھڪ داخلو آھي. به پاڻ

وڙهن ٿا، اُنهن مان هڪڙو پڇنائي ٿو ۽ اُهو پيار جو منجه
ستل پيو رهيو هئو تنهنکي نئين سر جاڳائي ٿو، ٻئي ورا
صلح شانتيءَ ۾ رهندا، ڪوبه اِن واقع ڏانهن ڌيان نٿو ڏئي
پر جيڪڏهن ٻئي ڀائر وڪيلن جي دست اندازيءَ ڪري
يا ٻئي ڪنهن سبب ڪان هڪ ٻئي تي حملو ڪن ٿا،
عدالت ڏانهن ڊوڙن ٿا — جو پسون ٻل جي نمايش جو پي
روپ آهي — ته اُنهنجا ڪارناما اخبارن وارا ٿهه پٺهه ڇپي ظاه
ڪندا، پاڙيسرين منجهه سندن پڇر ٿيندي ۽ گهڻو ڪري اتهاس
۾ به جڳهه ملندن. ۽ جيڪي ڪٽنبن ۽ جاتين لاءِ صحيح
آهي سو ساڳيو قومن لاءِ به آهي. ڪٽنبن قبيلن لاءِ هڪڙو
قانون آهي ۽ راشٽرن لاءِ بيو، ائين وسهڻ لاءِ ڪو سبب
ئي ڪونهي. تڏهن چئبو ته اتهاس قدرت جي راهه ريت ۾
رنڊڪن جو هڪڙو داخلو آهي. آتمڪ ٻل قدرتي يا سهج
سڀاويڪ هئڻ سبب، اِتهاس ۾ داخل نٿو ڪيو وڃي.
٥

سوراج جو سمورو مدار اسانجي اندروني طاقت تي ۽ ڳرين
۾ ڳرين ڪٺناين خلاف لڙڻ لاءِ پنهنجي سامرٿيءَ تي آهي.
جنهن سوراج جي حاصل ڪرڻ ۽ اُنکي هلائڻ ۽ ٽڪائڻ ۾
ساندهه جاکوڙ جي ضرورت نٿي ٿئي سو نانءُ ڳڻڻ جوڳو به
نه آهي. مون تنهنڪري سعيو ڪري ٻنهي واڻيءَ ۽ ڪرم
رستي ڏيکاريو آهي ته راجنيتڪ خود حڪومت — يعني مردن
۽ زالن جي وڏي تعداد لاءِ سوراج — شخصي سوراج کان ڪو
بهتر ڪونهي، ۽ تنهنڪري، اُهو حاصل ڪرڻو آهي ۽
عين بين ساڳين ئي اُپاوَن وسيلي جيڪي شخصي سوراج يا
آتم-راج لاءِ گهربل آهن.
٦

حقن جو حقيقي بنياد آهي فرض. جيڪڏهن اسين سڀيئي
پنهنجا فرض ادا ڪندا رهون، ته حق لاءِ پري ڏورڻو نه

پوندو سين. جڏهن فرض، ٻيا ٻاهرين جي چڙهي، اسين اڌ ڪارڻ پنهنجا ڊوڙندا سين ۽ رحمت جي ڀاڳيدار اسان کان پري هوندا ويندا. جيترو گهڻو اهي جي پنهنجا ٻولداسين اوترو ئي پري آهي اسان کان ڀڄندا ويندا. ٧

منهنجي نظر ۾ سياسي طاقت ڪو مقصد ڪونهي، پر لوڪن کي زندگيءَ جي هر ڪيتري ۾ پنهنجي حالت سڌارڻ لاءِ اپاءُن منجهان هڪڙو آهي. راجنيتڪ شڪتيءَ جي معنيٰ آهي قومي عيوضين ذريعي قومي جيون کي سنوارڻ سڌارڻ جي حيثيت ڏارڻ. جيڪڏهن قومي زندگي اهڙي پورڻ تي ٿي وڃي جو خود بخود قاعدي سان پيئي هلي، ته پوءِ ڪنهن به عيوضيٽي جي ضرورت نه ٿي. پوءِ اهڙا هڪڙي قسم جي گناوان راج-رحمت واري اوستا ٺهي پوي. اهڙيءَ اوستا ۾ هرڪو پنهنجو حاڪم آهي. هو پاڻتي اهڙي نموني جي حڪمراني ٿو ڪري جو هوُ ڪڏهن به پنهنجي پاڙيسريءَ لاءِ رنڊڪ نٿو بڻجي. انهن ڪري، ان آدرشي راج ۾ راجنيتڪ طاقت نٿيندي ڪانه، ڇاڪاڻ ته حڪومت ئي ڪانه ٿيندي. مگر زندگيءَ ۾ آدرش پوريءَ طرح سڌ ٿيندي ڪين ٿو. تنهنڪري ٿورو جو عمدو اول درجي جو واڪمر آهي، ته اها حڪومت بهترين آهي جا ٿوري ۾ ٿورو حڪم ٿي هلائي. ٨

منهنجو وشواس آهي ته سچي لوڪشاهي فقط اهنسا منجهان ئي اپري سگهندي. دنيا جي ملڪن جي گڏيل انتظام جو ماڳ فقط اهنسا جي بنياد تي ئي ڪڙو ڪري سگهجي ٿو ۽ دنيا جي معاملن منجهه هنسا صفا ترڪ ڪرڻي پوندي. ٩

سماج بابت منهنجو ويچار اهو آهي ته جيئن ته اسين هڪجهڙا پيدا ٿيا آهيون يعني هڪجهڙي وجهه جا حقدار آهيون، [illegible] ۾ سيني کي ساڳي لياقت عطا ٿيل نه آهي. اهو

قدرتي طور ناممڪن آهي؛ مثلا سڀني جو ساڳيو قد يا رنگ يا فهم جو درجو، وغيره ٿي نٿو سگهي. تنهنڪري سياويڪ طرح ڪن کي وڌيڪ ڪمائڻ جي سگهه ٿيندي ۽ ٻين کي گهٽ. قابل آدمين کي وڌيڪ لياقت هوندي ۽ هو اِن ڪم لاءِ پنهنجو ذهن فهم ڪم آڻيندا. جيڪڏهن آهي ڏيا ۽ او سان اهو ڪتب آڻيندا ته راڄ جو ڪارج سڌ ڪندا. اهڙا ماڻهو امانت دارن جي حيثيت ۾ ٿي رهندا ۽ نه ڪنهن ٻيءَ طرح. مان ڪنهن ٻڌيوان ماڻهو لاءِ وڌيڪ ڪمائڻ منظور ڪندس، پر مان هنجي ذهن کي گهٽيندس نه. مگر هنجي سرس ڪمائي جو گهڻو حصو، راڄ جي ڀلائي لاءِ ڪتب اچڻ گهرجي جهڙيءَ طرح ٻيءَ جي سڀني ڪمائيندڙ پٽن جي آمدني، گڏيل ڪٽنبي ڀواڃيءَ ۾ ويندي آهي. ذهين ماڻهن کي پنهنجي ڪمائي فقط امانت دارن جي حيثيت ۾ هوندي. شايد مان هن ان ۾ ٻيءَ طرح ناڪامياب ٿيان. ليڪن اهوئي ڪجهه آهي جنهن ڏانهن منهنجو قدم ضرور هلي رهيو آهي. ١٠

آشا اٿم ته آءٌ ظاهر ثابت ڪري ڏيکاريندس ته سچو پڪو سوراج ايندو نه ڪن ٿورن کي اختياريءَ جي ٻراپتيءَ ذريعي، پر سڀني کي انهيءَ لياقت جي حاصلات سان، جنهن جي زور تي هو ان اختياريءَ جي بداستعماليءَ جو مقابلو ڪري سگهن. ٻين اکرن ۾ ڪٿي چئجي، ته سوراج جنتا کي سکيا ڏيڻ سان پراپت ٿيندو جنهن جي احساس سان اها جنتا پنهنجي لياقت آهر ان اختياريءَ کي باقاعدي هلائي ۽ ضابطي هيٺ رکي سگهي. ١١

انگريزن جو صرف نڪري وڃڻ آزادي نه آهي. انجي معنيٰ آهي ته هڪ معمولي ڳوٺاڻي ۾ سرت سڄاڳي اچي ته هو خود پنهنجي تقدير جو اڏيندڙ آهي، هو پنهنجي چونڊيل عيوضيءَ ڏئاران پاڻ پنهنجو قانون ساز آهي. ١٢

اسان گهڻي وقت کان اهڙن ئي سوچن تي هريل آهيون ته
سياسي طاقت فقط قانون ساز اسيمبلين، راڄ سڀائن، دٿارن تي
ٽڪي اچي. مون انهي عقيدي کي هڪڙي پاري پل ڪري
ليکيو آهي جا، سلطانيءَ يا ڪنهن اهڙ دٿارن، اسانکي مندي
اسان جي مٿان بڻي آهي. برطانوي تواريخ جي مٿاڇري ابياس
منجهان اسين پاڻ اڳا آهيون ته سموري طاقت پارليامينٽ،
لوڪ سڀائن، وسيلي تي ٽمي ماڻهن ڏانهن اچي ٿي. سچ ته
اهين آهي ته طاقت ماڻهن منجهه ئي سمايل آهي، ۽ اُها
حال اُنهن کي سپرد ڪيل آهي جنکي هو پنهنجا عوضي
ڪري ٿا چونڊين. لوڪ سڀائن کي لوڪن کان الڳ پنهنجي
روح سوءِ طاقت ته جا ڀر ڪا هستي ئي ڪانهي. گذريل ايڪريهن
ورهين کان منهنجي اهاڻي ڪوشش پئي رهي آهي ته انهي
سلبس سچ جي باري ۾ لوڪن کي تسلي ڪرايان. سول
نافرماني شڪتيءَ جو خزانو آهي. ذرا تصور ڪريو، ساري قوم
قانون ساز مجلس جي پاس ڪيل قاعدن موجب هلڻ لاءِ راضي
نه ٿئي ۽ ان جي نافرمانيءَ جي نتيجن ڀوڳڻ لاءِ تيار هجي! اُهي
لوڪ سموريءَ قانون ساز ۽ ڪاروباري ماڻداڻي کي سُڪ
تهاري ڇڏيندا. پوليس ۽ فوج ٽورائيءَ وارين حالتن تي دٻاءُ
لاءِ ڪتب ايندڙ آهن پوءِ جاهي اُهي ٽورائيءَ واريون جانيون
ڪيترو نه شڪتيشالي ڇو نه هجن. مگر ڪنهن نه پوليس يا
فوج جو دٻاءُ، ڪهڙن ازحد ڀڙا ڀوڳڻ لاءِ تيار ٿي نڪتل قوم
جي اَٽل اِڇا شڪتيءَ کي موڙي نٿو سگهي.

۽ راڄ سڀا وارو سرشتو پلو فقط تڏهن آهي، جڏهن اُن جا
سڀا سد گهڻن جي اِڇا پٽاندڙ هلڻ لاءِ خواهان هجن. پس اگر
۾ ڪلي جِڙجي ته اهو سرشتو فقط هڪ پئي جي پست تي
پوندڙ ماڻهن منجهه جهڳو حاصو ڪارائتو آهي. ١٣

اسين جيڪا حڪومت چاهيون ٿا سا اِها، جا ٽورائي وارن مٿان

به زور زبردستيءَ تي نه پر اُنهنکي ڌورائي وارن کي بدل
هر خيال ڪرڻ تي بدل هجي. جيڪڏهن اُها حڪومت
گوري فوجي راج مان ڦري، ڪاري ماڻهن جو فوجي راج ٿي
پوي، ته پوءِ اسين ڇا لاءِ گوڙ بکيڙو ڪريون. هر حالت
جنتا پوءِ ليکي ۾ ئي ڪانه هوندي. اُها جنتا پوءِ، جي اِنهي
ڪان وڏيڪ نه، ته به هاڻي وانگر ساڳي لٽ ڦرو هيڻي ٿيندي.



باوجود اِنهيءَ جي ته يورپ ۾ ماڻهو راڄنيتڪ خود حڪومت
ماڻين ٿا، ته به آءٌ سمجهان ٿو ته بنياديءَ طرح جو مرض
يارت ۾ آهي سو ساڳيو يورپ ۾ به آهي... تنهن ڪري علاج
به گهڻو ڪري ساڳيوئي لاڳو ٿيندو. يورپ جي جنتا جو
ڏيجڻ ڪٽي ڇڄي بنا ڪنهن بناوت جي، هنسا جي زور تي
قائم بيٺو آهي.

جنتا جي طرفان هنسا اِن مرض کي ڪڍهن به دفع ڪين
ڪندي. ڪٿي به، هن مهل تائين آزمودي ڏيکاريو آهي ته
هنسا جي ڪاميابي ڪجهه وقت لاءِ بي بقا پٽي رهي آهي. پاڻ
گهڻي وڏيڪ هنسا ڏانهن نيو اُٿائين. هيستائين جيڪي آزمايو
ويو آهي سو آهي هنسا جا جدا جدا قسم ۽ هتراڏو وڏل پابنديون،
سي به گهڻو ڪري هنسا ڪندڙ جي مرضيءَ پٽاندڙ هونديون
آهن. نازڪ آزمائش جي گهڙيءَ، اِهي پابنديون سياويڪ طرح
ٽٽي پونديون آهن. مونکي تنهن ڪري ائين ٿو لڳي ته يوروپي
جنتا کي، جي ڇوٽڪارو پائڻو آهي ته اڳي پوءِ اهنسا گرهڻ
ڪرڻي پوندي.



ت کي ڇڙو انگريزن جي غلاميءَ کان ڇڏائڻ ۾ مونکي
ه ئي ڪونهي. يارت کي هر نموني جي غلاميءَ مان آزاد ڪرائڻ
ئي منهنجو سندرو پڌل آهي. مونکي ڪا به خواهش ڪانهي
ايسپ وازي کهاڻيءَ وانگر) ’ڪنگ‘ راجا بدلائي بندُ

راڄا کي استاپن ڪرڻ. ائين ڪري مون لکي سوراج جي
ھلچل آتم شڪتيءَ جي لئي ھلچل آھي. ١٦

اسان جي پنھنجي اُپا ٻن متان مڙھيون ۽ اسانجو زور ظلم،
مٺ جيترن الڳ پرن، ھن جي نوڪرشاھي ٻڌل آھي، تن کان ٿي
بيحد بدتر ٿيندو. اُھن الڳ پرن جو ظلمي راڄ آھي جو
مخالفت جي وچم رھڻ لاءِ ترقيءَ تورن، اُسان تي مڙھيو
آھي. اسانجي زبردستيءَ واري حڪومت ٿيندي گھڻائي وارن
جي مڙھيل، ائين ڪري اُھا ٻھرئين کان ٿي بدتر ۽ سچ پچ
وڌيڪ اڌرمي ٿيندي. ائين ڪري اسانکي پنھنجي حد حيد
منجھان ڪنھن به روپ ۾ زور زبر کي ڪڍي ڇڏڻ گھرجي.
جڏھن اسين فقط مٺ جيترا آھيون جي اڻھڪار جي
عدالت کي پنھنجي خوشيءَ جيتل آھيون ۽ پوءِ ٻين کي
پنھنجي ويچار مٺ موجب موڙڻ جي ڪوشش منجھ اسان
کي موڙي ھان نه ڏيڻي پوندي، مگر انھن ڪرڻ سان اسان
پنھنجي ڪاريه جو سچائيءَ سان اڀاءَ ۽ اُنکي پوريءَ طرح
سان پيش ڪيو ھوندو. پر جڏھن اسان، ماڻھن کي
زوريءَ پنھنجي جھندي ھيٺ آڻيندا آھيون ۽ جبور ڪ اسان
ايشور ۽ پنھنجي ڪاريه کان ٻي ڇڪ ٿيندا آھيون، ۽ اسان جيڪڏھن
ڪٿي حال سويارا ٿيندا نظر نه اچون، ڪڏھن نه انھن مجبور ڪ
اسان بدتر دشمنن حمائڻ ۾ ڪامياب ٿيا ھونداسين. ١٧

جاني ھر ڪان ٿي جيڪو برھما راڄ وادي ٿي پيدا ٿيو آھي سو
ٿمريا انتظام جو پائنده ٿيندو ٿي آھي. سيئي انساني يا ايشوري
نيمن کي خوشيءَ سان مڃڻ لئي، جيڪو رواجيءَ طرح ھريل
آھي ائنھانلا لوڪ شاھي سياوڪ ٿيو پوي. اللو وليءَ سوديءَ
۽ سکيا پنھنجي وسيلي آڏ برھما راڄ وادي ھٿ جي دعوي ٿو
رکان. جنکي برھما راڄ جي سيوا ڪرڻ جي تمنا آھي، سي پل

پرجا راڄ جي هن تڪيءَ ٻرڪ منجهان پهرين پار پئي
لائق ٻڌائين. تنهن ڪانسواءِ پرجا راڄ وادي بلڪل لسوا
گهرجي. هنجا ويچار ۽ سپنا، پنهنجي پاڻ يا پنهنجي ت
نه، بلڪ فقط پرجا راڄ بابت ئي هئڻ گهرجن. فقط تڏهن
هو ٻول نافرمانيءَ جو اڌڪار حاصل ڪندو. مان نٿو چ
ته ڪو به پنهنجا لسڇا ڇڏي ڏئي يا پنهنجو پاڻ دبائي ڇ
مان ائين نٿو چوان ته صحت بخش ۽ ايمانداريءَ وارو مت
ڪو اسان جي ڪاريه کي نقصان رسائيندو، مگر موقع ٻرس
دوڪيبازي، يا اڌورا راضيناما ضرور نقصانڪار ٿيندا. جيڪڏ
مختلف راءِ جو اوهان کي هرويرو ٿيڻو آهي ته اوهان کي اِ
خبرداري ڪرڻ گهرجي ته اوهانجا رايا جئن اوهانجي از ح
آندرين اعتقادن کي ظاهر ڪن ۽ نه ڇڙو پنهنجي ڏر جي
ڪ سيونجائتي هوڪي جي مراد هجين.

آءٌ شخصي آزاديءَ جو قدر ڪندڙ آهيان مگر اوهان کي
اِها ڳالهه نه وسارڻ گهرجي ته منش واسئو ٻ هڪ سماجڪ جيوُ
آهي. هو سماجڪ اُنتيءَ جي احتياجن سان پنهنجو سوارٿپڻو
نهڪائي ٻيهارڻ سکيو آهي ۽ ائين ئي هوُ چڙهي پنهنجي
هاموڪي ڪُڙيءَ تي رسيو آهي. اروڪ سوارٿپڻو، جهنگلي
جانورن جو قانون آهي. اسين، شخصي آزادگي ۽ سماجڪ
بندن جي وچ واري وات ونڻ سکيا آهيون. ساريءَ سماج جي
بهبوديءَ خاطر سماجڪ بندش جي باخوشيءَ پوئواري ڪنهن
هڪ شخص توڻي سماج، جنهنجو هو سيا سد آهي، پنهي
کي پريو ياڳيو ٿي ڪري.



چال چلگت جو سونهري نيم، تنهن ڪري، آهي پرسپر سهن
يلنا، جڏهن ڏسون ٿا ته اسان سيني جا هڪجهڙا ويچار
يين ٿيندا ۽ اسين سنيه کي اڏوگابرو يا الگ ذرڙن ۾ ۽

مختلف نقطي نگاهن کان ٿي ڏسنداسين. ووڪ سيني جو ساڳي ريت نه آهي. تنهنڪري جيتوڻيڪ اهو ووڪ شخصي هلت چلت لاءِ هڪ چڱو عمدو رهنما آهي، ته به اُن راهه رهت کي سيني جي مٿان مڙهڻ، گويا سڀ ڪنهن جي ووڪي آزادگيءَ سان اُسهه دست اندازي ڪرڻ جي برابر ٿيندو. ١٩

رابن جي مت ڀيد جو مطلب دشمني ڪڍڻ به نه هئڻ گهرجي. جيڪڏهن اُنجي معنيٰ ائين ڪڍجي، ته چڱو منهنجي پتني ۽ مان هڪ ٻئي جا جاني دشمن هونداسين. مان نٿو سمجهان ته دنيا ۾ ڪي به ماڻهو هوندا جنجي وچ ۾ رائي جو اختلاف نه هوندو، ۽ جڏهن ته آءٌ گيتا کي مڃيندڙ آهيان، مون هميشه اهائي ڪوشش پئي ڪئي آهي ته اُنهن کي، جي مون سان مت ڀيد رکن ٿا، ساڳي پيار محبت سان ڏٺان جنهن پنهنجن ويجهي ۾ ويجهن ۽ پياري ۾ پيارن سان هلند هلان. ٢٠

پوري پوري جيڪي ڳريون ٻلون ماڻهو ڪن ٿا سي آءٌ پاسيندو رهندس. هن دنيا ۾ هڪڙوئي ظالم آءٌ ڄاڻان ٿو سو آهي منهنجو اندر وارو ”ساڻيڪو سوڪير ناد“ ۽ جيتوڻيڪ نقط هڪڙي جي ٿورائيءَ ۾ هئڻ جو سوال درپيش اهم ته به تمرٽا پورڪ ڄاڻان ٿو ته مونکي اهڙي نا اُميديءَ جهڙيءَ ٿورائيءَ منجهه هئڻ جي ڪافي همت آهي. ٢١

آءٌ سچائيءَ سان چئي سگهندس ته آءٌ جو پاڻ عيبن سان ٻُرُ آهيان، ٻڌهن هم جنس ڀاين جا عيب آءٌ ڏسڻ ۾ ذرا سِلهو آهيان، تنهن ڪري اُنهنجي شيءِ ٻاونا جو ڪالکي آهيان. مان اهو سکيو آهيان ته ڪنهن لي به ڪرڙي راءِ نه ڏجي ۽ جي به اوڻايون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون ته ڇڏ ڇوٽ ڪريان. ٢٢

منهنجو سياءَ اَمڙ آهي، اهڙو الزام اڪثر مونتي ڌريو ويند
آهي. مونکي چولدا آهن ته مان گهڻائيءَ جي فيصلن اڳيان
نمائين ڪين. آپيشاهه هئڻ جي تهمت ڌريندا اٿم ... مان ت
هوڊ يا آپيشاهيءَ جي تهمت ڪڏهن به قبولي نه سگهيو
آهيان. اُٿلندو غير ضروري ڳالهين ۾ پنهنجي مڙلڌڙ سياڻ تي
فخر ٿو وٺان. مونکي آپيشاهيءَ لاءِ ڌڪار آهي. پنهنجي آزادگي
۽ سوتنترتا جو قدر جاڻي مان ٻين لاءِ به اهڙوئي انهن جو
قدر ڪريان ٿو. ڪوهڪڙو اهڙو جڻو به ٻاڻ سان سهمت ڪرڻ
لاءِ مونکي خواهش ڪانهي جيڪڏهن ان پرش يا استريءَ
جي ٻُڌيءَ کي مان مڃائي نٿو سگهان. مونکي پنهنجي ورتي
ايتريءَ حد تائين ڪٺي ويندي آهي جو براڻن ۾ پراڻن شاسترن
جي واکيه کي به رد ٺهرائيندو آهيان، جيڪڏهن اهي منهنجي
ٻُڌيءَ کي ياپي نه سگهندا آهن. مگر مون آزمودي مان ڏٺو
آهي ته جيڪڏهن مان سماج اندر رهڻ چاهيندي به پنهنجي
سوتنترتا قائم رکان ته پوءِ مونکي نهايت حد سوتنترتا کي فقط
اَول درجي جي اَهميت وارين ڳالهين تائين محدود رکڻ
گهرجي. ٻين سيني ڳالهين ۾، جي پنهنجي شخصي ڌرم يا
تڪ نيمن کان ڦرڻ يا هٽڻ جو سوال نٿو اُٿي ته پاڻکي
ڻائيءَ اڳيان ئي نمڻ گهرجي.

٢٣

ڏي ۾ وڏي تعداد جي گهڻي ۾ گهڻي ڀلائي" واري سڌانت
آءَ نٿو مڃان. ان جي ننگي روپ ۾ اها معنيٰ آهي ته ٥١
ڪڙي جي فرضي ڀلائيءَ جي پراپتي خاطر ٤٩ سيڪڙي
ن جو فائدو قربان ڪجي يا اجا به چئجي ته قربان ڪرڻ
ي. اهو ڪنور سڌانت آهي ۽ اِنسانيت کي ڇيهو رسايو
هڪڙوئي حقيقي شاندار اِنساني سڌانت آهي "ڪُل جو
۽ اهو گهڻي ۾ گهڻيءَ خود ـ قربانيءَ سان ئي سڌ

٢٤

جيڪڏهن اسانکي انهيءَ جي قانون کان ڪنارو ڪرڻو آهي ۽ ديس لاءِ ترتيب پري ترقي چاهيون ٿا، ته جيڪي عام خلق جي اڳواڻي ڪرڻ جي دعويٰ رکن ٿا تن کي اُنهن جي پنهنجن غلط ڪم محڪم ارادي سان انڪار ڪرڻ گهرجي. مان پاڻيان ٿو ته ڇڙو پنهنجي رائي کي اعتراض طور ظاهر ڪري ۽ انهيءَ جي راءِ اڳيان سر نوائڻ نه فقط ڪافي نه آهي مگر ضروري اُهم معاملن ۾ عام خلق جو راہو اڳواڻن کي جي سندن عقل کي نه آهري ته انجي خلاف ٿي غلط گهرجين. ٢٥

اُهو اڳوان جو سڀ قسم جي ويچارن وارن ماڻهن سان گهرائيل آهي، جو هو اوس هوندو ٿي، جبڪڏهن ووٽ جي برابر خلاف ٿو هامت ڪري، نه اڪموٽي جئبو. جيڪڏهن اندرين آواز نه اُنس جو هنکي سوگهو جهلي ۽ هنجي رهنمائي ڪري، نه هو بنا لنگر جهاز جيان اواجندو ٿي ويندو. ٢٦

ايترو قبول ڪندي نه إنسان سچ پچ عادت وَڌيڪو آهي، منهنجو ويچار اِهو آهي نه هن لاءِ بهتر ائين آهي نه اِڇا شڪتيءَ جو استعمال ڪندو رهي. منهنجو اِهو به وشواس آهي نه ماڻهو پنهنجي اِڇا شڪتيءَ کي ايستائين وڌائڻ لاءِ سمرت آهي جو ڏيڻ گهٽجي تورڪ ۾ تورو ٿي ٻوي. حڪومت جي طاقت جي وڌي وڃڻ کي آءٌ گهٽي ۾ گهٽي الديشي وجان ڏسندو آهيان، ڇاڪاڻ ته حستوڪ ڏاهريءَ طرح ڏسڻ کي گهٽائڻ سان ڀلائي ٿي ڪجي نه به شخصيت جا هر ٻرڪار جي اُنتيءَ جو بنياد آهي، تنهن کي ناس ڪرڻ سان انسان ذات کي اُها حڪومت جي طاقت وڏي ۾ وڏو ڇيهو ٿي رسائي. اسانکي اهڙين ڪيترين ٿي حالتن جو سماءُ آهي جن ۾ ماڻهن اُمانت داري ڪئي آهي ۽ اهڙو ڪو مثال ڪوٺهي جتي

حڪومت سچ پچ غريبن لاءِ ٿي هلائي وڃيتي. ٢٧

سرڪار ڳتيل ۽ ترتيب وار آڪار ۾ هنسا جو روپ ٻڻجي
پويتي. منش کي آتما آهي، پر جڙ تہ حڪومت هڪ
بيجان مشين آهي، جنهنجي هستيءَ جو هنسا تي دارومدا
آهي؛ تنهنڪي هنسا کان ڪڏهن بہ جدائي الڳ ڪري نٿ
سگهجي. ٢٨

منهنجو اهو يقينو پختو آهي تہ جيڪڏهن سرڪار پونجيواد
کي هنسا وسيلي دبائي ڇڏي تہ اها خود هنسا جي جار ۾ ڦاسي
پوندي، ۽ وري ڪڏهن بہ اهنسا جو وڪاس ڪري ڪان
سگهندي. ٢٩

سوراج جي ارٿ آهي تہ سرڪاري ضابطي کان آزاد ٿيڻ
ڪاڻ لڳاتار ڪوشش ڪرڻ، پوءِ چاهي اها سرڪار ڌاري هجي
يا پنهنجي راشٽر جي. سوراج واري حڪومت هڪڙو ڏک
پريو معاملو ٿي پوندي، جيڪڏهن جنتا زندگيءَ جي هرهڪ
ڳالهہ جي تفصيل کي ضابطي هيٺ هلائڻ ڪاڻ اُن سرڪار
ڏانهن پئي نهاريندي. ٣٠

جيڪڏهن اسين آزاد پرش ۽ استريون ٿي جيئي نٿا سگهون، تہ
اسانکي مرڻ لاءِ راضي رهڻ گهرجي. ٣١

گهڻائيءَ جي راج جو عمل ڪنهن حد تاءِ ٿيڻ گهرجي يعني تہ
سوالن جي وستار ۾ پاڻکي گهڻائيءَ اڳيان آڻ ميڻ گهرجي؛
مگر گهڻائيءَ جا فيصلا، پوءِ چاهي ڪهڙا بہ ڪٺي هجن، تنکي
هرويرو ميڻ غلامگيري ٿيندي. لوڪشاهي ڪو اهڙو راجيہ
نہ آهي جنهن ۾ ماڻهو ريڍن جيان هلن. لوڪشاهيءَ هيٺ،
رائي ويچار، توڙي عمل ڪرڻ جي شخصي آزاديءَ جي
ساوڌانيءَ سان رکيا ٿئي ٿي. ٣٢

لوڪشاهي ۽ جنتا

۽ اِهو اُنهنجو فرض بہ آهي، تہ اُسچهہ اُنرت جي خلاف
تي بيهن. ٣٨

ڪنهن د نيوي طاقت، ڀوءِ چاهي ڪيڏي بہ وڏي چونہ هج
ٿنهن جي اڳيان گوڏو ڪوڙڻ ڪان د ريتا سان اِنڪار ڪج
ٿن ڪان وڏيڪ ٻي ڪا بهادري آهي ئي ڪانہ. اهو ڪڙائي
اري ڀاوَ بنا ۽ اِنهي ئي ڀورڻ وشواس سان ٿيڻ گهرجي
تمائي سدا اَمر آهي، باقي سڀ آهي مٿيا. ٣٩

. مرئين آزادي جا حاصل ڪنداسين سا نيڪ اوتري ئي مقدار
۾ هوندي جيتري اُن مهل تائين اندرئين آزادي پراپت ڪئي
هوند يسين. ۽ جيڪڏهن آزادي بابت اِهو ويچار درست آهي،
تہ ڀوءِ اندرئون سڌاري آڻڻ تي ئي ايڪاگر ٿي پنهنجو مڪيہ
زور لڳائڻ گهرجيئون. ٤٠

سچو پرجا راڄ وادي اُهو آهي، جو شڌ اهنسڪ اُپاون سان
پنهنجي، ۽ ان ڪري پنهنجي ديش جي، ۽ انت ۾ سڄيءَ اِنسان
ذات جي آزاديءَ جي رکيا ٿو ڪري. ٤١

انتظام واري ۽ جاڳرت لوڪ شاهي، دنيا ۾ سڀ ڪان عمدي چيز
آهي. تعصب، جهالت ۽ وهم ۾ ڦاٿل لوڪشاهي، اند ڌنڌ ۾ پاڻ
اَڙائيندي ۽ پنهنجو پاڻ ڪان ئي شايد ناس ٿي ويندي. ٤٢

لوڪشاهي ۽ هنسا ڪڏهن بہ گڏو گڏ هلي ڪين سگهنديون.
جي حڪومتون اڄ نالي طور پرجا راڄ وادي آهن تنڪي يا تہ
کلم ڪلا سرو سناڌاري راڄ بڻجڻو پوندو، يا جيڪڏهن اُنهنکي
سچو پڇو لوڪشاهي راڄ بڻجڻو آهي تہ اُنهنکي همت سان
اهنسڪ ٿيڻو پوندو. اهو ائين چوڻ بلڪل غلط آهي تہ اهنسا تي
فقط ڪي شخص عمل ڪري سگهندا، ۽ راشٽر ڪڏهن بہ نہ، جو

راشٽر نه منش مان ٿي نه ڌڙيل آهن. ۴۳

منهنجي نظر ۾ هڪڙيائي سکيا جا سوراج لاءِ گهرڻ اڻٿون سا آهي، ساريءَ دنيا خلاف پنهنجي رکيا ڪرڻ جي سمرٿي ڌارڻ ۽ پورن آزاديءَ سان پنهنجي زندگي گذارڻ، پوءِ ڀلي اها اوڻاين سان ڀرپور ڇو نه هجي. سٺي حڪومت خود حڪومت جي جاءِ ڪڏهن به پوري نه سگهندي. ۴۴

آءٌ برطانوي لوڪن کي ڏوهه نٿو ڏيان. جيڪڏهن اسين سنکيا ۾ گهڻا هجون ها، جيئن برطانوي لوڪ آهن، ته اسين به شايد ساڳيائي طريقا اختيار ڪريون ها جهڙا هو وٺي رهيا آهن. ظلم جو راڄ، ۽ دغا دولاب کي ڏاڍن جا هٿيار نه آهن، پر هيڻن جا آهن. برطانوي لوڪ تعداد ۾ گهٽ آهن، اسين وري پنهنجي گهڻائيءَ يا وڏي سنکيا هوندي به ڪمزور آهيون. نتيجو اهو ٿيو آهي ته اسان ٻنهي مان هڪڙو ٻئي کي هيٺ گهلي رهيو آهي. اهو عام آزمودو آهي ته انگريز لوڪ ڀارت ۾ رهڻ پڄاڻا سداچار ڪوهن ٿا ۽ وري ڀارت واسي انگريزن سان لڙه وڃڻ ۾ اجي همت ۽ مردانگي وڃائي ٿا وهن. اهو ڪمزور ڪرڻ وارو دُورو لڪي اسان ٻنهي قومن ڪاڻ ۽ نه وري دنيا لاءِ چڱو آهي.

مگر، جيڪڏهن اسين هندواسي پنهنجي خبرداري ڪريون ته پوءِ انگريز لوڪ ۽ باقي دنيا پنهنجي سنڀال پاڻ ڪندا. دنيا جي ترقيءَ ۾ اسانجو حصو تنهنڪري اهو ٿيڻ گهرجي ته اسين پنهنجو گهر ٺاهيون. ۴۵

پوءِ ٿڏهن دک پهچڻ واري نبر جي درشٽيءَ کان، اسڪار ڪهڙو آهي؟ اسانجي اڳيان خلاف راڄ ڪندڙ سرڪار

ڪي سهڪار ڏيڻ بند ڪرڻ ڪري جي هرج ۽ اهنجايون پليءِ
پون، سي اسانکي پنهنجي خوشيءَ سهي وڃڻ گهرجن. ٿورو
پڌايو اٿئون ته ”طاقت ۽ ڌن مال جي مالڪي اُنيائي حڪومت
هيٺ هڪ گناه آهي، مفلسي اُن حالت ۾ هڪ سدگڻ
آهي.“ تبديليءَ جي حالت ۾ شايد اٿين ٿئي جو اسين پلون
ڪريون. ڏک ڏارڻ جهڙا ڪشت به شايد ڀوڳڻا پون. ڪن
۾ اهي غلطيون قوم جي نربلتا کان وڌيڪ پسنديءَ جهڙيون آهن.
جيستائين ڪ ناحق ڪندڙ ۾ پنهنجيءَ ڪيل بي انصافيءَ
جو احساس جاڳي، تيستائين انياءَ کي دور ڪرڻ لاءِ توسڻ کان
انڪار ڪرڻ گهرجيئون. اسانکي پنهنجي يا ٻين جي ڏک ڀوڳڻ
جي انديشي کان، اُن ناحق ۾ شامل شريڪ ٿيڻ نه گهرجي. مگر
سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ناحق ڪندڙ کي واهر ڪرڻ کان
باز-اچڻ ذريعي، ان ناحق جو مقابلو ڪرڻ ضروري آهي.

جيڪڏهن ڪو پيءُ بي انصافي ٿو ڪري، ته هنجي ٻارن
جو فرض آهي ته پيءُ جو اجهو ڇڏي وڃن. جيڪڏهن
ڪنهن اسڪول جو هيڊ ماستر اُنيتي جي بنياد تي پنهنجي
سنستا ٿو هلائي، ته شاگردن کي اسڪول ڇڏي وڃڻ
گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن ڪارپوريشن جو پردان پرشٽاري
آهي، ته اُنجا سڀاسد اُن سنستا مان نڪري اچڻ سان هنجي
پرشٽاچار کان پنهنجا هٿ صاف رکن. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن
ڪا سرڪار ڀاري بي اِنصافي ڪري ته پرجا کي سڄو ئي يا ڪي
قدر سهڪار کان هٿ جهلڻ گهرجي، ايتري قدر جو راڄ ڪندڙ
برائيءَ کان باز اچي. هرڪنهن ويچار ۾ آيل حالت ۾، مانسڪ
ڇاهي شريڪ پيڙا سهڻ جو تت ضرور موجود آهي. اهڙي
ڀوڳنا ڌاران آزادي هٿ ڪرڻ ممڪن نه آهي. ٤٦

جنهن گهريءَ آءٌ سنياگرهي بڻيس، اُن گهريءَ کان وٺي آءٌ
ڌاري حڪومت جي پرجا نه رهيس، ديش جو باشندو ته

سدائين هوس ٿي. نگرواسي پاڻمرادو قانونن جي پيروي ڪريتو ۽ ڪڏهن به هو ڪو زور زبرجبت يا قاعدن جي الڏرانيءَ لاءِ مقرر ٿيل سزا جي ڊپ کان، ميتا ڪريتو. هو اُهي قاعدا ٽوڙڻ جي ضروري نه سمجهي ۽ سزا ۽ چشم ٿو ڪري. ان ڪري سزا جي لکي ڏار مڏي ٿي وڃي ٿي يا ڪيس اُيمان ڪان ڇڏالي ٿي ولي، جو هونءَ ان سزا بر سمايل ٿي ٿو. ٤٧

مڪمل سول نافرماني بلڪل باغياڻي آهي، جنهن ۾ هستا جو ڪجهه به نه ڇڏيل آهي. ڪٽر اُسهوڳي سرڪار جي اعتباريءَ کي بلڪل نظرانداز ڪري ڇڏي ٿو. هو ڪڪڙو باغي ٿيڻ جي ٿو ٻوڪ ڄر هر هڪ اُلٽڪ سرڪاري قانون کي نه لبکڻ جي دعويٰ ٿو رکي. انهيءَ طرح مثلاً هو ٽيڪس ڏيڻ کان انڪار واريندو، بلڪ پنهنجي روز مره جي وهنوار ۾ اعتباريءَ وارن کي مڃڻ کان انڪار ڪندو، هو بنا اجازت دخل ڪرڻ جي قانون کي مڃڻ کان انڪار ڪندو ۽ فوجي بئرڪن ۾ گهڙي وڃڻ ڄو حق ڄڪيندو انهيءَ لاءِ ته هو سپاهين سان ڳالهائي سگهي، هو پڪيٽنگ ڪرڻ جي طريقي تي ٻڌل بندشن کي مڃڻ کان انڪاري به ٿئي ۽ منع ٿيل ايراضيءَ اندر شايد ڌرڻو ماري وڃي. اهو سڀ ڪجهه ڪندي هو زور آزمائي اصل نه ڪندو ۽ نه وري سرڪار ٿيل ڏاڍائي خلاف ڪڏهن به سامهون ٻوليندو. سچ پچ ته هو قيد ۽ سندس خلاف زور زبر جي ٻين نمونن کي دعوت ٿو ڏئي. هو ائين ڪريتو ڇاڪاڻ جو ته هو جسماني آزادگي جا جو ظاهري طرح ماڻي ٿو، سا هڪ اسهه بوجو معلوم ٿي ٿئيس. هو پنهنجو پاڻ سان اهو دليل ٿو ڪري ته هڪ حڪومت شخصي آزادگي ماڻڻ ڄقط اتري قدر ٿي ڏئيس، جيتري قدر نگرواسي اُهي قاعدا قانون مڃيتو. سرڪاري قانون اڳيان سر جهڪائڻ، حڪومتي قسم جي قسم آهي ان هڪ ناگرڪ

پنهنجي شخصي آزاديءَ صدقي ڏيئڻو. تنهنڪري جو سرڪاري قانون سچو ئي يا گهڻي ڀاڱي اُنيائي آهي تنهنکي تسليم ڪرڻ، آزاديءَ خاطر اُهينڪ سؤدو آهي. هڪ نگرواسي جنهنکي اهڙيطرح حڪومت جي برڪيءَ ليئيءَ جو اُيڙو ٽئيئو، سو اُنجي اِچا باجهه تي رهڻ لاءِ راضي نه آهي، ۽ تنهنڪري جو هو اخلاقي گنهگاري ڪرڻ ڏاران حڪومت کي، گرفتاري لاءِ مجبور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، سو ٻيا جي هنجي مت سان سهمت نه آهن، تن جي نظرن ۾ هو سماج لاءِ هڪ آزار ڪري ليکيو وڃيٿو. اهڙي ريت جاڻي، اهنسڪ مقابلو، آتمڪ ٻيڙا جو هڪ نهايت زبردست اظهار ۽ هڪ بري سرڪار جي چالو رهڻ جي خلاف هڪ جبرو اعتراض آهي. سيڪنهن قسم جي سڌاري جو اِتهاس ائين ئي ڪينهي؟ پنهنجن ساٿين جي بيزار ٿيندي به، ڇا سڌارڪن، بريءَ رسم رواج سان ڳمڊيل نردوش نشانين کي به هٽائي ڪين ڇڏيو آهي؟

جڏهن ڪو ماڻهن جو ٽولو، جنهن سرڪار هيٺ اُهي ماڻهو هيلنائين رهندا آيا آهن، تنهنکي پنهنجو ڪري نٿو مڃي، تڏهن ائين چئبو ته اُهي لڳ ڀڳ پنهنجي سرڪار ٿا استاپن ڪن. آءٌ ”لڳ ڀڳ“ اِنڪري ٿو چوان ڇاڪاڻ ته جڏهن حڪومت کين روڪي ٿي، تڏهن اُهي زور آزمائي ڪرڻ جي حد تائين نٿا وڃن. جئن ڪنهن هڪ شخص جو، تئن اُنهن جو به ’ڪاريه‘ آهي سرڪار طرفان ترنگ اندر بند ٿيڻ يا گوليءَ جو شڪار ٿيڻ جيستائين ڪ اُها حڪومت اُنهن جي جدا هستي نٿي قبولي يا بين اکرن ۾ ڪٽي چئجي ته، اُنهن جي اِچا اڳيان نٿي نمي. اهڙيطرح ۱۹۱۴ع سنه ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ ٽي هزار هندواسي ٽرانسوال جي سرڪار کي گهربل نوٽيس ڏيئي، ٽرانسوال جي هجرت واري قانون جي انحرافي ڪري ٽرانسوال جي حد لتاڙي آيا ۽ سرڪار کي، کين گرفتار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيائون.

جڏهن سرڪار انهن کي هسا ڪرڻ لاءِ چڙهي پئي، يا انهن کي زوريءَ آڻ مڃائي نه سگهي، تڏهن انهن جون گهرون قبوليائين. تنهنڪري، هڪڙو اهنسڪ اسهيوگين جو ڏلُ هڪ مٿا مثل آهي، جنهنکي سنگت سمان سموري التئام هيٺ رهڻو لڳو پوي، رڳو ذرا وڌيڪ سخت ضابطي هيٺ، جاڪاڻ ته رواجي فوجي سپاهي جي جبوت وارو جوش خروش منجهس ڪونهي. ۽ جئن ته هڪ اهنسڪ مثالو ڪندڙ فوج غصي ڪاوڙ کان آجي آهي يا تمام گهٽ، جاڪاڻ ته بدلي جي ڀاوَ کان آجا مڪمل آهي، انڪري ٿوري پر ٿورن سپاهين جي درڪار لئي ٿئي. سچ پچ ته هڪڙو ئي پورڻ اهنسڪ مثالو ڪندڙ، الياءِ خلاف لڀاءِ واري پڌ ڪٽڻ لاءِ ڪافي آهي. ٤٨

اهنسڪ پد جي رچنا ۾ ضابطي جي به جاءِ آهي پر ان کان گهڻو وڌيڪ گهرجي. ستياگرهي سئنا ۾ هرڪو سپاهي ۽ سرڪ ٿئي ٿو. مگر سنڪٽ اچڻ مهل، هرڪو ستياگرهي سپاهي پنهنجو پاڻ لاءِ سئناپتي ۽ اڳوان پڻ ٿئيو پوي. صرف ضابطي ۾ رهڻ سان ڪو اڳوان ڪونه ٿيو. اڳوالي، نيچو ۽ دور درشٽي ٿي گهري. ٤٩

جتي پاڻ تي سهارو چالو آهي، جتي ڪنهنکي به ٻئي ڏانهن آسانو تي نهارڻو نٿو پوي، جتي لڪي لپائون آهن لڪي پوندو، يا جتي سيڪتي آهن اڳوان ۽ سيڪتي پوندو، اتي ڪنهن هڪ پوڙهي جو موت، پوءِ ڀاڻي هو ڪيترو به نامور جوڌ هجي، ڏلاڻي نٿو آڻي، پر الٽو هڏو جهد کي تيز ٿو ڪري. ٥٠

هرهڪ تڪ آندولن کي پنج منزلون طئي ڪرڻيون پون ٿيون، لاپرواهي، چٽربازي، نندا، دٻاءُ ۽ آدرستڪار. اسان ڀري

ٽورا مهنا لاپرواهي ڪئي. تنهانپوءِ وائيسراءِ انهيءَ هلچل تي
هاسي اڏائڻ جي ڪرپا ڪئي. نندا سان گڏ، غلط بياني روزانو
دستور ٿي ويئي آهي. پرانتڪ گورنرن ۽ اهلڪار جي وروڌي
اخبارن هلچل خلاف جيترو ٿي سگهيو اٿن، اوترو گند ڪڇ
ميو آهي. هاڻي آيو آهي دٻاءُ، جو اڃا ته رواجي هلڪي
نموني جو آهي. هرڪا آندولن جا اڳر خواه سخت دٻاءُ مان
ٻڌي نڪري ٿي، سا هميشه سنمان ڀوڳيندي ٿي، جو سنمان
سوڀ جو ٻيو ناءُ آهي. اهو دٻاءُ، جيڪڏهن اسين سچا
آهيون، ته ويجهو ٻوڏ وجهه جو ڪو اهڃاڻ ڪري ليکجي.
مگر جي اسين سچا آهيون ته اسين لڪي هيسجي ويندا سين،
نه ڪروڌ وچان جوابي ڏڪ هڻنداسين ۽ نه هنسڪ ٿينداسين.
هنسا آتم هتيا آهي. ۵۱

منهنجو وشواس اٽل آهي. جيڪڏهن هڪڙوئي ستياگرهي
پڄاڙيءَ تائين پختو بيٺو رهي ته سوڀ يقيني آهي. ۵۲

منهنجو ڪاريه تڏهن پورو ٿيندو جڏهن مان انساني سماج کي
وشواس ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيندس ته هرهڪ استري يا پرش،
پوءِ ڪري ڪيترو به ڪمزور هجي ته به پنهنجي پنهنجي
سنمان ۽ آزاديءَ جو رکپال آهي. هيءَ وشواس روپي رکيا
انت تائين سڌ ٿيندي آهي، پوءِ کڻي ساري دنيا هن اڪيلي
اسيوگيءَ جو وروڌ ڪندي هجي. ۵۳

# باب ڏهون

## وديا

سچي پچي وديا، ٻار منجهه جيڪي چوند چڱو آهي سو
ڇڪي ٻاهر ڪڍڻ کي چئجي. الساليت جي ڪتاب کان بهتر
ڪتاب ٻيو ڪهڙو ٿي سگهندو؟ ۱

منهنجي راءِ آهي ته بدني عضون جهڙوڪ هٿن، پيرن، اکين،
ڪنن، نڪ، وغيره جي سکيا ۽ پوري استعمال وسيلي ئي
ذهن جي سچي تربيت حاصل ڪري سگهجي ٿي. ٻين اکرن ۾
چئجي ته ٻار جي سرير جي انگن جو سمجهه ڀريو استعمال،
هنجي ذهن کي وڌائڻ جو بهترين ۽ تڪڙي ۾ تڪڙو ذريعو
ٿئي ٿو. مگر جيستائين ڪ ان ۽ من ٻنهي جو واڌارو لاڳاپو
رکندڙ آتمڪ جاڳرتا سان گڏوگڏ نه ٿو ٿئي تيستائين فقط ان من
جو واڌارو هڪڙو ناڪام، هڪ-طرفو آهلبل معاملو ثابت ٿيندو
منهنجي راءِ موجب اڌيانڪ سکيا جي معنيٰ آهي دل جي تربيت.
تنهنڪري من جو پورو ۽ هر-طرفو وڪاس فقط تڏهن ٿي
سگهندو جڏهن ٻار جي شريرڪ ۽ آتمڪ شڪتين سان گڏوگڏ
اهو وڌندو هلندو. اهي شڪتيون گڏجي هڪڙو اڻجيد سچو
سارو پاڻ ٿي پون ٿيون. تنهنڪري ان سڌانت موجب ائين
سمجهڻ هڪ ڀاري ڀل ٿيندي ته اهي شڪتون ٽڪري
ٽڪري ۾ يا هڪ ٻئي کان الڳ وڌائي سگهبون. ۲

وديا شبد جو منهنجو ارٿ آهي ته ٻار ۽ مرد ۾ جيڪي
سربهتر ۾ سريشت آهي — بدني، مانسڪ ۽ آتمڪ، سو انهن
منجهان هر-طرفو ڇڪي ٻاهر آڻجي. لکڻ پڙهڻ، وديا جو ڇيڙو

نہ آهي ۽ نڪي وري اُنجو منڊ ئي آهي. اُهو فقط
منجهان هڪڙو آهي جنهن جي ذريعي پرش ۽ استري
پرائي سگهنتا. پڙهيلائي، پنهنجي ليکي ڪا وديا نہ آه
مان تنهنڪري ٻار کي ڪو ڪارائتو هٿ جو هنر سيک
سان هنجي تعليم شروع ڪندس تہ هنجي سکيا جي آر
ٿيڻ سان ئي هو ڪجهہ پيدا ڪري سگهي. اهڙيطرح هرڪ
اسڪول پاڻ تي پاڙيندڙ بڻائي سگهجيتو، بشرطيڪ حڪومت
اُنهن اسڪولن جو تيار ڪيل مال پاڻ ڪٽي.

منهنجي اِها راءِ آهي تہ من ۽ آتما جو اوچي ۾ اوچو
وڪاس وديا جي اهڙي سرشتي هيٺ ئي ممڪن آهي.
فقط هرڪا دستڪاري وگيانيءَ ريت سيکاري آهي ۽ نہ صرف
اُڃاتوڙي ڪُل جيان جئن اڄ ڪلهہ ڪيو وڃيتو، يعني ٻار کي
هرهڪ جوڙڻ جي وات جو "ڇو ۽ ڪئن" ڄاڻڻ ڪپي. مان
هيءُ سڀ ڪجهہ بنا ڪنهن يقيني جي ڪين لکي رهيو
آهيان ڇاڪاڻ تہ اُن جي پنيرائي ۾ منهنجو پنهنجو آزمودو
اوس آهي. جتي جتي ڪم ڪندڙن کي ائٽ ڪتڻ سيکارجي
ٿو، اُتي اِهو طريقو ٿورو ڪي گهڻو پورن ريت سان اختيار
ڪيو پيو وڃي. مون پاڻ چمپل جوڙڻ ۽ پڻ ڪتڻ، اِنهيءَ
طرز تي سيکاريو آهي، جنهنجا نتيجا چڱا نڪتا آهن. اِئ
آهي تہ اِنهي طريقي ۾ تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي ڄاڻ ڪ
اڇي. مگر مان ڏسانٿو تہ اها ڄاڻ واتي ويٺي سيکارن
ي وڃي. اِنهيءَ طريقي، لکڻ پڙهڻ کان ڏهوڻو وڌيڪ
ڪارجيتو. الف بي جا اکر پوءِ پيو سيکارجن جڏهن شاگرد ڪٺ
جي پڇاڻ ڪرڻ سگهيو آهي ۽ جڏهن ڇوڪر يا ڇوڪريءَ
ون پسنديون کي قدر وڌايون آهن. اِها هڪ انقلابي
آهي مگر اُن ۾ اٿاهہ پورهئي جي بچت ٿيئي ۽ شاگرد
سال اندر اوتروئي پرائي سگهيتو جنهن لاءِ جيڪر هونءَ

گهڻو وقت لڳيس. اُنجي معنيٰ آهي هو-طرفو صرفو. لاشڪ ود يارٿي دستڪاري سکندي حسابي ڪم نہ سکندو. ۳

آءٌ پنهنجون محدودگيون ميان ٿو. ڳاڻاٽي ۾ اچڻ جهڙي يا جوڻ جهڙي يونيورسٽي تعليم ڪانہ ورتي اٿم. منهنجو هاء اسڪول وارو دؤر ڪڏهن بہ سراسري کان مٿو نہ هئو. جي رڳو پنهنجا امتحان پاس ڪري ٿي سگهيس تہ بہ شڪر ڪندو هوس. اسڪول ۾ ناموري حاصل ڪرڻ منهنجي لمنا کان ٻاهر هئي. تنهن هوندي بہ عام طور تعليم جنهن ۾، جنهن ڪي مٿس تعليم ٿو چيو وڃي، سا بہ اچي ٿي وڃي، تنهن بابت تمام درڙ ويچار ضرور ڌاريندو آيو آهيان. ۽ مان ديس ڏانهن اهو فرض ٿو سمجهان تہ مان پنهنجا ويچار صاف صاف جاڻايان ۽ جنري جا لائق آهن اوڙو توج ملين. منهنجو اهو دح لهڻ ڪبي جنهنجي ڪري اُدو دج ذري گهٽ پنهنجو پاڻ د ٻيڻ ٿائس نٿي ٿو. لنولبازي ۽ ٻڙ لوڪ برپتا يا مشهوري کوهڻ کان ڊڄڻ نہ گهرجيم. جيڪڏهن مان پنهنجو عقيدو اڪائيندس نہ بوء سمجهہ حون پُلون ڪڏهن بہ نہ سڌاريندس. مان اُهي ڳولي لهڻ لاء سدائين شائق هوندو آهيان ۽ لن ڪي سڌارڻ لاء تهائتي وڌيڪ خواهان.

هاڻي اڄو نہ تعليم بابت پنهنجا لتيجا بڌاياڻ جن تي ڪيترن ورهين لاءِ ڪر قائم رهيو آهيان ۽ جتي حتي ڪم آڻڻ حر ودهہ پئي ملو اُٿم اُلي لن جي لعمل ڪئي اٿم:

۱. آءٌ ودبا حي، اصل ويندي دلبا ۾ اوجي م اوجي قسر حي، برائڻ حوڳي ودبا جي بہ خلاف نہ آهيان.

۲. سرڪار ڪي حتي بہ اُن جي ليڪ صرورت ٿئي اُلي ان جو خرچ برڻ ڪبي.

٣. هر قسم جي اوچي تعليم تي خرچ سرڪاري خزاني مان ڪرڻ جي آءٌ خلاف آهيان.

٤. اهو منهنجو پڪو نسچو آهي ته نهايت گهڻي رقم جا اسانجي ڪاليجن ۾ آرٽس ودیا تي خرچ ٿئي ٿي سا نسورو زيان آهي ۽ پڙهيل طبقن منجهه بي روزگاري ان جو نتيجو نڪتي آهي. ٻيو ڇا ته ان مان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي ماڻهڪ خواه شريرڪ صحت ناس ٿي آهي، جن کي ڪم بختيءَ ڪان اسانجي ڪاليجن جي گهاڻي منجهان انگهٽو پوي ٿو.

٥. ڌاريءَ ٻوليءَ جو ماڌير جنهن جي ڌ ٿاران پارت اُندر اوچي تعليم ڏني ويئي آهي تنهن راشٽر کي اُکٽ اخلاقي ۽ ذهني هاڃي رسائي آهي. اسين پنهنجي ٿي زماني کي ايترو ويجهو آهيون جو اِنهيءَ تو تي سندي ڳرائي بابت راءِ ڏيئي نه سگهنداسين. ۽ اسين جن کي اهڙي تعليم حاصل ٿي آهي تنکي اُنجو شڪار به، ته منصف به ٿيڻو پوندو، جو ڌري گهڻ ناممڪن بهادريءَ جو ڪم ڇئبو.

مونکي مٿي ڪڍيل نتيجن بابت پنهنجا سبب ڏيڻ گهرجن. اهو ڪم خود پنهنجي آزمودي مان هڪڙو باب ڏيڻ سان شايد ڀلوليءَ ڪري سگهندس.

١٢ ورهين جي عمر تائين جيڪو علم برابر سو پنهنجي ماتري پاشا گجراتيءَ دوارا. اُن وقت مونکي ڪجهه انگي حساب، تواريخ ۽ جاگرافي ايندي هئي. پوءِ آءٌ داخل ٿيس هڪ هاءِ اِسڪول ۾. پهريان ٽي سال ته ماتري پاشا اجا به ماڌير ٿي هلندي آئي. مگر اِسڪول ماستر جو ڌنڌو هوندو هئو ود يارٿيءَ جي مغز ۾ انگريزي ٺوسڻ. تنهنڪري اسانجو اڌ

ڪان وڏيڪ وقت نہ لڳي ويندو هئو انگريزي سکڻ ۽ لکڻ جي ٻي قاعدي ھڄي ۽ اُچارن جي مهارت حاصل ڪرڻ ۾. اِها ڪڙي دکدائڪ ڄاڻ ٿي جو اهڙي ٻولي ٿي سکڻي پئي جا لکڻ موجب نٿي اُچاري وڃي. اھو ھڪڙو عجيب آزمودو هئو نہ لفظن جي ھڄي برزبان ياد ڪرڻي ٿي پئي. پر اھو نہ ڪٿي انھن ٿي ڇپر ۽ منھنجي دليل سان تعلق نٿو رکي. ڪٿن ۾ ٻھريان ٿي سال ٻين سالن جي پيٺ ۾ سولا لکري ويا.

مصيبت چوٿين سال سان شروع ٿي، جو سڀ ڪجھ انگريزيءَ دئاران سکڻو هئو- جاميٽري، الجبرا، ڪيمسٽري، انسٽرانامي، هسٽري، جاگرافي. انگريزيءَ جي پڙا ايتري نہ گهٽي هئي جو سنسڪرت يا پارسي ۽ انگريزيءَ وسيلي، نہ مادري ڀاشا دئاران سکڻي ٿي پئي. ڪڏھن ڪنھن ڇوڪري گجراتيءَ ۾ ٿي ڳالھايو جا ھو سمجھي ٿي سگھيو، نہ ھنکي سزا ٿي ملي. جي ڪڏھن ڪنھن ڇوڪري غلط انگريزي ٿي ڳالھائي جا نہ صحيح اُچاري ٿي سگھيو ۽ نہ وري پوريءَ طرح سمجھي ٿي سگھيو، تہ ٻہ ماستر لاءِ اِها ڪا ڳري ڳالھ ڪاڏ هئي. ڀلا ماستر ٻہ ڇنتا ٿي جو ڪري؟ ھنجي پنھنجي انگريزي ٻہ ڪا چوکن ڪان آڇي نہ هئي. ان کانسواءِ ٻيو ٿي ٻہ ڇا ٿي سگھيو. انگريزي ھنلاءِ اھڙيائي ڌاري ٻولي هئي جھڙي ھنجي شاگردن لاءِ. نتيجو ھو گول مال. اسان ڇوکرن کي ڪٿيون ٿي ڳالھيون برزبان سکڻيون ٻولديون ھيون جيتوڻيڪ اسين اُھي پوري طرح نہ ۽ اڪثر اصل، سمجھي ڪين سگھندا ھئاسين. ھٿن ٿي اُستاد اسان کي جاميٽريءَ جو سبق سمجھائڻ لاءِ مٿاڪٽ ڪندو هئو تن منھنجو نہ مٿو ڦرڻ لڳندو هئو. جيستائين اسين يوڪلڊ جي پھرئين ڪتاب جي ٽرھين ٿيورم تائين نہ پھتا ھئاسين تيستائين مونکي نہ جاميٽريءَ جو نہ اُلو نہ مٿو سمجھ ۾ ٿي آيو. آءٌ نہ پالڪ سان سچي ڪندس تہ مادري زبان لي هيتري پيار ھوندي ٻہ جاميٽري، الجبرا وغيره جي ٽيڪنيڪل

شبدن جا گجراتيءَ ۾ هم معنيٰ لفظ اڄ ڏينهن تائين ڪين ٿا اچن. هاڻي ٿي سڌ پوي ته انگي حساب، جاميٽري، آلجبرا، ڪيمسٽري ۽ ائسٽرانامي ۾ جيڪي ڪجهه سکڻ لاءِ چار ورهيه لڳا سو جيڪڏهن انگريزيءَ بدران نه پر گجراتي ذريعي سکان ها، ته هڪ سال اندر سولائيءَ سان سکي وڃان ها. انهن وشين کي ذهن ۾ وهارڻ مون لاءِ وڌيڪ سنهنجو ۽ چٽو ٿي پوي ها. منهنجو گجراتي شبد ڀنڊار به وڌيڪ ڀريو ڀاڳيو ٿئي ها. مان اهڙي علم جو پنهنجي گهر ۾ به اپيوگ ڪري سگهان ها. انهيءَ انگريزي ماڌيم، منهنجي ڪٽنب جي ڀاتين جي انگريزي اسڪولن ۾ نه پڙهيا هئا تن ۽ منهنجي وچ ۾ هڪڙي ديوار کڙي ڪري ڇڏي. مون جا پٽ ڪيو تنهنجو منهنجي پيءُ کي ڪجهه به سماءُ نه ٿي رهيو. توڙي ڪٿي مان چاهيان به ها تڏهن به جيڪي مان سکيس پٽي تنهن ۾ پنهنجي پتا کي چاهه وٺائي نه سگهان ها. چاڪاڻ ته فهم ته هن ۾ جهجهوئي هئو پر انگريزيءَ جو اکر به ڪين جو ڄاڻندو هئو. مان پنهنجي گهر ۾ ئي ٽڪڙو ٽڪڙو ڌاريو ٻطبو ٿي ويس. مان يقيناً هڪ اوچ انسان بڻجي پيس. منهنجي پوشاڪ ۾ به آڻلڪيءَ ڦيرڦار هيٺ ايندي ٿي ويئي. جيڪي مون سان ٿيو سو ڪو غير رواجي آزمودو ڪين هئو. عام طرح گهڻن سان ائين ئي هئو.

هاءِ اسڪول وارن پهرين ٽن سالن ۾ منهنجي عام وهنوارڪ ڄاڻ ۾ ٿورو ڪو اضافو آيو. اهي ٽي سال ڇوڪرن کي هرهڪ ڳالهه انگريزيءَ ذريعي سيکارڻ خاطر لائق ڪرڻ لاءِ تياريءَ طور هئا. هاءِ اسڪول انگريزن جي سيپتڪ سوپ پائڻ لاءِ ئي اسڪول هئا. مون واري هاءِ سڪول جي ٽن سون ڇوڪرن جو براءِل علم حاصل ڪيو سو اسان تائين محدود رهيو. اهو علم ته ڦيري عام جنتا کي ڏيڻ لاءِ هئوئي ڪين.

هڪڙو اکر ساهتيہ بابت بہ چوندس. اسانکي ڪيترائي
ڪتاب انگريزي نثر ۽ انگريزي نظم جا پڙهڻا هئا. لاشڪ اهو
سڀ خاصو هئو. مگر عام جنتا سان مولڪي لڙه وچڙ ۾ اچڻ،
يا انهن جي سيوا ڪرڻ لاءِ اهو علم منهنجي ڪنهن بہ ڪم
جو نہ ٿيو آهي. مان انهن جئي لئو سگهان نہ جيڪڏهن
انگريزي نثر ۽ نظم منجهان جيڪي سڪس سو جي نہ سکان
ها، نہ ڪو اڻ لڀ خزانو هٿان وڃايان ها. اُن جي بدلي
جيڪڏهن اهي امولڪ ست ورهہ گجراتيءَ ۾ مهارت حاصل
ڪرڻ ۾ لڳايان ها، ۽ انگي حساب، سائنس، سنسڪرت ۽ ٻيا
وشيہ گجراتيءَ دئاران سکان ها تہ ٻوءِ سشڪ مان اهي سڀ
ٻرايل وديا پنهنجي پاڙيسرين سان سولو ولڏي وراهي سگهان
ها. گجراتيءَ کي بہ هريو ڀريو ڪري سگهان ها، ۽ ڪير ڄاڻي
سگهندو تہ اُن حالت ۾ پنهنجي محنتي هئڻ جي سبب ۽
ديس ۽ مائري ڀاشا لاءِ پنهنجي بيحد پيار هوندي، جنتا
جي سيوا جي ڪاريہ منجهہ سجهہ ۽ وڌيڪ ڀاڳيو ڀاڱہ نہ وٺي
سگهان ها؟

انهن نہ سمجهيو وڃي تہ ڪو آءٌ انگريزي ٻوليءَ يا اُنجي
شاندار ساهت کي ننديان ٿو. "هريجن" اخبار جا ڪالم انگريزي
ٻوليءَ لاءِ منهنجي پيار جي ڪافي ساک ڀريندا. جيترو انگلنڊ
جي موافق آبهوا يا اُتان جا قدرتي نظارا، ڀارتي راشٽر لاءِ ڪارگر
ٿي سگهندا، اُن کان وڌيڪ اُنجي ساهت جي ڪُليتا ڪا
ڪارائتي نہ ٿيندي. ڀارت پنهنجي ئي آبهوا ۽ قدرتي نظارن
۽ پنهنجي ئي ساهت سان وڌندو ويجهندو، ڀوءِ توڙي ڪٿي
اهي پنهنجا گهٽ، انگريزي آبهوا، قدرتي نظارا ۽ ساهت کان
پٽي نہ هجن. اسانکي ۽ اسانجي اولاد کي پنهنجي ئي ورثي
تي اَڏڻ گهرجي. جيڪڏهن اسين ٻيو اُڌارو وٺنداسين تہ
پاڻکي سڃو ڪنداسين. اسين ڌارين جي آهار تي ڪڏهن
بہ ڪين اُسري سگهنداسين. آءٌ چاهيانٿو تہ قوم انگريزي

ٻوليءَ ۾ ته ڇا پر دنيا جي ٻين ٻولين ۾ به جيڪي خزا
بسمايل آهن سي پنهنجي ڏيهي ٻولين ڏئاران هٿ ڪن
رابندرانات ٽئگور جي بي نظير رچنائن جي خوبين ڄاڻڻ لا
مونکي هرويرو بنگالي ٻولي سکڻ جي لوڙ ڪانهي. مونکي
اهي رچنائون سنڌ ترجمن وسيلي ملي ٿيون وڃن. ساڳيءَ
طرح گجراتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي ٽالسٽاءِ جي لنڍين
ڪهاڻين جو قدر سڃاڻڻ لاءِ روسي ٻولي سکڻ جي گهرج ٿي
ڪانه پوندي. اُهي ترجمن ڏئاران انهن جو ساهُ وٺندا. انگريز
لوڪ اِها لباڙ هڻندا آهن ته دنيا جي بهترين ساهتڪ پيداوري
ڇاپي ۾ اچڻ بعد، هڪ هفتي اندر، سليس انگريزيءَ ۾ اُن
قوم جي هٿن ۾ اچي ويندي آهي. آءٌ به، جيڪي شيڪسپيئر
۽ ملٽن بهترين ويچاريو ۽ لکيو، تنهن جي حاصلات لاءِ هريرو
انگريزي ڇو سکان؟

اهو ڇڱو صرفو ٿيندو جو وديارٿين جو هڪڙو ڪلاس ڌار چالو
ڪجي جنهنجو ڌنڌوئي اهو هجي ته دنيا جي ڌار ڌار ٻولين
۾ جيڪي بهترين پڙهڻ جوڳو آهي سو پڙهي انجو ترجمو
اسانجين ڏيهي ٻولين ۾ ڪري ڏين. اسانجي (انگريزي)
مالڪن اسان لاءِ غلط رستو چونڊيو ۽ عادت جي ڪارڻ غلط
به صحيح ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو آهي....

وشو ودياالن (يونيورسٽين) کي پاڻ تي پاڙيندڙ بڻائڻ کپي.
حڪومت کي گهرجي ته صرف انهن کي تعليم ڏئي جنجي
خدمتن جي اُنکي گهرج ٿئي. سکيا جي ٻين سڀني پاڱن لاءِ
حڪومت کي خانگي ڪوشش کي همٿائڻ کپي. سکيا جو ماڌيم
ڪٿن به، ڪهڙيءَ به قيمت تي ۽ هڪدم بدلائڻ گهرجي
جنهن ۾ پرانتڪ ٻولين کي حقي جڳهه ملي. آءٌ اوچيءَ تعليم
۾ دن بدن وڌندڙ ڏوهه جهڙي زيان کان عارضي انڌوڪار
وڌيڪ پسند ڪندس....

اهڙي طرح آءٌ دعوي ٿو رکان ته آءٌ اوچيءَ تعليم جو

ورونديون آهيان. مگر جنهن ٻولي هن ملڪ ۾ اچا اوچي تعليم ڏني وڃي ٿي تنهن جو مخالف آهيان. منهنجي راءِ موجب، اچا ۽ زياده ۽ بهتر پستڪ آلر، گهڻي ٿي ۽ بهتر لئبارٽريون، سمجهه ۽ وڏيڪ سا ڪوهنا ـ ڪينڊو ٻرپا ٿيندا. اُن رٿا هيٺ ڪيمسٽس، انجنيئرن ۽ ٻين ماهرن جي هڪ فوج هٿرڻ گهرجي جي راشٽر جا سچا سيوڪ ٿيندا ۽ لوڪن جي طرح طرح جي ۽ وڌندڙ گهرجن جو پورائو ڪندا، جي لوڪ پنهنجن احتياجن ۽ اڌڪارن بابت وڌيڪ ۽ وڌيڪ آگاهه ٿيندا پيا وڃن. ۽ اهي سڀ ماهر ڌاري ٻولي ڪين ڳالهائيندا ۽ پنهنجي راشٽر جي ٻولي. سندن حاصل ڪيل ڄاڻ لوڪن جي عام املاڪ ٿيندي. ڇڙي ٿل جي بدران سچو پچو اصلوڪو ڪم ٿيڻ لڳندو. ۽ اُتي طرح هڪ جهڙو ۽ مناسب روءِ ورح ٿي ويندو. ۴

اسان جي ڏينهن جي پارلي سنسڪرلي اچا پيٽي بڻجي. اسان مان گهڻا سيني تهذيبن جي ميل ميلاپ آڻڻ جي ڪوشش ۾ آهن، جي تهذيبون اح هڪ ٻئي سان ٽڪر کائينديون ڏسجن ٿيون. ڪابه سنسڪرلي جا الگ پنهنجي روءِ سوءِ هٿرڻ جي ڪوشش ٿي ڪري سا زنده رهي نٿي سگهي. اح ڀارت ۾ لبج آرين سيبتا جهڙي ڳالهه وجود ۾ آهيئي ڪانه. آريه اصل ڀارت جا ٿي رهواسي هئا، يا ناوڌندڙ ٻاهريان ٿبي ٻيل يا ري ڪوبا آيل هئا، تنهن ڳالهه ۾ منهنجي گهڻي دلچسپي ڪانهي. جا ڳالهه مونکي دلچسپ ٿي لڳي سا اها، ته منهنجا ڏورانها ابا ڏاڏا بلڪل تمام گهڻيءَ آزاديءَ سان پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ملي جُلي ويا، ۽ اسين هاڻوڪيءَ پيڙهيءَ جا اُن ميل ملاپ جو نتيجو آهيون. اسين پنهنجي جنم ڀوميءَ ۽ هن ڌرتيءَ دنيا، جا اسانکي پالي پوشي رهي آهي، تنهن

جو ڪو پلو ٿا ڪريون يا مٿس ٻوجو آهيون، سو فقط آئيندو
ئي ڏيکاريندو. ٥

آءٌ پنهنجي گهر کي هر طرف ديوارن سان بندڻ ۽ پنهنجن در
درين کي ٻوٽڻ نٿو چاهيان. مان چاهيان ٿو ته سڀني ملڪن
جي تهذيبن جي هوا جيترو ٿي سگهي ڇوٽ منهنجي گهر جي
چؤطرف لڳي. باقي مان اُنهن مان ڪنهن جي به هٿان هوا ۾
اُڪاڙيو وڃڻ کان انڪاري وارينداس. اسانجي ساهتڪ پسنديءَ
وارن نوجوانن ۽ ڇوڪرين لاءِ هوند چاهيان ته انگريزي ۽ ٻيون
دنيا جون ٻوليون جيتريون چاهين اوتريون سکن ۽ پوءِ پنهنجي
اُن سکيا جو فائدو ڀارت کي ۽ باقي دنيا کي ڏين جيئن
بوس، ري يا مهاڪويءَ پاڻ ڪيو.[1] مگر، آءٌ ائين نه ٿو
چاهيان ته هڪڙو به ڀارت واسي پنهنجي مادري زبان وساري
ڇڏي، نظرانداز ڪري يا تنهن کان شرمائي يا ائين سمجهي ته
اهو مرد يا زال بهترين ويچار پنهنجين ڏيهي ٻولين ۾ نٿو
سوچي يا ظاهر ڪري سگهي. منهنجو ڌرم ڪو بنديخاني
وارو ڌرم ڪينهي. ٦

راڳ جي معنيٰ آهي تال ۽ ترتيب. انجو تاثير ٻجليءَ جهڙو
آهي. اهو نه پر ٿاري ٿو. ڪم نصيباً اسانجن شاسترن جيان
سنگيت کي توڙن جو ورثو وڃي ٿيو آهي. اڄ ڪلهه
جي پاڙ ارت ۾ ڪڏهن به اهو قومي ٻٽايو نه ويو آهي.
جيڪڏهن والنٽيئر بواءِ اِسڪائوٽ ۽ سيوا سمتي جهڙين
سنستائن تي منهنجو ڪو اثر هلندو هجي ته مان انهن منجهه

[1]. سر جگديش چندر بوس ۽ سر پي سي ري ٻرسڌ ڀارتي
گياني هئا. مهاڪوي شبد جو اِشارو رويندرناٿ ٺاڪور ڏانهن
آهي.

قومي راڳ ڳڌجي سنگ ۾ ڳڱانتيءَ ريت ڳائڻ هوند لازمي
ٺهرايان. ۽ اُنهيءَ مراد سان هوندا آءٌ چاهيان ٿو هرڪ ڪانگريس
يا ڪانفرنس جي بيٺڪ ۾ وڏا وڏا راڳي اچي حاضر ٿين ۽
۽ ڪئو سنگيت سيکارين. ٧

پنڊت ڪري جي شاهي نڪري لي بڏل رائي موجب، راڳ،
ابتدائي وديا جي ڪمن جو هڪڙو ڀاڱو ٿيڻ گهرجي. آءٌ
دل ۽ جان سان، ان رٿ جي پٺڀرائي ٿو ڪريان. سر جو
آلاپ اڄ وڻي ضروري آهي، جهڙي هٿن حلائڻ جي سکيا.
بدني قواعد، دستڪاريون، تاشي هنر ۽ سنگيت گڏوگڏ
هلڻ گهرجن. اُنهيءَ لاءِ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين منجهان جڳو
جولد مادو ڪڍجي ۽ منجهن سندن ڀڙهانيءَ ۾ ڇوڪي دلچسپي
پيدا ڪجي. ٨

سکيا ۾ هٿن کان اول، اکيون، ڪن ۽ زبان ڪم ٿيون اچن. لکڻ
کان اڳ پڙهڻ ٿو اچي، ۽ ساڳيءَ طرح الف بي جي اکرن اُٺارڻ
کان اڳي شڪلين ڪڍڻ لي هٿ هلندو آهي. ٻارن کي الف بي
سيکارڻ شروع ڪرڻ سان اُنهنجي مهر لي حا روڪ ٻوي ٿينهنڪان
ٿو، اهو سياويڪ طريقو جو نه اختيار ڪجي جنهنمان اُنهنجي
سمجهه کي وڌڻ جو گهٽو بهتر وجهه ملندو. ٩

منهنجي سمجهه کان ٻاهر اُنهيءَ کان وڌيڪ بي ڳالهه ڪانهي،
ته اسين ڪو الڳ يا ايون رڪاوٽون ٺجي ٻهون. مگر، آءٌ
با ادب ان تي زور ڏيندس ته پنهنجي سنسڪرتيءَ کي
گرهڻ ۽ قدر ڪرڻ کان پوءِ ئي ٻين ليڊين جي قدرشناسي
ٿئي ۽ ڪڏهن به اُنهن کان اڳ نه ... پنباتس عمل بنا
پنهنجي سنسڪرتي کي عمر عملي يا فقط خيالي طرح سمجهڻ،
آهي هڪ سرهائين مکمل لاش سمان. اهو شايد ڏسٽيءَ

نوهڻو آهي، اُساهه ڦوڪڻ يا شاندار ٻڻائڻ جو ڳو
ڪي ڪينهي. ٻين تهذيبن کي نه ايڪڻ يا تنکي ٽيڇ
ڪان، منهنجو ڌرم مونکي منع ٿو ڪري، جنهن ساڳي وقت پ
سنسڪرتي گرهڻ ڪرڻ ۽ پنهنجي رهت رهڻ لاءِ زور ٿو
پيءَ صورت ۾ اها ناگرڪ جي ناتي آتم هتيا ٿي پوندي.

صرف پستڪن پڙهڻ د ڌاران ئي سمجهه وڌائي سگهجيتي،
سراسر ڪوڙو خيال هئي صحيح ڳالهه کي جاءِ ڏئي ته من جو ٽڪ
۾ ٽڪڙو واڌارو وگيانيءَ ريت سان هٿ ڪسب سکڻ وسيل
ئي حاصل ڪري سگهبو. جنهن ئي سيکڙات کي سيکار
وجيتو ته هر قدم تي هٿ يا اوزار هوشياريءَ سان هلائڻ ڇو
ڪئن ضروري آهي، تنهن ئي سچو مانسڪ واڌارو شروع ٿي
وجيتو. ود يارٿين جي بي روزگاريءَ جو مسئلو ۽ بنا مشڪلات
حل ٿي سگهيتو جيڪڏهن اُهي رواجي پورهيتن جي دفع
منجهه پاڪي شمار ڪرائين.

۱۱

مونکي ڀڳ نه آهي ته ڪو ٻارن کي گهٽي ياپي شروعاتي سکيا جا
ڏجي ٿي سا واتي ويٺي ڏيڻ بهتر نه ٿيندي. عام وهنوارڪ
جاڻ حاصل ڪرڻ کان اڳ الف بي جو علم ۽ پڙهڻ جي لياقت،
ڪچڙيءَ عمر وارن ٻارن مٿان مڙهڻ، سو آهي جهڪ، جيسين
نوان نيش آهن تيسين زباني سکيا گرهڻ ڪرڻ جي شڪتي
ڪائن ڪسڻ.

۱۲

ساهتڪ سکيا پنهنجي ليکي، اخلاقي اوچائي منجهه هڪڙيءَ
گر جيتري به واڌ نتي آهي؛ ۽ چرتر نرماڻ، ساهتڪ سکيا
ن سراسر الڳ آهي.

۱۳

ت اندر مفت ۽ لازمي ابتدائي تعليم هئڻ جي متي ۾ منهنجو
و وشواس آهي. منهنجي اها به راءِ آهي ته ٻارن کي ڪا

ڪارائتي ڪرڻ سبڪارڻ سان ٿي اسين اهو متو سڌ ڪنداسين ۽ ان کي ٻارن جي مالڪ، شريڪ ۽ آتمڪ شڪتين کي کولڻ ۽ سڌارڻ جو هڪڙو واحد وسيلو ڪري ڪم آڻينداسين. انهن وديا.سنبنڌي آرٽڪ درشٽيءَ کان ويچارن کي متان ڪو ڪجهه سو يا بي جاءِ سمجهي. آرٽڪ درشٽيءَ کان ويچارن منجهه واسترَ ۾ ڪجهه به ڪجهاڻي نه آهي. سچو آرٽڪ وگيان اوچي ۾ اوچي لبتڪ پتمالي سان ڪڏهن به ٽڪر نٿو کائي، جهڙيءَ طرح سچو لتي وگيان، جي جس جوڳو آهي ته ساڳئي وقت سنو آرٽ شاستر به ضرور ٿيڻ گهرجي. ١۴

ڏار ڏار وگيانن جي سکيا جو آءٌ قدر ڪريان ٿو. اسانجا ٻار علم ڪيميا ۽ علم طبعي جي تعليم جيتري وٺن اوترو هڱو. ١٥

آءٌ جيڪر ٻار جي هٿن جي شڪتي، هنجي دماغ، ۽ هنجي آتما کي وڌايان. هٿن ۾ ته ذري گهٽ عضوي سوس اچي ويئي آهي. آتما کي ته صفا ريتيو ويو آهي. ١٦

جيون جي حقيقتن لسبت، ٻارن جي سوُلجهه سوُلجهه جي ٻاري ۾ جي اسانکي جاڻ هجي نه ڪين ٻڌائجي، ۽ جي جاڻ نه هجي ته اسانکي پنهنجي اڻ ڄاڻائي قبولڻ گهرجي. جيڪڏهن اهڙو ڪجهه هجي جو ٻڌائڻ نه گهرجي، ته اسين هنن کي روڪيون ۽ چئون ته اهڙا سوال ٻئي ڪنهن کان نه نه پڇن. باقي اسانکي ڪڏهن نه ڪين ٽاري ڇڏڻ نه گهرجي. اسين جيڪي پالبون ٿا تنهن کان انهن کي گهڻين ڳالهين جي ٻروڙ آهي. جي جاڻ نه اٿن ۽ جي اسين انهن کي ٻڌائڻ کان انڪار ڪنداسين، ته پوءِ هو اعتراض جوڳي طريقي اها جاڻ پرائڻ جي ڪوشش ڪندا. مگر جيڪڏهن اها جاڻ انهن کان لڪائڻي آهي، ته پوءِ اهڙو جوکم اسانکي کڻڻ گهرجي. ١٧

سياڻو ماڻت ٻارن کي غلطيون ڪرڻ ڏيندو آهي. انهن لا
بعضي پنهنجا هٿ ساڙڻ ڇڱا آهن.[18]
اسين ڪام چيشٽا کي، اُنس اکيوت ڪرڻ سان، جيتي يا
انتي ٻوريءَ طرح ضابطو رکي نٿا سگهون. آءٌ، تنهنڪري، لنڊن
ڇوڪرن ۽ لنڊن ڇوڪرين کي سندن جِنني اِندرين جي
اهميت ۽ صحيح استعمال بابت سيکارڻ جي زوردار فائدي ۾
آهيان. ٻنهي جِنسن جي ننڍن ٻارن، جنجي سکيا منهنجي
ذمي هئي، تنکي مون اِها ڄاڻ پنهنجي لموني ڏيڻ جي
ڪوشش ڪئي آهي. ٻر جِنسڪ سکيا جنهنجو آءٌ حامي
آهيان، تنهنجو مقصد هئڻ گهرجي ڪام چيشٽا مٿان جيت پائڻ ۽
ان جيت جي مهانتا ڏيکارڻ. اهڙي تعليم ٻارن کي منش ۽
پسوءَ جي وچ ذاتي ڀيد، ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ ڪارگر
ٿيندي، جا تعليم اُنهنکي محسوس ڪرائيندي ته انسان جو
خاص اَڌڪار ۽ فخر آهي، جو ٻئي دل ۽ دماغ جو شڪتيون
ڪيس بخشيش ٿيل آهن، ۽ هو جيترو ئي جذباتي آهي
اوترو ئي ويچاريندڙ ٻه آهي، ۽ تنهنڪري اُنڌيءَ بوجهه مٿان
بُڌيءَ جي ضابطي جو تياڳ ڪرڻ، سو ٿيندو اِنسان کي
مليل خزاني جو تياڳ. اِنسان ۾ بُڌي، جذبات کي تيز ڪري
۽ اُنجي رهنمائي ٿي ڪري. پسوءَ ۾ جيؤ روح سدائين سٿل
ٿو رهي. هردي کي جاڳائڻ آهي سٿل آتما کي سجاڳ ڪرڻ،
بُڌيءَ کي سرجيت ڪرڻ، ۽ نيڪي ۽ برائي جي وچ پڇاڻ
ڪرڻ سيکارڻ. اڄ، اسانجو سمورو واتاورڻ — اسانجو پڙهڻ،
اسانجو ويچارڻ ۽ اسانجو پنگتي ورتاءُ — عام طرح جِنسڪ چڪ
رپت ڪرڻ کي ۽ ان جو سهائڪ ٿيڻ لاءِ ئي ساريو وڃي ٿو. ان
ي وڙهن وڪڙن کي ٽوڙي ٻاهر نڪرڻ سترو ڪم نه آهي.
ڪر، اهو اسانجي آتم ۾ آتم جهد جوڳو ڪاريه ضرور آهي.[19]

## باب يارهون

## اِستري جاتي

آءٌ اهيءَ پڪي رائي جو آهيان تہ ڀارت جو چوٽڪارو اُنجي استري جاتيءَ جي لياقت ۽ جاڳرتا تي منحصر آهي. ١

اهنسا جو اَرٿ آهي اَننت پريم جنهنجي ورتي معنيٰ آهي پيڙا سهڻ جي اَپار شڪتي. ناري جا منش جي جنني آهي، تنهن ڌاران ٻيو ڪير آهي جو اِها شڪتي وڌيڪ پر وڌيڪ پيمانيءَ پر ڌارڻ ڪري ٿو؟ هوءَ اُها شڪتي اِن طرح ڏيکاري ٿي جو ٻالڪ گرڀ اندر سانڍي ٿي، ۽ نو مهينا اُلڪي ڪاڄ رسائي ٿي ۽ تنهن پر سمايل پيڙا منجهان خوشي پرائي ٿي. وير جي سورن جي جا پيڙا ٿئي ٿي تنهن کان مٿي ٻي ڪهڙي آهي جا بازي کٽي سگهندي؟ مگر هوءَ اُنتيءَ جي آنند پر اُهي سڀ ڀلجي ٿي وڃي. وري، ڪير آهي جو هن وانگر روزانو ڏاڪڙا سهندو اِنهيءَ لاءِ تہ هنجو ٻالڪ روز بروز وڌندو رهي؟ هاڻي ڪيس اُهو پيار بدلي ڪري سڄي اِنسان ذات کي ڏيڻ گهرجي، ۽ ڀلي وڃي تہ هوءَ ڪڏهن بہ پرش جي ڪام واسنا جي وشيءَ هئي يا ٿي سگهي ٿي. ۽ پوءِ هوءَ پرش سان ڪلو ٿيءِ، سندس ماتا، سندس بڻائيندڙ، ۽ سانتيڪو اڳوان ٿيڻ جي فخر وارو درجو والاريندي. اِها سندس ذات آهي تہ جنگ جهڙي پر قاتل دنيا، جا اُن صلح روپي امرت جي پياسي آهي، تنهن کي شانتي جو هنر سيکاري. ٢

منهنجو پنهنجو رايو آهي، تہ جهڙيءَ طرح بنيادي طور پرش ۽ استري ٻئي هڪ آهن، ٺيڪ ساڳيءَ طرح اُنهنجو مسئلو بہ مول طرح هڪڙوئي آهي. ٻنهي پر آتما تہ ساڳي ئي آهي. ٻئي ساڳي جيون وليت ٿا ڪن، ساڳيون ئي ڀاوناؤن ٿا رکن.

